وڏي ڄاڻ رکندڙ انسان دوست
سائين سوڀي گيانچنداڻيءَ جي
خدمت ۾

انيس انصاري
٦.١٥.٩٦

ڪتاب نمبر

6



ڪتاب جو نالو: انيس جا افسانا
ليکڪ: انيس انصاري
پهريون ڇاپو: 1996ع
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي
فون: 7737290
ڇپائيندڙ: مهراڻ پبلشرز ڪراچي
مله: 60 رپيا

**"Anis Ja Afsana"**
(Stories by Anis)
Written by: Anis Ansari
Published by: Mehran Publishers, Karachi
Printed at Azad Communications Karachi- 74400 Ph: 7737290

Rs. 60

ملڻ جا هنڌ
شاهه لطيف ، ڪتاب گهر، ڪاڏي کاتو حيدرآباد.
نيشنل نيوز ايجنسي، ويجهو پاسپورٽ آفيس صدر ڪراچي.
ميمڻ نيوز ايجنسي، پاڪستان چوڪ لاڙڪاڻو.
عزيز ڪتاب گهر، بيراج روڊ سکر.
۽ سنڌ جا سڀ بڪ اسٽال

# ارپنا

اڌ صدي ڏکن ۾ ساٿ ڏني سڪن ۾ اڪيلو ڇڏڻ واري

## عائشه انصاري

جي نانءِ

# فهرست

# پڌرائي

سياري جي پاري ستينڌڙ راتين ۾ در دريون بند ڪري وڏي ڪمري جي وچ تي باهه جو پيڙ مچائي سوڙين ۾ ديڪجي ڪهاڻين پڙهڻ ۾ جو مزو ايندو هو سو اڄ بهترين افسانا ۽ ناول پڙهندي به نه ٿو اچي. ننڍڙي ذهن لالٽين جي ناڪافي روشني ۽ باهه جي ڄر جي گرميءَ ۾ داستانن جي لافاني ڪردارن کي پنهنجي محدود اپچ ذريعي جي صورتون ڏنيون سي اتي اڃا موجود آهن. وڏي هوندي انهن داستانن جهڙا ڪردار پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ۾ بري طرح ناڪامين جو منهن ڏٺو اٿم.

ڏاڍو پڙهيم، سنڌي، اردو، انگريزي ۽ ٻين ٻولين ۾. لکيم به گهڻو ئي پر اها لکت عام پڙهندڙن لاءِ نه پر آفيس فائيلن جي پيٽ ڀرڻ لاءِ هوندي هئي. روينيو کاتي جي سرڪاري ڪم جسم ۽ ذهن کي نچوڙي ڇڏيو.

جنهن عمر ۾ ماڻهو قلم رکندا آهن (ادبي تخليق جي حوالي سان) مان ان عمر ۾ قلم کنيو. اها عمر هئي جڏهن سرڪار ڪم ڪندڙ کي جسماني ۽ ذهني طرح بيڪار سمجهي پينشن تي اماڻيندي آهي.

جشن شڪارپور 1982ع جي سيمينار ۾ منهنجو مضمون، "شڪارپور جيئن مون ڏٺي" پڙهڻ بعد محترم رباني منهنجي ڪلهي تي اچي هٿ رکيو، چيائين، "اوهان ۾ لکڻ جا جيوڙا موجود آهن. مهراڻ لاءِ لکو." ڪجهه ڏينهن گذرڻ بعد جڏهن محترم نفيس احمد

شيخ شڪارپور ۾ 'مهراڻ لاءِ ڪجھ' ولڻ آيو تہ مون کي يقين ٿيو تہ واقعي اهڙا جيوڙا وجود رکن ٿا ۽ ڪنهن حد تائين مون ۾ موجود آهن. سال 1982ع ۾ پينشن تي آيس ۽ عام پڙهندڙ لاءِ لکڻ لڳس. مهراڻ ۾ منهنجيون ڪهاڻيون، خاڪا، تحقيقي مضمون ۽ نظم ڇپيا. موجوده ڪهاڻين مان ڪافي مهراڻ ۾ ڇپجي چڪيون آهن.

ڏاڍو اڪيلائي پسند آهيان. شخصي ۽ ادبي حيثيت سان ڪافي گهٽ سڃاتو ويندو آهيان. ايتري قدر جو پنهنجي ئي شهر جي هڪ مشهور، اديب منهن جو نالو 'خاتون لکندڙن' ۾ شامل ڪري جنس ئي تبديل ڪري ڇڏي. ڏوھ سندس بہ نہ آهي. تخلص جو اهڙو آهي!

ڇا لکيو اٿم؟ ان جو فيصلو اوهان تي آهي. البت اهو ضرور چوندس تہ مان هڪ سڌي سنئين ڪهاڻي (Story) پيش ڪئي آهي. منهنجي هر هڪ ڪهاڻيءَ جو پلاٽ جداگانہ آهي. ان ۾ هڪ جهڙائي ڪانہ آهي. اڪثر ڪهاڻين ۾ مان ڪنهن نہ ڪنهن نفسياتي الجهن کي پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ ڪن ۾ تفريحي پهلو.

اهو اعتراف اٿم تہ منهنجي ڪهاڻيءَ ۾ نہ زوردار ڊائلاگ آهن ۽ نہ پرپور فلاسافي. هڪ عام ذهني سوچ جي پيداوار آهن منهنجيون ڪهاڻيون!

**انيس انصاري**

# انيس جا افسانا

افساني کي مختصر ڪهاڻي به چون، پر ان مختصر ڪهاڻي جو اگهڙ
بي انتها وسيع آهي. ان ۾ داستانن جي قوس و قزح جا سمورا رنگ به
سمايل آهن ته اڄوڪي دنيا جي سموري ڪنورتا پڻ. هت لاشعور جي
ڪاري عرات ۾ تمڪندڙ بي شمار ۽ قطار ستارا به آهن ته شعور جي ٿڌي
چانڊوڪي پڻ.

اهوئي سبب آهي ته هن وقت دنيا ۾ Short Story يا افسانو بيحد
مقبول آهي. دنيا جو اهڙو ڪو ادب هوندو جنهن ۾ ان صنف چڱي
چوکي ترقي نه ڪئي هجي.

هاڻ ته ادب شناسي جا وڏي ۾ وڏا مظاهرا پڻ افساني جي بي انتها
قوت آڏو گوڏا ڪوڙيون بيٺا آهن. ڪيترن سالن کان ادب جو نوبل انعام
پڻ افسانه نويسن تي نڇاور ڪيو پيو وڃي.

داستان جي رنگ جدا ٿئي ٿو ۽ ڪٿا وڏڙن جي رت جي رنگ سان
سجاڻي سگهجي ٿي. Mythology بنيادي مذهبي رجحانن ۽ لاڙن جو
مظهر آهي. اهڙي طرح ڪهاڻي جا هڪ کان وڌيڪ رخ ڳولهڻ ان سان
زيادتي برابر آهي. پر افسانو هڪ اهڙي صنف آهي جنهن ۾ ڪيترا تهه ٿي
سگهن ٿا.

افساني جي شروعات جيئن ته ادب جي تاريخ ۾ ڪو گهڻو پراڻو
واقعو ناهي، تنهن ڪري ٻولين ۾ ان لاءِ ڪو پراڻو نالو نٿو ملي، اسان
وٽ اها ڪيفيت ٻين کان به نئين آهي. ان ڪري ان تي افساني جو نالو
پيو. پر اهو نالو به پنهنجي معنوي حيثيت ۾ نهايت عجيب آهي ۽ ڪيترين
دلپذير ڪيفيتن طرف اشارو ڪري ٿو. مزيدار ڳالهه آهي ته مريخ متعلق
يڪدم يڪ راءِ تي ڪجهه چئي سگهجي ٿو پر افساني متعلق ماهرين
ڪڏهن به هڪ راءِ جا ناهين ٿي سگهيا.

ڪهاڻي جو ڪارج تجربن جو بيان ته رهيو، پر صرف اهي جن مان

مسرت ۽ سرور حاصل ٿئي.

انساني سوچ جو ارتقا ۽ جياپي جي تمنائن جي دائري جي وسعت، پيداواري طريقن جي ترقي سان وابسته رهي آهي. موجوده صدي ۾ جنهن وسيع پيماني تي انهن طريقن ۾ تبديلي ۽ سنهجائپ پيدا ٿي آهي، زندگي جون مشڪلاتون وري اوترِيون وڌيون آهن.

اهڙي صورت ۾ پراڻي ڪهاڻي اجوڪي زندگي جي مختلف پهلوئن کي ماپي توري نٿي سگهي. ان لاءِ ڪو پيو ذريعو گهربل آهي، جيڪو زندگي جي نه سمجهه ۾ ايندڙ لاڙن جو هڪ سمجهه ۾ ايندڙ نقشو چٽي سگهي. اهو ئي سبب آهي ته افسانو مقبوليت جا سفر تي گامزن آهي.

افساني ۾ ڪهاڻي جو عنصر هڪ حد تائين مضبوط رهيو آهي. ڪردار کي اڃان سوڌي اهڙي حيثيت ناهي ملي جو اهو ڪهاڻي مٿان حاوي ٿي سگهي. افساني ۾ بيان ۽ ڪردار جي حيثيت جي تعين تي ڌي وٽ ٿيندي رهي آهي بيان ۽ ڪردار جي ان ڪشمڪش کي ائين ڪٿي چئجي ته واقعه جي بيان کي فوقيت هجي يا ڪردار جي اندروني پهلوئن کي اجاگر ڪرڻ تي زور-

اها بحث هڪ ڊگهو عرصو جاري رهي. ڪن عالمن جو چوڻ هيو ته افساني ۾ ڪردار جي اهميت بس واقعه ڪري آهي. پوءِ چو ان تي زور ڏئي واقعي کي ئي پٺي پويان اڇلائي ڇڏجي.

پريم چند وٽ ڪردارن کي اهميت ۽ فوقيت نظر اچي ٿي. ان سبب ڪري اسان سندس افساني ۾ ڪي خاميون چٽي طرح محسوس ڪيون ٿا. هو بنيادي طرح داستان کان بلند ٿيڻ جي شعوري ڪوشش ۾، لاشعوري طور تي ڪردارن کي اجاگر ڪرڻ لڳو. افسانن جي پيٽ ۾ سندس ناول وڌيڪ مناسب ٽڪنيڪ رکن ٿا. داستان کان پلئه ڇڏائڻ جي ان ڪوشش جي نتيجي ۾ حقيقت نگاري جنم ورتو ۽ نثر جا ڪيئي سهڻا، ظالم، مٺا ۽ ترش نمونا پڙهندڙن جي سامهون آيا. پر اهو حقيقت نگاري وارو معاملو پڻ ڪن گهمبير سوالن جي حوالي ٿي ويو.

مسئلو اهو هيو ته حقيقت جو پنهنجو تصور ئي بدلجڻ لڳو. ڇا جو ڪجهه نظر اچي ٿو اهائي حقيقت آهي؟

افسانه نگار ڪڏهن به پنهنجو پاڻ کي ان ڳالهه جو پابند نٿو ڄاڻي ته

هو ماضي جي گهري ۽ اٿاهه سمنڊ سان پنهنجو تعلق ڇني، يڪسر نئين سماج جي منظرنامي جو اسير ٿي وڃي.

افسانہ نويس ڪڏهن بہ اها غلطي نہ ڪرڻ گهندو تہ هو داستان کان آڪاڻي ۽ وري افساني تائين ڪيل سفر جي سيني تجربن ۽ مشاهدن کي وساري ويهي. جيئن ذهن ۾ موجود خيالن جو تاڻو لاشعور ۽ تحت الشعور جي چار سان تمام مضبوط آهي. ساڳئي نموني داستان ۽ آکاڻي سان افساني جو سنبنڌ آهي. هر هنڌ افسانو اسان کي جن چند شين جو مرڪب نظر اچي ٿو، ان ۾ اهي عنصر نمايان آهن. اهوئي سبب آهي جو ڪافڪا کان وٺي ڪامو (ALBERT CAMUS) تائين هر اديب انهن جزن کي ملائي اهڙو ڪُل تيار ڪري ٿو جنهن ۾ سندس انفراديت پڻ ڀهڪندي ٻاهر اچي ٿي.

اڄوڪو سنڌي افسانو، پنهنجي سماجي پس منظر سان ميل کايون بيٺو آهي. هونئن بہ ادب بنيادي طرح عصري تقاضن جو جواب ئي تہ آهي ۽ جيڪڏهن ائين ناهي تہ پوءِ ائين چئي سگهجي ٿو تہ هڪ تجربي کان وڌيڪ شايد ڪجهہ بہ ناهي.

اديب جي حيثيت هڪ خودمختيار اداري جهڙي آهي. هو پنهنجي ڪم جو تعين بہ پاڻ ڪري ٿو تہ پنهنجي مقصدن جي حصول لاءِ رستو بہ پاڻ ٿو ڳولهي ڪڍي. هو ادب جي ڪارج متعلق جيڪو بہ نظريہ رکڻ چاهي رکي سگهي ٿو. سندس مٿان ڪو دٻاءُ نہ آهي، بس صرف جيڪڏهن ڪجهہ آهي تہ اهو سندس ذهن جي هڪ ڪنڊ ۾ عام قبوليت جو هلڪڙو پاڇو.

اديب مٿان ڪڏهن بہ اها ذميواري عايد نٿي ٿئي تہ هو اڄوڪن مڃيل اخلاقي اصولن جي پاسداري ڪي ئي پنهنجو منصب ڄاڻي. سندس هيرو چور بہ ٿي سگهي ٿو. ها اها ٻي ڳالهہ آهي تہ سندس هيرو، چوري ڪندي ڪو اهڙو ڪم ڪري ڏيکاري، جيڪو روايتي ماپ سان هڪ معتبرانہ عمل ٿي پئي.

نسيم کرل جي "ڀهرين مراد" جو هيرو، باوصف زور بار پوڻ جي چوري ڪيل ڏور کي کُهي زمين ۾ پوري ڇڏي ٿو، پر موٽائي نٿو ڏئي. چاهي شهري روايتن ۾ ڪيس کو ڪريڊٽ نہ ملي، پر دهقاني سماج ۾

اهو عمل، مڙس ماڻهائپ جو حامل ضرور آهي. بلونت سنگهہ جا "ٽي چور" هڪ مڙس ماڻهو جي گهران چوري ڪندي، سندس زال واتان چئلينج قبولين ٿا ۽ معتبري جي اصولن جي نفي ڪندي، اڪيلي مڙس کي پنيان وار ڪندي ڪيرائين ٿا، پر بعد ۾ چوري ڦٻڻ تي هو سون جا زيور واپس سندس گهر ۾ اڇلي وڃن ٿا. اهڙي طرح هو پنهنجي ڪمزورين ۽ ڪوتاهين جو عملي اعتراف ڪندي پڙهندڙن وٽ هڪ سٺو مقام حاصل ڪن ٿا.

اسان جي پراڻي سماج ۾ ترت ۽ تکڙي سماجي انصاف جو تصور "سلطانہ ڏاڪو" جهڙين آکاڻين ۾ جهلڪي ظاهر ٿئي ٿو. ساڳئي داستاني روايت جو تسلسل، اجوڪن افسانن ۾ پڻ ظاهر ٿئي ٿو. جيئن اسان مثال طور ٻن افسانن جو ذڪر مٿي ڪيو سين. جيڪو ڪم پڙهندڙ کي ڪرڻ گهربو هيو اهو ڪم بعض دفعہ اديب پاڻ ڪرڻ لڳندو آهي.

افساني جي اوائلي دور ۾، اديب جو پڙهندڙ جي سمجهداري تي ايترو اعتقاد نہ هيو جيترو حقيقتاً هئڻ گهربو هيو. ان ڪري هو آخر ۾ پهچي نتيجو بہ پاڻ اخذ ڪري پنهنجي لفظن ۾ ڏئي ڇڏيندو هيو.

شايد ان دور ۾ اهو طريقو مناسب هيو. پر اڄ جڏهن اسان اهو ڪجهہ پڙهون ٿا تہ اسان کي اديب جي نتيجي اخذ ڪرڻ واري اها ادا ڪجهہ غير ضروري لڳڻ لڳي ٿي.

هڪ تہ ائين لڳي ٿو جڻ ڪا ڳالهہ ورورو دهرائي وئي هجي. ٻيو تہ پڙهندڙ جي تصورن کي، جيڪي افساني جي پراثر تحرير ۽ واقعن جي سهڻي پيرائي جو قيمتي شراب پي مست ٿيا آهن، تن کي محدود دائري ۾ قيد ڪيو ويو هجي. ٻيو تہ نهيو ان ڳالهہ کي اسان منشي پريم چند جهڙي بيمثال اديب جي افسانن ۾ بہ ڏسون ٿا. سندس افساني "سفيد خون" جي مرڪزي ڪردارن جو پٽ ننڍپڻ ۾، سندن بک ۽ بدحالي جي دور ۾ وڇڙي ڌار ٿيو هيو. هو ويچارو ٻن ڏينهن کان بکون ڪاٽڻ کان پوءِ پادري جي هٿان بسڪوٽ ۽ مزيدار شيون هٿ اچڻ تي، پادري جي قلي پنيان روانو ٿي ويو ٿو. جڏهن اهي دکي پيءُ ماءُ وڏي عمر ۾ خوشحالي کي رسن ٿا، جڏهن سندن وڇڙيل پٽ کين اچي ملي ٿو، جنهن جي ياد ۾ هو پنهنجي زندگي جو هر ڏينهن ڏک ۽ پيڙا ۾ گهاري

رهيا هيا، ته هو ويچارا سماج جي مخالفت ۽ وڏي مصيبت آڏو، پنهنجي جگر گوشي کي هانوَ سان به لائي رکي نٿا سگهن. برادري جو زور آهي ته غير مذهب ۽ عيسائي شخص جيڪڏهن سندن گهر ۾ رهندو ته ڪيس ڇوت ڇات وارو ليکو رکيو آهي، نه ته سمورن گهر وارن کي ٿالهي ٻاجهي مان ڪڍڻو پوندو.

مصيبت ماريا پيءُ ماءُ، ڪيئن ڪن؟ ڇوڪرو تعليم جي روشني ۾ اهڙي جهالت ڪيئن برداشت ڪندو؟ هو ساڳئي ڏينهن واپس موٽي ٿو. پيءُ جو هيانوَ مهنجي ٿو پئي. هو ڏک ۽ ياس جو مجسمو ٿيو پيو آهي. هو ويندڙ پٽ کي ڏسي سوچي ٿو... "اسان جو رت اڄ ٿي ويو آهي." جيڪڏهن پڇاڙي تي اهو جملو نه لکيو وڃي ها ته افساني جي دلڪشي يا تاثر گهٽجڻ بدران وڌي ها. ڇو ته ساڳيو جملو ڏيڍ صفحو اڳ افساني ۾ موجود آهي. ان پهلو کي پڙهندڙ ذهن ۾ جڳهه ڏئي چڪو آهي. پر ان سان گڏوگڏ ٻيا به پهلو آهن، جيڪي سموري سماج جي ڍانچي ۾ موجود ڪمزور جوڙن ۽ اڻگن لاڙن کي اگهاڙو ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. پوءِ اديب هرويرو اهو جملو آخر ۾ آڻي افساني جي مجموعي تاثر کي محدود رکڻ جو سزاوار ڇو ٿئي.

ساڳئي طرح پريم چند "اماوس ڪي رات" ۾ هڪ نادار امير کي ڏيکاري ٿو، جيڪو هاڻي مفلسي ۽ بيماري ۽ صدمن ۾ پنهنجي مرندڙ بيمار زال لاءِ حڪيم وٽان دوا يا همدردي حاصل ڪرڻ ۾ ناڪام ٿيو آهي. پئسا نه هئڻ سبب ڏڪارجي گهر موٽي ٿو ۽ مايوسي جي ان گهڙي ۾ ويهي پراڻا ڪاٿا ساڙي ٿو، ته سندس وڏڙن هٿان مدد حاصل ڪري معتبر ٿيل خاندان جو ڪو امير، وڏڙن جو قرض موٽائڻ لاءِ حاضر ٿئي ٿو... اهو ڪاٿو، اهو حساب شايد هو ساڙي ته نه وينو هيو- گهر ۾ آيل لڪشمي اڻين واپس ته موٽي نه ويندي، زال جو علاج نه ٿي سگهندو، هن لاءِ دوا نه اچي سگهندي... هو آس ۽ نراس جي عجيب اذيت ڏيندڙ سمنڊ ۾ غوطا کائيندو وڃي ڪاغذ ڦٽوڙي ٿو- اڄهو! ڪاغذ ته هٿ آيو، خوشي جو زور آهي. پئسا ملن ٿا، چند نه پورا پنجهتر هزارروپيه! وڃي زال کي اٿاري ٿو- هي ڏس هيڏا سارا نوٽ، هيڏي ساري رقم، هاڻي ته دوا به ايندي، مفلسي به ڏڪجي ويندي.

پر افسوس! سندس زال هاڻي بيماري ۽ مفلسي جي سزا ماڻڻ کان دور وڃي چڪي آهي. پيرين اگهاڙو، لٽن کان سواءِ، هو ڊوڙندو وڃي حڪيم جي در تي پهچي ٿو. پنجهتر هزار جا نوٽ حڪيم جي منهن تي اڇلي هو ليلائي ٿو- "هان! هي پئسا- هاڻي هلي رڳو منهنجي گهر واري کي هڪ لحو اکيون پٽاءِ- صرف هڪ لحو هي تنهنجو انعام آهي، هي سندس هڪ نگاهه جو صدقو آهي، اوهان کي پئسا انسان جي جان کان وڌيڪ پيارا آهن، هي اوهان جي نذر آهي..."

ان جڳهه تي پهچي، افساني ۾ عين ڪلائمڪس وقت جڏهن تضادن کي، اديب ايترو اوچو وٺي اچي ٿو- هو غلطي ڪري سموري اثر کي گهٽائي ڇڏي ٿو- حڪيم جي واتان ندامت جا جملا لکي ٿو ويهي. "مون کي افسوس آهي. مان هميشه لاءِ تنهنجو گنهگار آهيان. پر تون مون کي سبق ڏئي ڇڏيو. ايشور گهريو ته اڳتي اهڙي غلطي نه ٿيندي- مون کي افسوس آهي، واقعي سخت افسوس آهي."

وري جي اديب اتي بس ڪري ها ته به چڱو. هو ان کان به اڳتي وڌي ٿو وڃي ۽ افساني جو آخري جملو تحرير ڪري ٿو. جيڪو هو پنهنجي طرفان چئي ٿو. هو لکي ٿو: "اهي ڳالهيون حڪيم جي دل مان نڪتيون هيون."

جڏهن اسان پاڻ سماج جا تضاد، سعد ۽ نحس، سٺا ۽ برا، ثواب ۽ گناهه، اوچ ۽ نيچ، طاقت ۽ ڪمزوري، خوشي ۽ غم جون ڪيفيتون چٽيون ٿا ته اهو اسان کن ڪيفيتن کي واضع ڪرڻ لاءِ ڪيون ٿا. اهڙي طرح ڪمزوريون چاهي فرد جون هجن يا سماج جون، اڏو آٿي، پنهنجو پيغام واضع طرح سان چٽيون ٿا ته جيئن ان جو تاثر برقرار رهي.

پر جي اسان پاڻ ڇيڙي نبيري ڪري، گناهگارن کي سزا ڏئي، صالحن کي انعام ڏئي ڪم پورو ڪري ڇڏيون ته باقي پڙهندڙ ڇا ڪندو؟ سندس ذهن ۾ قدرن جو پنڊڻ ڪيئن مچندو. انصاف ٿي ويو، گناهگار کي سزا ملي، خطاڪار توبهه تائب ٿيو، حقدار کي انعام مليو... الله الله خير صلح...

اهو ته ٿيو اوائلي داستان وارو حساب، جڏهن ڳالهه پڌائيندڙ آخر ۾ چوندو هيو "... پوءِ ڪالهه ڏٺوسين ته سڀ کلندا خوش ٿيندا، دهل

شرنايون وڇائيندا ڏگهه ڏيون پئي ويا." يا وري "... ۽ سيئي ڪل خوشي ۽ ميٺ مناج ۾ وقت گذارڻ لڳا." ۽ ٻڌندڙ دلجاءِ ڪري، وڃي ٻانهن سيراندي ڪندا هيا ۽ ننڊ جي مهربان ديوي ڪين، ڏينهن جي ڏوجهرن کان ڪيئي ميل پري کڻي ويندي هئي.

پر هاڻي ادب جو ڪارج صرف ڪل خوشي آڻڻ ناهي، ادب ۾ خوبصورتي سان گڏ خوفناڪي به آهي، اهو هاڻي پنهنجا ٻيا ڪارڻ به ڳولهي ويٺو آهي. اهو انساني ڪيفيتن جا سيئي پهلو جاچڻ گهري ٿو. مسئلن جي حل جي ڳولها ۾ سيني سان هم قدم رهڻ گهري ٿو. دنيا ۾ اڀرندڙ روز نون تضادن جي نتيجي ۾ پيدا ٿيندڙ مونجهارن کي سمجهڻ گهري ٿو- صرف بک بدحالي نه، ڪل خوشي ۽ پيٽ ڊوءُ به ڪيترن گناهن ۽ ڏک ڏوجهرن جو ڪارڻ ٿئي ٿو. نه صرف اهو بلڪ ان کان به اڳتي وڌي، نه سمجهه ۾ ايندڙ اداسي جي حويلي جا زنگ لڳل ڪڙا ۽ ڪنڊيا وڃي کولي ٿو.

"انگڙائي" ممتاز شيرين جو افسانو هڪ غير معمولي موضوع تي آهي، جنهن ۾ هوءَ هڪ نوجوان نينگري ۾ هم جنسي جا رجحان بيان ڪري ٿي، جيڪي آهسته آهسته تغير پذير ٿيندا، وڃن ٿا عمومي رخ وٺندا. ان درجي وار تبديلي جو هڪ سهڻو گراف چٽيل آهي. پر ڪٿي ڪٿي ۽ خاص ڪري آخر ۾ گراف جي انهي ليڪ کي جيڪا درجا مٽائيندي مٽي وڌندي ٿي وڃي، وڌيڪ گهرو بنائڻ ۽ چٽي ڪرڻ لاءِ ٻيهر ليڪون ڀاتيون ويون آهن. ڇا گراف جي مٽي ويندڙ سنهي ليڪ پاڻهي ان تغير جو داستان نه ٿي ٻڌائي؟

اديب جو پڙهندڙ مٿان گهٽ اعتماد افساني جو لطف گهٽايو ڇڏي. يا ايئن کڻي چئجي ته جذبن جي اظهار تي اضافي زور افساني جي فني خامي آهي. 'دل داغ داغ' واجده تبسم جي افساني جو مک ڪردار ٻالڪ نينگري گهر جي مخالفت باوجود ڪتو پالي ٿي. ان سان سندس پيار هڪ عجيب دلچسپ زندگي ۽ مزيدار گهڙيون مهيا ڪري ڏئي ٿو. نينگري سامائجي شادي ڪري "پيا کي گهر" وڃي ٿي پهچي. ڪتو به ڪڏ وڃي اتي نڪري ٿو. آهسته آهسته نينگري جي توجه ڪتي کان گهٽجندي ٿي وڃي. ڪتو اها ڳالهه محسوس ڪري ٿو- پريشان ٿئي ٿو ۽ پوءِ ڪنبب

کي پريشان ڪرڻ لڳي ٿو ڪنهن وٽ ايترو وقت نہ آهي جو ڪتي جي مسئلي کي سمجهي. ڪتي مان مالڪ بيزار ٿي ٿا پون. گهران ڪڍائي پري ڪتي ٿا اڇلائن. چند ڏينهن بعد ڪتو سهڪندو واپس اچي ٿو نڪري- وري ساڳئي پريشاني آهي. نينگري کي مڙس ۽ نئين پيدا ٿيل ٻارڙي مان ذري جي بہ فرصت نٿي ملي جو ڪئي ڪتي ڏي ڌيان ڌري.

هڪ ڏينهن اوچتو اهڙو واقعو ٿو ٿئي جو ڪتو، پنهنجو پاڻ کي ڏوجهرن ۾ وجهي پنهنجي روايتي وفاداري ڏيکاري ٿو.

نفسياتي تفسير جي هڪ سهڻي جهلڪ آهي. پر مقصديت کان وانجهي- بيان سنو آهي، حقيقت نگاري جا پڻ بهترين نمونہ ملن ٿا- پر اهو سڀ ڪجھ ڇو؟ اديب چوڻ ڇا پئي چاهي ۽ ڇا اهو ڪجھ چوڻ ۾ بہ ڪيس ڪاميابي ٿي؟

جيڪڏهن جاندار جي بي لوث محبت جو بيان ئي ڪرڻ گهري ٿي ۽ ان سهدار لاءِ مناسب ۽ گهربل توجہ جي طلبگار آهي تہ ڪيس ايترو ضرور ڪرڻ گهربو هيو جو آخر ۾ ڪلائمڪس کي پنهنجي پوري نڪتہ عروج تي رسائي ها- سڙندڙ ڪمري مان ٻارڙي جي بستري کي گهلي ڪڍي ايندڙ زخميل ڪتي کي وڃي وڻ جي پاڙ ۾ سمهڻ بدران، پنهنجي مالڪ جي پيرن ۾ ڪري مرندي ڏيکارڻ مناسب اثر ڇڏي ها.

واقعن جو حقيقت پسندانہ ذڪر ان وقت تائين گهرو تاثر هرگز نہ ڇڏيندو جيستائين ان ۾ افسانويت جي عرق کي باھ جو سيو ٽچڪو ڏياري دوآتشہ نہ بڻائجي.

يا وري پاڻ واقعو ئي ايڏو غير معمولي هجي جو ابرندو، ٽچڪندو، چلندو، پچرندو ڪُنيءَ جي ڪناري مٿان ٻرڪندو اچلون ڏئي.

سنگر (Singer) جي هڪ افساني ۾ هڪ ڪراڙي عورت باوجود پنهنجي وڏي عمر ۽ ڪمزور جسم جي لٽا ڪپڙا ڌوئي گذران ڪندي هئي. ڪراڙپ جا اهي ڏينهڙا سندس همت ۽ جذبي کي روڪي نہ سگهيا هيا. جيڪڏهن هو چاهي ها تہ دنيا ڪيس رحم ڪري گهٽو ڪجھ ڏئي سگهي ها. پر ان کي هو توهين سمجهي پئي. ڳالھ ڪندڙ شخص پاڻ يهودي آهي ۽ ڪراڙي عورت عيسائي. هڪ دفعي شديد سيارو آيو- هوءَ بيمار هوندي بہ آئي ۽ لٽا کڻي وئي. پر موٽي نہ، مهينو گذري ويو- نيٺ

هڪ ڏينهن سنڌس پاڇو موٽيو، جو ڪيس بيماري صفا ختم ڪري ڇڏيو هيو- هو لٽا ڌوئي واپس ڏئي وئي. صاف لڳي پيو ته سنڌس طبيعت ٺيڪ ناهي، هو صرف ان ڪري ڪم پورو ڪري ڏيڻ آئي هئي جو سنڌس مٿان ذميواري هئي، جيڪا ڪيس هر صورت ۾ پوري ڪرڻي هئي. پوءِ هوءَ وري نه موٽي.

ڳالهه سڌي، سٺاءُ عام، واقعن جي ترتيب بلڪل درست باقي ڪهڙي ڳالهه هئي جيڪا اديب چوڻ چاهي پيو؟

اديب ڪي جيڪو پيغام پهچائڻو هيو اهو افساني جي آخري سٽ ۾ پنهان آهي. اديب سماج ۾ مذهب جي ڪنرپٽي جي ڪري پيدا ٿيل گمانن خلاف، عام مشاهدي ۽ انساني همدردي وارن هٿيارن سان وڙهي ٿو- سنڌس حملو محسوس نه ٿيندڙ پر ڪامياب آهي.

هو چئي ٿو:

"آءٌ ان ڪراڙي ڪپڙن ڌوئڻ واري عورت ڪان سواءِ جنت جو تصور به نٿو ڪري سگهان. آءٌ ته اهڙي ڪنهن دنيا جو به تصور نٿو ڪري سگهان جتي محنت جو اجر نه ملندو هجي."

سنڌي افسانو پڻ روايتن جي پنڌٽن مان سَنڌ سڌا ڪري منهن مهانڊا ڪيڍي پنهنجي مخصوص طرز سان سماج جي لاڙن سان لڙندو، هلندو، اڳتي وڌندو ٿو اچي.

جمال جو اوائلي دور ۽ برصغير ۾ بغاوت جو اوج، مڙني گڏ هليا- سامراج جي مخالفت، پراڻي سماج جي مخالفت لڳندي هئي، انڌي ۽ اونڌي قانون ۽ طريقن جي مخالفت چٽي هئي-

"گاڏي چيڪٽ ڪندي رواني ٿي، منيءَ سوڊا ۽ نارنگي جي رس ڪان پري. مائي جو سرتاج، ابهم جو پيءُ، هن ننڍي نظام شمسيءَ جو مرڪز، اونده ۾ غائب ٿيندو ويو."

هڪ ٻئي افسانې 'پيراڻي' ۾ غربت جي هڪ اثرائتي تصوير چٽي اٿس- پيءُ جي شفقت، ممتا جي ڇڪ ۽ معصوم ٻار جي تصورن ۽ امنگن جو خون افساني جي افق تي موجود نظر اچن ٿا.

سماج ۾ روزمره زندگي ۾ پيش ايندڙ واقعن جو ايڪسري ڪري صحيح حقيقت واضع ڪرڻ جي طاقت ان فنڪار ڪي هوندي آهي،

جنهن کي همدردي جي زيور سان آراسته ۽ پيراسته ڪيو ويو هجي.
Norms کي معاشري ۾ جيڪا قبوليت حاصل آهي ان ڪيس عام مثان
وڏي طاقت ۽ اثر عطا ڪيو آهي. ايتري قدر جو ظلم جاري رهن ٿا،
استحصال ٿيندو ٿو رهي، پر جيئڻ ته اهو معمول آهي ان ڪري ڪو اک
کڻي به نٿو ڏسي ۽ اها ڳالهه ڪنهن کي نظر ئي نٿي اچي.
جمال Norms جي هڏڪاڻ کان قطع نظر، ان ۾ موجود ڪمزور ۽
خراب پهلو کي چٽو ڪري ٿو بيهاري. سندس پشو پاشا چٽ بغاوت جو
ترانو آهي. سماجي قدرن جي کوکلائپ جي هڪ سهڻي تصوير آهي.

مختصر ڪهاڻي، مختصر لفظي ورجاءُ ۾، وزن جي ماپ تور سان
پڌل، نثري تحرير جو هڪ سهڻو مثال آهي. داستان وڏي جوان ٿيو،
ڪهاڻي ٿي پئي- هڪ پهلو مان وڏي به ٿي پهلو ٿيا. طرز تحرير، لفظن
جي جوڙجڪ ۽ عمومي لهجو، عام استعارا سينني گڏجي سدو ۽ آسان
معاملو رکيو. نه سمجهڻ ۾ ڏکيائي، نه ئي تفسير جي پرواه- تحرير جو
حسن، اهو آهي جڏهن بدلجندڙ لمحن ۽ مختلف مرحلن جو فوري ادراڪ
ٿي سگهي.
شهر جو بيان آهي

"پشو اتي پهتو جتي گند جا ڍير، ڪارخانا ۽ دونهان، شور ۽ غل لڳو
پيو هو. گهٽيون ۽ رستا ايترا، جو پتو ئي نه پوي ته ڪٿان آيا، ڪاڏي ويا.
نه وري ڪو پورو ڏس ئي ڏئي. هر ڪو پنهنجي شخصيت ۾ ئي وچڙيو پيو
هو. سڀ ڪو وٺ پڪڙ ۽ ڇڪ ڇڪان ۾ پورو ائين ٿي ڏٺو ته ڪنهن وڏي
مڪار ۽ چالاڪ ڪيڏاريءَ، ڪنهن خاص ۽ ناپاڪ مطلب ڪاڻ، هن
سڄي شهر کي، انجڻ وانگر ٿي هلايو، جنهن انجڻ جا پرزا ۽ ڪلون، هي
موڳا ۽ بي جان ماڻهو هيا. انجڻ جي رٽ ۽ ڪٽ ڪٽ ۾ ڦري، جڏهن هي
انساني نٽ بولٽ طاقت ڇڏي، گر گهلا ٿي ٿي ويا، ته مشين جي تيز رفتار
مان ننڍي، زور سان وچي ٿي پٽ تي ڦهڪو ڪيائين. جتي چٻا ٿي
ڪنجي ڪنا ٿي ويا..."

چند لفظن ۾ شهري ۽ صنعتي سماج جي تصوير ڪشي ڪري
گهربل تاثر پيدا ڪيو ويو آهي. هت ڪن ڳوڙهن اقتصادي مسئلن کي
سمجهڻ يا سمجهائڻ جي ضرورت آهي نه گهرج. بس اهي چند لفظ

ڪافي آهن.

هڪ ٻئي افساني ۾ غربت ۽ بيماري جي تصوير چٽيل آهي. سنگدل سماج وٽ تنگدستي جو تصور ڪھڙو هوندو. بيمار کي دوائن جو چڱو ڏئي ۽ سُٺي کاڌي جي تلقين ڪئجي ٿي. پڇاڙي ۾ لفظ ڏسو ته ڪھڙا تز ۽ تصويري استعمال ڪري ٿو.

"گاڏي چيڪٽ ڪندي رواني ٿي، مٺيءَ سوڊا ۽ نارنگي جي رس کان پري. مائي جو سرتاج، ابهم جو پيءُ، هن ننڍي نظام شمسيءَ جو مرڪز، اونده ۾ غائب ٿيندو ويو."

افساني جي جيڪڏهن ڪا آئيڊيل شڪل آهي ته اها اسان کي قادري صاحب جي افسانن ۾ بدرجه اتم نظر اچي ٿي. واقعن جي بيان ۾ تسلسل، جيڪو بنيادي خيال جي ڏوري ۾ مضبوطي سان پوئيل آهي. اياز قادري وٽ لفظ پنھنجي اصلي رنگ ۽ معنيٰ ۾ ملن ٿا. سندس افسانو لفظن جي قناعت جو هڪ مناسب مثال سڏائي ٿو. اياز قادري جي افسانن کي ڪنهن وڏي سماجي واقعي يا تحريڪ جي ضرورت نه هئي. هن عام زندگي جي معمولي واقعن مان پنھنجا موضوع ڳولهي ڪڍيا ۽ ڪنهن به سهاري کانسواءِ هلائي ڏيکاريا.

سياسي تبديلين جا جيڪي به سبب هجن، ون يونٽ کي مغربي پاڪستان جي ننڍن صوبن جي پڙهيل لکيل مڙني غير مناسب ڄاتو. ون يونٽ خلاف مختلف تحريڪن جنم ورتو. سنڌي افسانو پڻ ان کان متاثر ٿيو. امر جليل جا افسانا ان تاثر جي ڦيٽڻ تي ڦرڻ لڳا. پڙهيل لکيل ماڻهن ۾ انهن جي مقبوليت چڱي طرح ڏسي سگهجي ٿي. سندس افسانن جي هڪ خصوصيت اها به آهي ته اهي گهڻي ڀاڱي آتم ڪٿا تي ٻڌل (Autobiographical) آهن. ڪنهن چواڻي شاگردي جي زماني ۾ جيڪي ڇوڪراڻيون حسرتون ۽ خواهشون ناتمام رهجي وينديون آهن، تن جو جيڪڏهن ڪو مناسب عڪس ڳولهجي ته اهو جناب امر جليل جي افسانن ۾ جهلڪندو نظر اچي ٿو.

جيتري قدر خود افساني جو تعلق آهي، ان ۾ هنري لحاظ کان ڪيترا تجربا به ٿيا. پر فني لحاظ کان ڪا قابل قدر تبديلي نظر نه آئي. علي بابا ۽ نسيم کرل جي روپ ۾ سنڌي افساني کي هڪ مزدور ۽ هڪ جاگيردار

مليو، اهڙي طرح سماج جي هيٺئين ۽ مٿئين پنهي طبقن جي چڱي عڪاسي ٿي.

ون يونٽ جي نسبت مارشل لا کي اديبن ڪا خاص اهميت نہ ڏني. چند نوجوان افسانہ نگارن کان علاوه ڪنهن بہ مارشلائي ڏاڍ جي مزاحمت نہ ڪئي. شايد سوويت روس جي شڪست ۽ ان جي ٽٽڻ کي ماڻهن عوامي امنگن جو خاتمو سمجهيو. نظرياتي طرح ڪيسا خالي اديب ان ڏس ۾ ڪا خاص پوک نہ پوکي سگهيا.

حفيظ ڪنبر سماجي حوالي سان دليرانہ افسانا لکيا. جن موضوعن تي چيڙ چاڙ جي بندش سمجهي ويندي آهي، اهي تحرير هيٺ آندائين. سندس افسانن جا ڪردار چٽا آهن جن جا عڪس گهرا آهن. اهو محسوس ٿئي ٿو تہ جيڪڏهن هي صاحب ناول طرف ڌيان ڏئي تہ سٺا نشان ڇڏي سگهي ٿو. اڄ جي افساني جي چند معتبر نالن ۾ منظور ڪوهيار جو نالو اچي ٿو. سندس افسانو پنهنجي روايتي حسن سان ٻولي جي جولاني ڏيکاريندو نظر اچي ٿو. موضوعي حساب ۾ پورو محاورو، تز ۽ ٺهڪندڙ لفظن جو استعمال ۽ موضوع جي ڪلي پهلوئن جي تفصيلي مطالعي سبب هن جا افسانا شاهڪار بڻجي وڃن ٿا. هو سماج جو طالب علم آهي ۽ سندس اها تربيت سنڌي افساني جي وڏي ڪم اچي رهي آهي.

افسانہ نگار ڊڪٽيٽر ٿئي ٿو- جو ڪيس مطلق النعاني جي اجازت بہ آهي تہ حق بہ. اهو حق کيس ان ڪري مليو آهي جو افساني جي هنري جوڙجڪ ئي اهڙي آهي. کيس اجازت ان ڪري آهي جو هو واقعن جو اپنار ڪري ٿو. واقعو تہ واقعو آهي. يعني اهو وقوع پذير ٿي چڪو آهي يا ٿي رهيو آهي. جنهن جي سيني تفصيلن جي خبر بہ صرف افساني نگار کي ئي آهي. تنهن جي ذڪر ۾ ٻيلا ٻيو ڪو ڪيئن ٿو دخل ڏئي سگهي؟

سج جي طلوع ٿيڻ جو ذڪر جنهن سولائي سان ڪري ٿو، ساڳئي سولائي سان هو اڪرم کي هٿ ۾ پٿر ڏئي روڊ تي ڊوڙائي سگهي ٿو- کيس ڪير روڪي سگهندو. پر ان جي ڀيٽ ۾ ناول نگار ڪنهن کي هٿ ۾ ائين پٿر کڻڻ نہ ڏيندو جيستائين اهو ڪردار پاڻ، آهستگي سان

هڪ ڏکي تغير ۽ تبدل جو شڪار ٿئي ٿو ٿئي. دوستو وسڪي Crime & Punishment ۾ ڪردارن جي عمل کي هڪ ڏکي نفسياتي مطالعي سان ائين غلطان ۽ پيچان ڪري ڇڏي ٿو جو بعد وارو ناول بنا ڪنهن توضيع جي هلڻ ۾ ڳهري ته هلي نه سگهي.

Nadine Gordimar جي هڪ افساني ۾ شڪار تي ويندڙ آبادگار جي رائفل اوچتو چڻي پوڻ تي سندس عزيز نوڪر فوت ٿي ٿو وڃي. آبادگار اڇي چمڙي وارو ۽ سندس نوڪر ڪارو آهي. ڏکڻ آفريڪا ۾ جتي سياسي ميدان ۾ اڇن ڪارن جي چتي چڪتاڻ جاري آهي، اهو اتفاقي حادثو، هڪ وڏي سياسي اهميت حاصل ڪري سگهي ٿو- خاص طرح ان ڪري به جو اهو آبادگار، اڇن جي هڪ جماعت جو مک عهديدار پڻ آهي. دنيا جي اخبارن ۾، ڪارن جي همدردن ۽ نسلي ڀيد جي مخالفن وٽ اهو واقعو اڇن جي ڏاڍ جو هڪ بهترين نمونو بڻجي پيش ٿي سگهي ٿو، سياسي ڪشاڪشي جي اڄوڪي دور ۾ جتي افواه سازي ۽ خبر رساني ۾ ڪو فرق نٿو ڪري سگهجي، بي اعتباري پنهنجي عروج تي آهي، پوءِ ڪو، ڀلا ڇو اعتبار ڪندو ته ڪاري نوڪر جو موت اتفاقي حادثي جو نتيجو آهي ۽ ڏاڍ جو نمونو ناهي؟

افسانه نگار، اڄوڪي دنيا جي ان ڪيفيت جي مخالفت ڪرڻ گهري ٿي، هوءَ پڻ سچي فنڪارن جيئان سچ جو پاسو مٿي ڏسڻ گهري ٿي، هو چاهي ٿي ته ٻيا اڄوڪي سياست جي گندگي مان پنهنجو پلئه آجو ڪري ان قسم جي انداز فڪر کي قائم ڪن. ان لاءِ هوءَ هڪ امرانه قدم کڻي ٿي-

افساني جي پڇاڙي تي هو چئي ٿي ته ان واقعي جي تفتيشي رپورٽ ۾ اها ڳالهه پوري طرح واضح ٿي آهي ته اهو اتفاقي حادثو هيو. جنهن ۾ هن جو ڪو ڏوهه نه هيو. پر اها رپورٽ ڪنهن ٿاڻي جي رڪارڊ روم ۾ بند هوندي، ۽ هڪ ڏينهن ڪو سياسي احتجاجي جلوس اچي ان ٿاڻي کي به باهه ڏئي ڇڏيندو، جتي ٻين شين سان گڏ سندس بيگناهي جي اها رپورٽ به سڙي راک ٿي ويندي، ڀلا ڪير چئي سگهندو ته هو بيگناهه هيو. ڪنهن کي خبر پوندي ته مرڻ وارو هن جو پنهنجو پٽ هيو.

ڪهڙي طرح هو بنا ڪنهن ٽلهه ٻڌڻ جي، سبب ۽ ڪارڻ لکڻ جي

بس هڪ جملي ۾ هڪ واقعي جي هيڏي ساري اهم حقيقت جو ذڪر ڪري بنا ڪنهن توضيح پيش ڪرڻ جي ڇڏي ٿي ڏئي، ان کي آمريت سڌڻ کان پلا ڪيئن رهي سگهجي ٿو. پر اهوئي سڀ ڪجهه تہ افساني جي هنري بناوت آهي.

افساني جي خمير ۾ سوانحي عنصر بہ بنيادي حيثيت رکي ٿو. انسان هميشہ پنهنجو پاڻ کي زندگي جي وسيع اسٽيج جي وچ تي ڏسو آهي. هو ان اسٽيج تي رونما ٿيندڙ واقعن ۽ حادثن کي ويجهڙائپ جي حوالي سان محسوس ڪري ٿو- جيڪڏهن ڪاله ميڪسيڪو ۾ زلزلي سبب سٺ هزار ماڻهو مري ويا، تہ ان جو تاثر ايترو ناهي، جيترو، هڪ دوست جي پاءُ جو ڏاڙيلن هٿان مارجي وڃڻ جو ٿيندو. ان کان وڌيڪ اثر پٽ جي زخمي ٿيڻ جو ٿيندو- ۽ شايد سڀني کان وڌيڪ اداسي، پنهنجي محبوبہ مارٿا جي پرڻجي وڃڻ سبب ٿئي.

اديب جيئن تہ وڌيڪ حساس ٿو ٿئي، هو پنهنجي ذات سان وابستہ واقعن جي اثر کي وڌيڪ جلدي ۽ وڏي گهرائي سان قبول ڪري ٿو، اندر جي عميق مان جڏهن ڪو واقعو بيان ٿيڻ لاءِ ٻاهرنڪري ٿو تہ اهو پاڻ سان تصورن جا شفاف موتي ۽ گهرائي جي گپ ۽ گندگي بہ ساڻ آڻي ٿو.

اندر مشاهدي جو Reservoir بہ آهي تہ سندس ڪمزور تمنائن ۽ ناموزون خواهشن جو قبرستان بہ- اديب جو ڪجهه ڏسي پسي ٿو اهو تہ سندس مشاهدي جو حصو بڻجي وڃي ٿو، جنهن Reservoir مان هو گهڻو ڪجهه ڪٺندو وڃي ٿو پنهنجي بيان ۾ داخل ڪندو. ايتريقدر جو پنهنجي افساني ۾ جتي ڪيس ڪن واقعن، جن کان هو متاثر ٿيو هيو، جي بيان ۾ افسانويت آڻڻ لاءِ بہ مشاهدي جي عظيم اسٽور مان ڪجهه ڪڍي، ان واقعي سان ان کي اهڙي طرح مدغم ڪيو ڇڏي جو سڀئي ڳالهيون يڪجان ٿي هڪ ٿيو وڃن.

اهڙي طرح شعور جي سطح تي آيل سمورن تفصيلن کي بيان ڪبو تہ اهو اهڙو ڪجهو چٽو هوندو جنهن ۾ اسان جي ذهن جي گندگي هر سطح تي نمايان نظر ايندي، اسان جي خواهشن جا پاڇا هر شيءِ تي پئجي، ان جي اصل شوخ رنگن کي ڳوڙهو بڻائي وجهندا. ان وقت هنر جي ضرورت پئي ٿي، تہ جيئن اهو واقعو، جنهن کي پڌائڻ جي، Share

ڪرڻ جي خواهش اندر ۾ اهڙو تلاطم پيدا ڪيو، جنهن سبب ڳري ويلن جي منٽي ۽ سڙي ويلن جي رک بہ تري اچي سطح تي بيٺي، تن اصل ڳالهہ کي تہ لڪائي ڇڏيو.

هاڻي افسانہ نگار جي هنرمندي جو ڪمال ان وقت مجبور، جڏهن هو اجاين تفصيلن کان جلد ۽ سهڻي نموني جان ڇڏائي، گهربل تاثر پيدا ڪرڻ لاءِ ننڍڙا ۽ موزون اشارا چونڊي ڌار ڪري، واقعن کي مناسب طرح سان ترتيب ڏئي اصل پيغام کي انهن ۾ پنهان ڪري ڇڏي.

ان هنرمندي ۾ سندس فنڪارانہ تصور ڪيس مدد ڏين ٿا، ساڳيو واقعو اسان توهان سڀني ڏٺو هوندو. ڪنهن بيان بہ ڪيو هوندو، پرجڏهن ڪو فنڪار ان واقعي ۾ پنهان رمزن کي نروار ڪري ٿو، هن جي تصورن پٿر ۾ جنهن بت کي آرس پيچندي ڏٺو آهي، هو قلم جي تيشي سان، واقعي جي سر کي تراشي، پڑهندڙ کي ان بت جي جهلڪ ڏيکاري ٿو.

ويچاري سسئي جي ڏونگر ڏورڻ ۾ ڪجهہ ناهي رکيو، جيڪڏهن هجي ها تہ هڪ لطيف ڇو، ڪيئي هزار شاعر اڄ اسان جي ادب ۾ امر هجن ها. لطيف ان واقعي کي جنهن موزونيت سان ڳايو آهي، انهن تفصيلن ۽ ڪيفيتن کي ظاهر ڪيو آهي، جنهن کي سندس فنڪارانہ تصورن ڏٺو هيو.

سو اصل واقعو نہ پر ان ۾ پنهان ڪي تصور آهن، جن تائين رسائي جو سبب فنڪار ٿين ٿا.

انيس پڻ پنهنجي زندگي جي ڪيترن اصل واقعن ۾ پنهان انهن رمزن کي پنهنجي تصور جي اک سان ڏٺو آهي، ۽ انهن کي پڑهندڙن سان شيئر ڪرڻ جي شديد خواهش هيٺ، قلم جي حوالي ڪيو اٿس.

انيس انصاري صاحب جن سان ملاقات کان ڪيترا سال اڳ ئي سندن ذڪر ٻڌو هيم. انيس صاحب جي علم دوستي ۽ وڏي معلومات جو چرچو سرڪاري توڙي غير سرڪاري حلقن ۾ رهيو.

ياد اٿم تہ اسان جي نوجواني واري زماني جي ڊوڙ ڊڪ علميت جي پيماني تي تکي توري ويندي هئي. سڀ شيءِ متعلق ڄاڻ رکڻ جي چوڪرائي چڪ مان اجان پاسو ڪونہ ڇڏائي سگهيو هيم، ان ڪري انصاري صاحب سان ڪيل محفلن جو ذڪر وڏي شوق سان ٻڌندو

هيم، ٿيل گفتگو جي ذڪر ڪي، پنهنجي سمجهہ ۽ علم آهر مايي توري اهو اندازو لڳائڻ جي ڪوشش رهندي هئي تہ ڪهڙيل حد تائين علمي رسائي ٿي ائم.

پاڻ روينيو کاتي ۾ ڪلارڪي مان ترقي ڪندا وڃي اسسٽنٽ ڪمشنر ۽ ايڊيشنل ڊپٽي ڪمشنر جهڙن وڏن ۽ ذمہ دار عهدن تي تعنيات ٿيا. جنهن نوڪري ۾ رهيا، ان متعلق سيني کي ڄاڻ آهي تہ اتي مصروفيتون ڪيتريون شديد رهن ٿيون. هو سرڪاري ڪمن ڪارين ۾ ڦاٿل رهندي بہ علم جي شوق سان انگ اٽڪايون آيا.

هڪ عرصي تائين اها خبر نہ هئي تہ پنهنجي ڪرڪيٽ ٽيم جي کيڏاڙي اشتياق انصاري جو والد جناب الله بخش انصاري ئي 'انيس' آهي.

جڏهن سائين جن سان ملاقات ٿيندي هئي تہ بزرگي جي احترام سبب ڪنڌ نوائي حال احوال کان وڌيڪ ڪو ذڪر فڪر نہ ٿي سگهندو هيو. حالانڪ انيس صاحب جن جي شفقت سان مليل بيتڪلفي اسان لاءِ اهو معاملو آسان ڪرڻ لاءِ ڪافي هئي.

اشتياق انصاري ۽ آءُ ڪرڪيٽ گڏ کيڏندي کيڏندي، دوستي جي وسيع ميدان ۾ بہ گڏ ڪڏڻ لڳاسين. سندن شائستہ طبيعت جو لاڙو جيئن تہ ادب ۽ تحقيق طرف هيو، شايد اهو سبب هيو اسان ٻنهي جي گڏ ٿيڻ جو.

اسان جي ويجهي دوستي ۽ هم وقت جي گڏجاڻي سبب انيس صاحب سان ملاقات جا ڪيئي موقعا ٿيندا هيا. انيس صاحب جن ڪيترا ڀيرا علمي ۽ ادبي موضوعن تي گفتگو ڇيڙي دعوت ڏيندا رهيا، پر اسان مختصر ۽ ذومعنيٰ ڳالهين سان هميشہ گفتگو کي محدود رکيو.

هو نوڪري مان آجا ٿي لاڙڪاڻي آيا تہ اسان نوڪري ۾ پنهنجو پلئہ ڦاسائي لاڙڪاڻي کي خيرباد چيو، مخصتر موڪلن تي، ڪم سانگي جڏهن لاڙڪاڻي اچڻ ٿيندو هيو تہ انيس صاحب سان مختصر ملاقات ٿيندي رهي.

سندن شوق ڀيا بہ انيڪ آهن ۽ هو شوق ۾ مجنون ڪان جيڪڏهن وڌيڪ ناهين تہ گهٽ بہ هرگز ناهين. راتين جون ننڊون ڦٽائي، واهن ڪناري وڃي مڇيءَ جو شڪار ڪن ٿا، ان جي جهلڪ وڏي حويلي ۾

ملندي. پٽرن پاھڻ سان شوق کين ويرانن ۾ ولي وڃي ٿو، جيڪا جھلڪ چانڊوڪي جي زھر ۾ ڏسي سگھجي ٿي.

فوٽوگرافي سان لڳن لڳي اچي، غريبي ۾ به پيٽ تي پٿر رکي، سادي روش جاري رکندي مھانگين ۽ بھترين ڪئميرائن سان شغف رھيو ائن.

آرٽ جا دلداده آھن ۽ دنيا جي مشھور شھپارن سان پيار ائن. دنيا ۾ فن جي طويل سفر تي نظر رکيو اچن. يوناني بت سازي جي خوبين مان بخوبي واقف ھوندي به ڪلاڪن جا ڪلاڪ قديم ھندوستاني Sclup-ture جي انيڪ خوبين متعلق ڳالھائڻ کان رھي نه سگھندا. زندگي جي مشاھدي ۽ عملي مشغلن ۾ شديد شوق کين غير معمولي طرح زندگي جي ويجھو رکيو آھي. اھا ويجھڙائپ سندن لکت ۾ پوري طرح نمايان آھي، جڏھن ھو واقعن جي رواني ۾ پنھان تضادن کي فوراً محسوس ڪري ٿا وٺن.

افسانو ڪيڏ آھي تضادن جو، اھو به ائين ته ميدان تيار ڪندو ھلجي ھڪ طرف ۽ جدا ڪم لاءِ ۽ نتيجو وري ان جي قطعي ابتڙ نڪري، جو پڙھندڙ ويچارو حيران رھجي وڃي.

نڊائين گورڊيمر Nadine Gordimer پنھنجي ھڪ افساني "ھڪ دفعي جو ذڪر آھي" (Once Upon Time) ۾ ھڪ خوش باش مختصر گھراڻي جي ان ڪيفيت جو بيان ڪري ٿي جڏھن حالتن پڙھندڙ کين پنھنجي گھر ٻار جي حفاظت جي ڳڻتي وڪوڙي وڃي ٿي- ان ڳڻتي جي سدباب لاءِ ھو حفاظت جو ھر ممڪن ۽ جوڳو بندوبست ڪن ٿا. ھر ٿي سگھندڙ اڳرائي جي انديشي لاءِ بچاءُ جو پلو انتظام آھستگي سان ٿيندو ٿو ھلي. پر جڏھن مصيبت اچي ٿي ته اھا ٻاھران ناھي آئي. اھا اندران آيل آھي، پنھنجين ڪمزورين ۽ نادانين ڪري مٿان اچي ٿي ٽٽي. پنھنجي پيدا ڪيل آھي.

ان ڪھاڻي جي حسن جو بنياد ئي حفاظتي بندوبستن جو جوڳو بيان آھي. اھو احوال سھڻي پيرايه ۾ مناسب حد تائين تفصيل سان ڪيل آھي. جيڪڏھن حفاظتي انتظام جو ذڪر سرسري يا برسبيل تذڪره ھجي ھا ته پڇاڙي اھڙي اثرائتي ۽ معنيٰ خيز نظر نه اچي ھا. ان ڪري جو تضاد واضح ٿي ئي نه سگھي ھا.

افساني جو هنر تضادن جي بنياد تي بدل ٿئي ٿو، پر ان لاءِ ضروري آهي ته تضادن جي وضاحت تقرير وسيلي نه ڪئي وڃي، بلڪ تفصيلن ۾ پنهان رکي وڃي.

افسانه نگار جڏهن ڪنهن ڪردار سان همدردي محسوس ڪري ٿو ته ان جي حق ۾ واعظ نٿو ڪري، بلڪ اهڙي ڪيفيت کي چُڻي ٿو، جنهن ذريعي هو پڙهندڙ کي انهن احساسن جي ويجهو وٺي وڃي ٿو جتي هو پڻ ساڳيو "مشاهدو" ماڻي سگهي.

انيس پنهنجي هڪ افساني ۾ ڪراڙي فقير جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪو بيماري ۽ فاقي سبب نڍهال آهي، ڪمزور هوندي به هو پنهنجي معصوم پوٽي کي پنڻ لاءِ نٿو موڪلي، ڪرندو ٿابڙندو هو وٽو ڪٺي نڪري ٿو، پر هن کان هليو نه ٿو ٿئي، سندس پوٽي ڪيس وٺي هلي ٿي. گداءَ لاءِ هو ڪوشش ڪري ٿو، پر ڪيس دڙڪا ۽ ڇڙٻون ملن ٿيون- هو هلڻ کان هلاڪ آهي، سندس پوٽي گداگري وارو پيالو ڪٺي وڃي ٿي، هي جيئن تيئن ڪري پاڻ کي ڪڍ ڇڪي وٺي وڃي ٿو-

اديب هوندي گداگري جي حق ۾ ڪڏهن به ڪنهن فلسفي جي بنياد تي نه ڳالهائيندو- پر هت افسانو پڙهندڙ تمنا ڪرڻ لڳي ٿو ته ڪراڙي گداگر کي جيڪر خيرات ملي- ۽ اهو اديب جو ڪمال ٿئي ٿو ته هو Situation جو بيان اهڙي انداز ۾ ڪري جو هو پڙهندڙ ۾ پڻ ساڳين جذبن کي پيدا ڪري سگهي.

علامتي افسانن لاءِ اهو ضروري ناهي ته انهن ۾ علامتي اشارن جو بيان اهڙو پرزور ٿئي جو اهي سموري افساني تي سوار هجن. ڪنهن آکاڻي جي بيان سان گڏوگڏ ڪٿي مبهم ۽ مهين اشارو هوندو ۽ وري افساني جي پڇاڙي واري علائقي ۾ ڪو جملو اهڙو ملندو جيڪو ان مهين اشاري جي رمز جي تالي جي چاٻي جي حيثيت رکندو.

هوءَ معصوم جڏهن راهگيرن کان پڇائي ٿي ته سندس ابو ڪاڏي ويو آهي، ڪنهن هن کي ڏنو؟ ته ان مبهم سوال جي ورائي ۾ هڪ چيڙاڪ راهگير ورندي ٿو ڏئي "جهنم ۾". هو اڳتي وڌي ڏسي ٿي ته سندس ڏاڏو زمين تي پيو آهي ۽ پرسان رت جو ڍبو جمع ٿي ويو آهي. سندس هٿ مان خيرات ۾ هٿ آيل ماني جا ٽڪر وڃي رت ۾ ڪرن ٿا،

هو ڀانئي ٿي ته "جهنم اهو آهي".

راهگير جو ڏنل مبهم ۽ غير واسطيدار جواب، سندس ذهن ۾ آيل خيال سان ملي، افساني ۾ سمايل علامت جي خزاني جو دروازو کولي ٿو ڇڏي- هاڻي پڙهندڙ جو ذهن ايئن گنج سليمان ۾ داخل ٿي خيالن جي انبارن سان روبرو ٿئي ٿو.

ٿي سگهي ٿو ته ڏي وٽ جي سماجي وهنوار ۾ ڪي فائدا هجن ۽ ڪيترن گهراڻن ۾ ان ڪري سهولت ۽ سولايون پيدا ٿيون هجن، پر هڪ ڊگهي عرصي کان ان وهنوار جي پيدا ڪيل ڏکن ۽ ڏوجهرن ڪيئي زندگيون نهوڙي برباد ڪري ڇڏيون آهن.

سنڌي سماج جون پاڙون جهالت جي پاتال ۾ پوري طرح کتل آهن. جتي پڻ مرد جي معتبري مسلم هئڻ ڪري ۽ عورتن کي پنهنجي خوبين ۽ صلاحيتن جي ميچائڻ لاءِ مناسب موقعا حاصل نه ٿيڻ سبب، سندن زور ان ميدان ۾ هلندو آهي، جنهن کي گهر چئجي. اهو ميدان وري اُهو آهي جنهن کي مردُ ڪا خاص اهميت نه ٿوڏئي. ڏينهن سندس ڪم ۾ گذري يا پنهنجي پراڻي اوطاق تي، ياراڻا سندس مرداڻا، شوق پڻ مرداڻا ۽ شڪار ته ٿين ئي نج مرداڻا، اهوئي سبب آهي جو گهر جي ننڍڙن معاملن ۾ عورت معمولي ۽ الجهيل تفصيل ورجائي، مرد جي گهر ڏي گهٽ توجه مان فائدو وٺي پنهنجي مرضي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿي.

هڪ ته ان ويچاري ڏنو آهي گهر جو ننڍڙو اڱوارڙو، ٻيو هن وٽ ڪٿي آهي جذبن جي سڃاڻ پچائڻ جي سگهه. ان ڪري هوءَ ويچاري شڪ، ساڙ، حسد، ڪاوڙ، خوف، پيار ۽ پنهنجائپ جي طوفاني لهرن آڏو ڪهڙو مقابلو ڪندي؟ ٻچي تختا تختا ٿيو وڃي. هوءَ پاڻ به ٻڏي ٿي ته سموري گهر کي به پاڻ سان ٻوڙي ٿي- ايتري قدر جو اهي گهاٽ جتي سندس سياڻ ۽ سمجهه سبب رونقون لڳل هونديون هيون، اتي ويراني ۽ ڪروڌ اچي ٿي خيما ڪوڙي.

انيس وڏي خوبيءَ سان اها ڪيفيت بيان ڪئي آهي- ٻولي ۾ رَس اٿس 'هتا به مکڻ ۽ ماکي پاڻ ۾ به هين ٻنيهه دليون، هڪ ٻئي تان پيا گهور ويندا هيا.' 'هن تريءَ تيل ئي لائڻ نه ڏنو.' 'وڃي ڪڏ ۾ پون.' استعارا خوب مهل سر استعمال ٿيل آهي جن افساني جي ماحول کي

حقيقتن جي ويجهو آڻي بيهاريو آهي. گهر گهرهستي جي ويراني کان پوءِ انسان ذات جي تباهي طرف هڪ ڀرپور اشارو آخري جملي ۾ پنهان آهي.

"ڪورٽ جي ڀاهران شيرو ديسي پستول ڪوٽ جي کيسي ۾ وجهي مڇون مروڙي رهيو هيو."

نوران هر قدم تي جهالت ۽ ڪروڌ جو جهنڊو (Symbol) بڻي بيٺي آهي. سندس طرز عمل جا سبب Pathological هجن يا -Psychologi cal، اهي Social هجن يا Cultural، ان سان اديب جو واسطو ڪونهي، هو مسئلو پڌائي ٿو، ان جو حل ڳولهڻ ته اوهان جو ڪم آهي.

هو هڪ هنڌ نور محمد متعلق چئي ٿو: "... ان کي پتو ئي نه پئي پيو ته آخر ان خواري مچائڻ ۾ ماڻس (ماڻهس) کي ڇا پئي حاصل ٿيو."

اديب صرف نقيب ٿئي ٿو، سماجي مسئلن جو حل ڳولهڻ ته استادن، ڏاهن ۽ رهبرن جو ڪم آهي، يا وري سيڻني جو. اديب سڏي سڏي سيڻني جي توجه مسئلن طرف ڇڪائي دعوت فڪر ڏئي ٿو- پر هو وعظ کان پرهيز ٿو ڪري، هو سوچ لاءِ نج طعام پيش ڪري ٿو، چپاڙيل گرم پڙهندڙ جي وات ۾ وجهڻ جي ناپسنديده ڪوشش هرگز نٿو ڪري.

افسانوي نثر Fiction متعلق گهڻو ويچاريو ويو آهي. ان کي مختلف معنائون ڏئي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي، پر ڪو به بيان يڪسر مڪمل نه سمجهيو ويو آهي. هوئنن ائين چئي سگهجي ٿو ته "اهو واقعن ۽ معاملن جي ترتيب ۽ جذبن ۽ احساسن جو بيان آهي." اهو تعلق بيحد نفيس ٿئي ٿو، شراب جي شيشي واري جام جي نازڪ ڇيلهه جيڪا ساغر جي خمار کي خيالن جي پيڙهه سان ملايون ٿي اچي.

جيتري واقعن جي ترتيب مناسب هوندي، اوترو ڪهاڻي شعوري پئماني تي لهڪندي، جيترو حسن جذبن ۽ احساسن جي بيان ۾ شامل هوندو اوترو لطف ۽ حظ حاصل ٿيندو؛ ٻنهي جي وچ وارو ٻنڌڻ جيڪڏهن مضبوط ۽ مواقف آهي ته پوءِ شاهڪار Masterpiece جنم وٺندو.

افسانو جيئن ته Fiction جي هڪ شاخ آهي، تنهن ڪري ان جي تخم ۾ اهي بنيادي عنصر موجود آهن ۽ ان کان علاوه به ٻيو گهڻو ڪجهه آهي.

انيس جي افسانې ٽڪل مسافر جو ٻيون حصو هڪ مڪمل داستان آهي، جنهن ۾ رڳو ڪوٽ آهي ته ان سبب جي جنهن ڪري مسافر گهر ڇڏيو. سندس رندن پنڌن مان اها پڪ ٿي وڃي ٿي ته هو ڪو ڏوهه ڪري ڀڳو آهي، ڪو گناهه ڪيو اٿس، ڪنهن ڪاور جو ڪارڻ ٿيو آهي- اهو ڇا آهي؟ اهو هڪ راز آهي جيڪو ايستائين سمجهه ۾ نٿو اچي، جيستائين ماڻهو افساني جو پويون حصو نٿو پڙهي وٺي. پويون حصو، بنا ڪنهن واضح لاڳاپي، ڳنڍ يا ڪڙي جي هڪ جداگانه نثر جو ٽڪرو آهي. پوئين حصي جي آخري سٽ، افساني جي مُهڙين حصي سان تعلق قائم ڪري ٿي جڏهن سندس دماغ ۾ اهو آواز ٿو پئي "ڀڄ ڇورا، ڪاٿي وڃي لڪ، جاڻ پوليس ڪڍ لڳني." اهڙو ڪهڙو ڏوهه آهي جيڪو هن کان سرزد ٿيو آهي؟ اهو ڏوهه آهي، ان سماج ۾ معزز ۽ معتبر شخصن تي اعتبار ڪرڻ، هن جو گناهه اهو آهي ته هن ان ماڻهو تي ڀروسو ڪيو، جنهن تي ڪيس ڀروسو ڪرڻ گهربو هيو. هن راهبر کي راهبر سمجهيو- سفيد پوش کي شرافت جي طريقت جو مالڪ ڀانيو- نتيجي ۾ کيس گهر ڇڏڻو پيو، ٻار ڦٽي ڪرڻا پيا ۽ ذلت جو داغ خاندان جي منهن تي لڳائي رڻ جو رخ ڪرڻو پيس.

هن افساني ۾ پڻ لفظن جي گهربل قناعت آهي، بيان پراثر ۽ واقعن جي ترتيب موزون- حالات پاڻ ئي وجن ٿا افساني جي آڙن جو تعين ڪندا، هڪ هندُ مائي جنت جنهن جي مينهن سومهٽي (سُمهٽي) نٿي مڙي سا کيس اچي تعويذ لاءِ ٿي چئي- هو حيران ۽ پريشان آهي، سندس دعا ڇا ڪندي؟ مائي جو جواب افساني جي اڳلي حصي طرف وٺي ٿو وڃي: "ٻيڙا پني وڃي لڳندا، ابا! تون دعا ته لک."

اڳتي هلي رفيق انگريزي ڪتاب ملان وٽ وساري اچي ٿو- ڪٺڻ لاءِ واپس وري ٿو ته ملان کي ڪتاب پڙهندي ڏسي حيرت وٺي ٿي وڃينس. ۽ ائين افسانو اڳتي وڌي ٿو-

ٻولي سادي ۽ عام استعمال واري آهي، جنهن سبب واقعا درست ۽ سچا لڳن ٿا. لفاظي جي فضول خرچي کان هميشه جيئان پرهيز ٿيل آهي.

هڪ زماني کان انساني عمل جي سببن سمجهڻ جون ڪوششون ٿي

رهيون آهن. مذهب ۽ معاشري مختلف اصطلاحن ۽ چوڻين ۾ اهڙن نہ سمجھہ ۾ ايندڙ مسئلن جا ڪي ڪارڻ تجويز ڪيا آهن. ايتري قدر جو "چڱي مان چڱائي ۽ مَندي مان مندائي" جهڙا انتها پسندانہ نظريہ بہ ماڻهن ۾ عام طرح سان مقبول ٿي چڪا آهن.

سماجي علمن جي ماهرن ڪافي تحقيق کان پوءِ اهو ثابت ڪيو تہ انساني عمل جا ڪارڻ سندس سماج جي عمل ۽ ردعمل تي وڏو مدار رکن ٿا.

اهڙي طرح افساني 'برف جي سر' ۾ شفيق جي عمل کي سمجهڻ ۾ مدد ملي ٿي، پر زرينہ جي عمل جي ڪنجي سماجي حوالي سان هٽ نٿي اچي. ميڊيڪل رپورٽون، ٻار نہ ٿيڻ جو سبب، زرينہ ۾ هارمونز جي گهٽتائي ٻڌاين ٿيون- ڊاڪٽر دوائون ڏني ٿو، جيڪي هڪ ڊگهو عرصو کائيندي هيون.

ٻہ سال گذرڻ بعد هڪ واقعي جي نتيجي ۾، زرينہ ۾ ماءُ واري مامتا جي هڪ ڀرپور لهر اٿي ٿي. ثابت ٿي وڃي ٿو تہ دوائن جي مسلسل استعمال سبب هارمونز جي گهٽتائي ڪي قدر پوري ٿي آهي. افسانہ نگار انساني عمل جي Pathological سببن طرف اشارو ڪري وڃي ٿو.

"ويراني" جو موضوع نئون ناهي- نہ ئي ان جي پڄاڻي ڪا پراڻين کان جدا آهي، تنهن هوندي بہ افسانو طاقتور ۽ اثرائتو آهي. ان جي طاقت جو راز انهن تفصيلن ۾ آهي جيڪي مشاهدي ۽ ڄاڻ تي ٻڌل آهن. گلن جي نمائش جو ڪردارن جي زندگي سان تعلق آهي، ساڳئي طرح ڊاڪٽر جي معائني جو بيان بہ تفصيلي ۽ حقيقي ٿو ڀاسي. ڊاڪٽر جڏهن نسخو تجويز ڪندي پرهيز ۽ خوراڪ متعلق ڏسيندي جيڪي لفظ استعمال ڪيا آهن سي حقيقت نگاري جو هڪ مثال آهن.

افساني جي شروع ۾ گفتگو ڊرامي جيئان ڪيل آهي. ڪردارن جو نالو ۽ پوءِ مڪالمو لکيل آهي- اها روش افساني جي رواني تي اثر انداز ٿئي ٿي. پر بعد ۾ تحرير پنهنجي رواني ٻيهر حاصل ڪري وٺي ٿي- ۽ ان جو پنڌ پيچرو پرتاثر آهي.

مصنف جي بيان جي قوت ظاهر آهي، هو شروع کان جنهن رخ تي وٺي وڃڻ گهري ٿو، ساڳئي طرف پنڌ ڪندو ٿو رهي، هيڏي هوڏي

پنهنجي ڪونہ ٿو.

پراڻن لفظن کي نئين طرح استعمال ڪري پڻ ٻولي جي جهولي ۾ وڏيڪ چمڪندڙ موتي وڌا اٿس. " "ٿڏيون" سياري جي مند لاءِ بيحد مناسب لفظ آهي، جيڪو لکت ۾ شاذ استعمال ٿئي ٿو. خوش سان خرم جو لاڳو رهندو اچي، پر "خوشيون" سان "خرميون" جو استعمال پهريون دفعو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ۽ برو هرگز نٿو لڳي.

انساني زندگي انهن پنڌن ۽ رندن تان نٿي لنگهي جتان اسان ڪيس وٺي وڃڻ چاهيون ٿا. سموريون ڳالهيون ائين ناهين جيئن اسان طلبيون ٿا. سڀئي ڪم ائين نٿا ٿين جيئن اسان تمنا ڪيون ويٺا آهيون. جيڪڏهن هٿي ماري ڪا من جي مراد پوري ٿئي ٿي تہ ٻي ڪا طلب رهجيو وڃي.

زندگي جو سفر ائين پراسرار پيچرن تي جاري رهي ٿو ۽ انسان پنهنجي خواهشن جي سٽن کي نہ سهي وهمي ٿيو وڃي. انسانن جا وهم گڏجي سماج جي روين ۾ ڍلجي وڃن ٿا. تعليم جي روشني کان وانجها اهي سماج عجيب رسمون ۽ روشون وجود ۾ آڻي وجهن ٿا. 'سچ گرهڻ' ۾ جانڪي پنهنجي پٽ لاءِ، ڪانتي کي پسند ڪيون ويٺي آهي. ڪانتي جي والد جو انڪار سندس رستي جي ديوار آهي. هوءَ ڪنهن معتبر کي وٺي وڃي ٿي، اهوئي انڪار. رامديو جا چڙهاوا، تہ بہ انڪار، مائي نياڻين کي ڪارائي ٿي، تہ بہ انڪار، سوامي کان ڌاڳا پڙهائي ٿي، نڦ جواب.

تڏهن سماج مذهبي ليڪن کان بہ مائي کي ٽپائي وٺي ٿو وڃي. جانڪي وڃي ملان عيسيٰ وٽ پهچي ٿي، چي، "ملان! سڄي عمر تنهنجو ميرو ڍوئيو اٿم. تو گهڻن جا ڪم ڪيا آهن، منهنجو بہ ڪر."

جانڪي جو ڪم ٿئي ٿو، ان جو سبب "ملان جي پليتن" جو اثر هيو يا چندوءَ تي پيءُ هجڻ جو جذبو، نشي نہ هٺڻ جي صورت ۾ غالب ٿيو. ان جو فيصلو مصنف نہ ٿو ٻڌائي، اهو پڙهندڙ تي ڇڏيل آهي.

چندو ها ڪئي، مائي جو ڪم ٿيو، پر وهم جو راڄ ويو وڌندو. پوٽي جيءَ خواهش ۾ جانڪي جا "سوامي شالڪ رام ۽ ملان عيسيٰ ڏانهن تہ پنڌ هيا. ان کان سواءِ پير شمن شاهہ جي درگاهہ ٻاهران ست سومر بہ پريا هٿائين."

وهم جي حڪمراني جو دائرو ايحان وڏي وسيع ٿيو، جانڪي ڪي سوامي جو پڊايل ڏسا سول تنگ ڪندو ٿورهي. سچ گرهڻ ٿئي ٿي، ڏيڍر جهڙو معمولي جيوت لت هيئان اچي ٿو وجي- "پاپ ٿي ويو، سس! هي ته ڏس وڏو جلم ڪيو اٿم."

انساني وهم پنهنجي ڀرپور انداز ۾ ڪمزور ذهن تي حاوي ٿي وڃي ٿو. شايد انسانن جي تڪليفن ۽ راحتن جون ڪنجيون ذهن ۾ آهن- اهو جيئن باور ڪري تيئن تخليق جي عمل تي به حاوي رهي ٿو- يا ان ڪان ڏور ڀيون ڪي طاقتون آهن، جيڪي انساني جيون ڪي پنهنجي راند جو ميدان سمجهن ٿيون ۽ پوري طرح من مستين ۾ اچي معمولي انسانن جي امنگن ۽ تمنائن ڪي پامال ڪرڻ ڪان به نٿيون رهن؟

افساني ۾ ئي ان جو جواب مضمر آهي. جيڪو اديب ڪمال هوشياري سان مختلف ٽپن ۾ سنڀالي ٺاهي رکيو آهي.

افساني جي ٻولي، طبيعت ۽ سوچ جي لاڙن جي ذڪر ماحول ڪي حقيقي بڻائي ڇڏيو آهي. هريجنن جي سماج ۽ نفسياتي الجهنن جي هڪ جهلڪ نظر اچي ٿي- معاشري جي ان هيٺين طبقي جي آدار تي ٻڌل ان افساني ۾ وهم جي دائري ڪار جو سهڻو ذڪر ڪندي جيڪو سوال اڀاريو ويو آهي، اهو اسان جي سماج جي گهڻن طبقن تي يڪسان حاوي آهي.

ان مهيني ٻارهين تاريخ سچ گرهڻ ٿي، سوامي شالڪ رام جنهن ڏساسول جو ڏس ڏنو هئس، سو شايد اهوئي هيو. ان ڏينهن انگوري سس سان گڏجي سوامي ڏي تيل پڙهائڻ پئي وئي جواهو ڪلور ٿي ويو- پڻ ۾ ويچاري جو اندر چچرجي پيو.

ڏينهن پئي انگوري ڪي ٻار جائو، ايشور دل جون مرادون پوريون ڪيون، اهو پٽ هيو. پر هي ڇا! جانڪي ڪان رڙ نڪري وئي. ڇيلهه ڪان هيٺ هو بلڪل جڏو هيو- ڏيڍر جيئان چٽيل ۽ چپيل.

انسان پنهنجي ذهن ۾ جن خوفن ڪي جاءِ ڏيندو آهي، اهي پختا ٿي ويهي ويندا آهن. جذباتي وابستگي، نتيجي جو انتظار ۽ ٻين ٽيڪنيڪل تفصيلن سان گهٽ واقفيت انسان ڪي ڪمزور ۽ نبل ڪري وجهي ٿي، جن تي وهم پلجندا رهندا آهن- 'فرسٽ ڊليوري' ۾ ڳالهه ڪندڙ جيئن ته

زندگي جي هڪ اهم موڙ تي، هڪ عمومي انساني الميہ جو شڪار ٿيل آهي، تنهن ڪري هن مٿان ڏک ۽ انديشن جا پوت هر قدم تي حملہ آور آهن- ڪو وقت هيو تہ واقعي ويم ڏاڍا ڏکيا لڳندا هيا. اڻ پڙهيل عزيزن ۽ سهولتن جي گهٽتائين سبب، ڪيترين زندگين وقت کان گهڻو اڳ المناڪ نتيجي تي پهچنديون هيون.

ڪهاڻي ۾ جذبن جي شدت کي هنرمندي سان هوا ڏيندي آخري لائين تي آندو ويو آهي. ڳالهہ ڪندڙ جي ڳڻتي پڙهندڙ کي بہ پوري طرح گهيرو ڪري چڪي آهي- ۽ هو بہ ڪنهن المناڪ نتيجي جي تصور کان ڏکي وڃي ٿو.

خير جي خبر اچڻ تي بہ ڳالهہ ڪندڙ پنهنجي وهمن ۽ انديشن جو ورد ڪري ٿو- ۽ موٽڻ ۾ ايندڙ ٿهڪ ڪيس برو بہ لڳي ٿو تہ ڀلو بہ.

'وڏي حويلي' افسانوي هنرمندي جو هڪ سٺو مثال آهي. مناسب پيرائي ۾ واقعن جو تسلسل ڳالهہ کي پنهنجي حتمي نتيجي طرف وٺي وڃي ٿو. هر هڪ واقعو هڪ بنياد تي بيٺل آهي، اهڙي طرح بيان ۾ ڪا اجنبيت نٿي محسوس ٿئي. سيئي ڳالهيون جڻ ذاتي مشاهدي مان نڪتل لڳن ٿيون- هونئن آهن بہ تہ عمومي- روزمره وارا واقع افساني جي شروعات ۽ پڇاڙي کي سهڻي نموني ملايو ويو آهي، ۽ پڇاڙي ۾ وضاحت نہ ڏئي افسانويت کي وڏائي گهربل حد تي پهچايو ويو آهي.

هر هڪ طبقي ۽ مذهب کي سماج ۾ جيتري قدر آزادي ملڻ گهربي آهي، تنهن کي معمولي سمجهڻ ۽ نظر انداز ڪرڻ سان مسئلا حل نٿا ٿين ۽ نہ ئي وري سماج صحت مندانہ انداز ۾ ترقي جو حامل ٿي سگهي ٿو.

ڪنهن بہ ملڪ ۾ اقليتي مذهبن کي دٻائڻ، لڪائڻ ۽ مٿان پابنديون لڳائڻ سان ڪي بہ مقصد حاصل نٿا ڪري سگهجن. اسان جي سماج ۾ مختلف گروهن جي ذهنن ۾ اقليتن طرف جيڪي تصوري رويہ روا آهن، تن جو هڪ نهايت سهڻو علامتي اظهار ٿيل آهي.

ڇُنو ميان پنهنجي سموري معصوميت سان، بنا ڪو تعصب روا رکندي، اقليتي مذهب جي علامت ڪالڪا ديوي واري ڪمري کي ليپو ڏياري ٿو ڇڏي، جو هن ويچاري کي ان ديوي مان خوف محسوس ٿو ٿئي. ان خوف جا جيڪي بہ تاريخي سبب هجن، تن جو الزام فاضل

مصنف چنو ميان کي نٿو ڏئي. چنو ميان جيتوڻيڪ، خزاني ۽ بخت جي تلاش ۾ سرگردان آهي ۽ مختلف هنڌن تي ديوارين ۾ چريون هڻي ٿو، فرش ۾ کڏون کٽي ٿو، پر خوشحالي ۽ بخت باوجود سندس محنت ۽ مشقت جي، هن جي هٿ وس کان پري آهي.

وڏي حويلي جو نئون مالڪ، بندش جي پاليسي جو قائل ناهي، اقليتن کي مذهبي آزادي ڏيڻ سندس ڪليل روش جو مظهر آهي، جنهن جي نتيجي ۾ ڪالڪا ديوي واري ڪوٺي جو ڪلڻ ۽ مورتي جو مندر جي حوالي ٿيڻ متعلق پڙهون ٿا، هاڻي بخت جي ديوي، سڀاڳي لڪشمي ظاهر ٿئي ٿي ۽ اسان پڙهون ٿا ته: "ٿوري وقت ۾ وڏي حويلي اڳئين اوج کي وڃي پهتي."

'دونا' هڪ اهڙو افسانو آهي جنهن ۾ عمل صرف شعور جي ظاهري سطح تي وقوع پذير نٿو ٿئي- بلڪ تحت الشعور جي تهن ۾ ان جي ڏور پيل آهي.

انساني زندگي ۾ گهڻي ڀاڱي فيصلا واقعن جي بنياد تي نٿا ٿين- بلڪ انساني عمل سببن ۽ توجيهن جي ان ڏاري کان ڪٽيل رهي ٿو، اهوئي سبب آهي ته جبلتن ۽ اُدمن کي فيصلي ڪرڻ ۾ اڪثر مير منشي يا معتبر جج واري حيثيت حاصل رهي ٿي.

عرفان هڪ اهڙو نوجوان آهي، جنهن کي پيءُ ۽ ماءُ جي پيار ۽ سندن محتاط رويي ذهني طور تي اهڙي هنڌ آڻي بيهاريو آهي جتي هو هر اڳرائي (Initiative) جي طاقت وڃائي ويٺو آهي، چاهي ان اڳرائي کي هو پنهنجي امنگن مطابق چو نه سمجهندو هجي.

خط لکي ڦاڙيندو ٿو رهي- فون اچيس ٿي ته عرفان هئڻ کان انڪار ڪري ٿو ڇڏي- ٽيليفون بند ڪرڻ کان پوءِ هو چئي ٿو "مان عرفان آهيان."

"مان ان وقت عرفان هئس، هاڻي عرفان آهيان. ٽيليفون وقت مان عرفان نه هئس." احتياط جي ڪيفيت جي اصل تصوير سندس شروع واري خواب ۾ پنهان آهي. ريل آهستي آهستي چرڻ لڳي ٿي ۽ احتياط جي رسم جو ماريل ٽپ ڏئي سوار نٿو ٿي سگهي- معاملو محبت جو آهي، ان جي سعيد جذبن جو آهي. سندس دوست جي بيوقوفي سبب هن جو خط

منزل تي پهچي وڃي ٿو- هوءَ ڪيس اڃي ويجهي ٿئي ٿي.

ڪيس پيءُ جو سبق ياد ٿو اچي "فلرٽ نہ ڪجان..." "ان لاءِ سر جي سٽي ڏيڻي پوَي تہ پنٽي نہ نهارجانءِ."

پر ڇا هن ۾ ايتري همت آهي جو هو اهو فيصلو ڪري سگهي؟ چاهيندي بہ هو ان انتها تي رسي سگهي؟ هن کي تہ پنهنجي ذات تي شڪ آهي تہ هو ائين ڪري بہ سگهي ٿو يا...؟ هو فلرٽ آهي يا محبت ٿو ڪري؟ ڇا هو سر جي سٽي ڏئي سگهندو، ڇا هن جي وجود جي ايٽم جو نيوٽران، اليڪٽران ۽ پروٽان ان بايولاجيڪل وراثتي اثر کان وانجھا آهن، جتي احتياط دين اعظم آهي. جتي سواري لاءِ اهڙي ٽانگي کي آٽ لاءِ چيو ويندو آهي، جنهن جو گهوڙو سرڪش نہ هجي، جتي ريل جو بند پار ڪرڻ کان اڳ اپ ۽ ڊائون ٽرينين جي وقت جي پڇا ڪئي ويندي آهي.... ڇا هو وجود جي پاڇي کان پاڻ ڇڏائي، پاڻ وڃائي، محبت حاصل ڪرڻ جي سگهہ رکي ٿو؟

جڏهن اها ڪشمڪش انتها تي رسي ٿي تہ ڪيس عرفان حاصل ٿئي ٿو، هو هڪ لمحي لاءِ پنهنجي شعور جي هيٺئين تہ مان بہ پار پئي ان دنيا جو چڪر هٽي موٽي اچي ٿو، جا شعوري طاقت کان گهٽ پري آهي.

پر فيصلو تہ اڳ ئي ٿيو پيو آهي. هو اول بہ عرفان آهي ۽ بعد ۾ بہ عرفان آهي، ٽيليفون وقت هو عرفان ناهي.

سندس منزل سامهون آهي، هن دفعي ريل بيٺي آهي، پر هو پنهنجي پيرن هيٺان پليٽ فارم کي گسڪندو محسوس ڪرڻ لڳي ٿو.

هڪ ئي افساني ۾ هڪ هليو ٿي آيو داستان ۽ پيو هليو پئي آيو افسانو، ’ڳالهہ وئي وسري‘ ۾ داستان پراڻن ڏينهن جي ڪهاڻي، جيڪا اسان جي عام خيالن، علم ۽ ايمان تي ٻڌل آهي. هيڏانهن وري اڄوڪو افسانو هيو-

جيڪو حقيقت پسندي جي بنياد تي پئي ٽڳيو.

ڏاڏي جو ڪردار پراڻي روش ۽ وقت جو نمائندو هيو ۽ پوٽو، ڳالهہ ٻڌندڙ ۽ نئون افسانو ٻڌائيندڙ.

Contemporary Truths اڄوڪا سچ ڪالهوڪي سچائين کي رد ڪندا رهن ٿا- اهو آهي بنيادي پيغام، جيڪو بنا ڪنهن فلسفيانہ بحث

چالو ڪرڻ جي، بنا ڪي وڏا ڳرا دليل ڏيڻ جي افسانه نويس آئي آڏو ڪيو آهي. داستان پورو نٿو ٿئي پر افسانو پڄاڻي تي پهچي ٿو، افسانه نگار جي چاهي ها ته افساني کي گهلي هڪ اڌ جملي جو اضافو ڪري ها. پر ان مان کهڙي هڙ حاصل؟

جڏهن سندس مقصد ائين ئي حاصل ٿئي ٿو ته فضول خرچي ڇو؟ جڏهن ڳالهه وئي وسري ته Conclusion هڪ ٻارڙي کان ڪرائڻ جي ضرورت ڪهڙي. جيڪا Conclusion ذهين قاري پاڻ ڪندو سا هڪ معصوم ٻارڙو ته نه ڪري سگهي ها.

ڪلارڪ جيڪي عظيم حڪومتي ادارن ۾ آفيسن جي پيڙهه جا پٿر آهن، سي حقيقي طرح انهن بلند ۽ ڳرين روايتي عمارتن جي بار هيٺ دٻيل آهن. هو سماجي نا برابري ڪري چپا ئي چيچلائين ٿا. 'آفيس برڊ' ۾ جيتوڻيڪ ان ڳالهه جو ڪو سڌو سنئون ذڪر ناهي، تنهن هوندي به سندن اها ڪيفيت هڪ جملي مان واضع ٿيو وڃي. چانهن بسڪوٽ جي آسري ته فوراً آواز اچي ٿو:

"وارو ڪر يار نيراني آيو آهيان، هانو ۾ ڇڻ هٽ پيو آهي."

اهڙي حالت ۾ ٻاهريون 'اثر' قبول ڪرڻ لاءِ مڪمل طور تي تياري ڏيکارين ٿا. اهڙي 'اثر' پيدا ڪرڻ لاءِ مدعي کي جيڪي تڪليفون سهڻيون پون ٿيون ۽ نقصان ڪٽڻا پون ٿا، تن سبب کهاڻي ٻڌائيندڙ کي تڪليف رسي ٿي. هو ڪوشش، وٺي ڪراڙي کي ان حقيقت مان واقف ڪرڻ گهري ٿو ته سندس ڪو حق نٿو بيهي ۽ ڪيس فيصلو ٿي داخل دفتر ٿي چڪو آهي.

ٻيا آفيس وارا ڪراڙي کان اجان چانهن بسڪوٽ کائڻ لاءِ ڪيس دلاسا ڏيندا رهن ٿا. جيئن ته کهاڻي ٻڌائيندڙ کي ڪراڙي تي رحم اچي ٿو، هو سندس چانهن ۽ بسڪوٽ جو خرچ نٿو ڪرائي. پر ان ڳالهه کي ڪراڙو پاڻ سان همدردي نه پر ٻيائي، رنج ۽ دوري سمجهي ٿو.

مظلوم جو ظلم جي روش ۾ شامل ٿئي وڃڻ ۽ ظلم جي ڦيٿي کي ڌڪي هلائڻ واري ستم ظريفي جي هڪ سهڻي تصوير چٽيل آهي. ان سموري وهنوار کي جيڪا سماجي قبوليت (Social Approval) حاصل آهي، تنهن جو ذڪر آهي. اهڙي طرح افسانو ان ڇهڪندڙ پڄاڻي تي پهچي

ٿو: "چانهن جو ڏک پرير ته ڏلمر چاچي شاهن جي چپن تي مرڪ ۽ نرڙ تي اطمينان جي جهلڪ موجود هئي."

امريڪي سماج ۾ ڪن روايت پسندن جنهن طرح سان پنهنجي پراڻي سماجي روش سان چهٽي رهڻ کي مناسب سمجهيو تنهن جو ڀرپور عڪس Grant Wood جي هڪ پينٽنگ ۾ هميشه لاءِ منجمد ٿي چڪو آهي. انيس صاحب American Gothic کي جنهن رخ سان ڏٺو آهي اهو حد درجه جي انفرادي وفاداري واري رخ کي پيش ڪري ٿو. ان تصوير جي Style ۽ ان کي جنهن ڍنگ سان لاهيو ويو آهي اهو ماڻهو جو مقرر ٿيل طرز زندگي سان نباهه جو شاهڪار چئي سگهجي ٿو. جنهن سهنجائپ سان هاري ڏانداري کنيو بيٺو آهي، تنهن مان واقفيت ۽ پنهنجائپ جا اولينڙا نڪرن ٿا- ڏانداري جي ڏندن جون سڌيون ليڪون، پس منظر ۾ آرڪيٽيڪچر سان ميل کائن ٿيون- جاين پٺيان جهڪڻ ۽ وڻن جون ليڪون پڻ سهڻي گولائي ۾ آهن- جيڪي انساني زندگي ۾ سادگي ۽ سهولت طرف ڀرپور اشارو ڪن ٿيون. ان تصوير ۾ فنڪار نه صرف حقيقت جورنگ پري ڇڏيو آهي بلڪ زندگي جي خوبيءَ ۽ خوبصورتي کي پڻ اجاگر ڪيو آهي.

مختصر ڪهاڻي جنهن حساب سان پڙهندڙن مٿان اثر انداز ٿي سگهي ٿي، اڌوري تصوير ان جو هڪ ڀرپور مثال آهي. ان افساني ۾ اديب پنهنجي روزمره جي زندگي مان فن سان وابسته معاملن جو هلڪو ذڪر ڪندو وڃي ٿو مک واقعي طرف وڌندو- ان ڪري افساني جو مزاج ئي فن Art تي ٻڌل رهي ٿو ۽ ان ۾ گهربل ڳنڀيرتا (Serenity) پيدا ٿي پئي آهي- ان ماحول ۾ احساسن جي دنيا، هوا جي هلڪي لهر تي چڱو خاشو (خاصو) رد عمل ڏيکاري ٿي- پڙهندڙ انهن نفيس اشارن کي سمجهڻ لڳي ٿو- زندگي جي ڪج ادائي، ضروري ناهي ته چئن ظلمن سان هجي، اهڙا ستم گرن کان سواءِ به ممڪن آهي- جنت ۾ هئڻ ڪا ضمانت ته ناهي سورن کان پلئه آجي ٿيڻ جي! ڪٿ ته زنده رهجي وڃڻ وارو ئي وڏيڪ شڪست خورده آهي. وڃڻ واري جي ياد ۽ پنهنجي اڪيلائپ به ته دوزخ ٿي سگهي ٿو.

افساني جي درد ملرف هو اڳ ئي اشارو ڪري ڇڏي ٿو. آخر ۾

بس هو صرف انهن انديشن جي پوري ٿيڻ جو اعلان ٿو ڪري:
"پورج ۾ ر،گي هڪ ڪرسي پيل هئي."
اهو اعلان پڙهي، پڙهندڙ پنهنجي وجود مٿان غم جو پاڇو پوندو ٿو ڏسي، جيڪو آهستي آهستي گهرو ٿيندو ٿو وڃي. افساني ۾ موجود سوانحي اشارن جي حقيقي هئڻ يا حقيقتن جي نهايت ويجهو هئڻ سبب ڪهاڻي حقيقي لڳي ٿي.

اسپيني ادب مان هڪ ڪج ادا ۽ هرجائي حسين عورت جو ڪردار ڪارمن جي نالي سان ادب جي دنيا ۾ مشهور آهي. انيس صاحب پنهنجي هڪ افساني کي اهو عنوان ڏنو آهي. ان نالي واري ڪردار جي موجودگي ئي افساني جي اصل نسل جي خبر ڏئي ڇڏي ٿي. باقي جيڪو رهيل پيغام آهي سو ته افساني جي ورن وڪڙن مان آهستي آهستي کلندو سامهون اچي ٿو.
"اديءَ کي دل ۾ خير، أدو عشق ۾ اندو."

اسان جي سماج ۾ مرد سدائين خوش فهمين جو شڪار رهي ٿو. چاهي ڪيس خوش ڪندڙ اشارا ڪيترا مهين ڇو نہ هجن.
"نہ ائين نہ آهي يار! هن جي مون سان محبت آهي، پر زبان سان باسي نہ ٿي."

ڪمزور شاهدين تي اعتبار ڪندي، مرد جنهن نموني اڳتي وڌي ٿو، پوءِ يار سان ٿئي بہ بلڪل اها حالت ٿي "يارهين وڳي جنهن وقت شمس موٽيو سندس حالت ڏسڻ وٽان هئي- وار وکريل، ڳلو ڪليل، جنهن ۾ نيٽڪاءِ لڙڪي رهي هئي. قميض ڦهنج ڦهنج ۽ وڏي ڳالهہ تہ سندس ڇهري تي ننهن جا بہ خونخوار گهاءُ هئا."

افسانو هنرمندي جو نمونو آهي، جتي واقعہ ترتيب سان هلندا اچن، اجايا تفصيل ڇڏي ڪري، افساني ۾ رواني برقرار آهي، گهربل ڳالهين جي ذڪر ۾ ڪنجوسي ناهي ٿيل. واقفيت جا مرحلا جنهن طرح سان ٽڪرا ٽڪرا ٿين ٿا، انهن درجن جو بس ذڪر آهي- ۽ هي افسانو هڪ اهڙو مستقل نشان آهي، جنهن جي پيٽ ڪري اسان پنهنجي سماج ۾ مرد جي روين جي رفتار جو تعين ڪري سگهون ٿا.

اديب جي علم ۽ سندس ڄاڻ جي نفيس جهلڪ افساني ۾ ملي ٿي،

جنهن سان پڙهندڙ جو هن ۾ اعتماد يڪدم قائم ٿيو وڃي- موزون ٻولي ۽ ٺهڪندڙ استعارن جي استعمال ذڪر کي جيڪو اعتدال بخشيو آهي، اهو سنجيده ادب جي ضرورت پڻ آهي- ڪارمن جو ذڪر جيئن شروع ٿئي ٿو:

"مان به ان طرف نهارڻ لڳم. واقعي ڏسڻ جي چيز هئي. ناسي مئڪسي ۾ سندس موزون جسم سمائجڻ جي ڪوشش ۾ ڪي اهڃاڻ پئي ڇڏيا، جنتي هر هر نظر وڃي پئي ٽڪي."

ذڪر جي تسلسل ۾ ڪٿي به رڪاوٽ ناهي، هڪ واقعي سان ٻيو واقعو ڳنڍيل آهي، تحرير جي رواني پڙهندڙ کي ساهي پٽڻ نه ٿي ڏئي:

"سعيد روحن پنهنجي روحانيت سان بدروح کي مغلوب ڪرڻ جا جتن پئي ڪيا ۽ ذري گهٽ ڪاميابيءَ سان همڪنار ٿيڻ وارا هئا ته شمس جي ٺوٺ منهنجي پاسي ۾ اچي لڳي."

۽ اهڙي طرح افسانو اجايو وقت وڃائڻ کان سواءِ پنهنجي توجه ٻئي واقعي طرف ڪري ٿو. افساني جي بنيادي ضرورتن مطابق اديب اسان کي مک ڪردار شمس جي ڪم ڪار، ڌنڌي روزگار جي خبر نٿو ڏئي، ڪٿان تعلق اٿس، ڪٿي ٿو رهي، سندس شوق ڇا آهن، اهو سمورو احوال نظر نٿو اچي ۽ نه ئي ان جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي- بس جتي ضرورت آهي اتي هلڪا اشارا ڪافي آهن.

"ائين ته نه آهي شمس ته ڪارمين جي نظر تنهنجي غيبي آمدني تي آهي. جا تون فراخ دليءَ سان مٿس خرچ ڪري رهيو آهين."

اهڙي طرح ڪردار نه پر واقعا افساني جي هيئت ٺاهين ٿا- انهن جي منهن مهانڊي ۾ ڪردار جي ڪجل جي سنهڙي ليڪ سونهن پيدا ڪري ٿي.

زندگي جي واقعن ۾ علت ۽ سبب جي جيڪا اڻ ٻوٽ هلندي رهي ٿي تنهن رمز جا قانون ڪنهن ٺاهيا آهن؟ انساني ذهن جي وسعتن ۾ راند ڪيڏيندڙ جيترا اڳواڙي تي بيٺا آهن سي ته نظرن سامهون آهن، پر جي اندرين ڪوٺين ۾ وڃي لڪن ته پوءِ ڪين ڪيئن ڳولهجي؟

'چانڊوڪي جو زهر' به هڪ اهڙو غير معمولي افسانو آهي، جنهن جي تحرير پڙهندڙ کي ڪنهن گهري معنيٰ جي تلاش ۾ وٺي هلي ٿي.

لاشعور جي انڌيري واٽن تي ڀٽڪي وڃڻ جا وڏا امڪان هوندا آهن پر اديب وڏي اورچائي سان انهن تاريڪ راهن تان واپس ورائي تحت الشعور جي سرحد ٽپائي موٽائي ٿو آڻي. هاڻي ڏينهن جي روشني آهي، هر ڪوپنڊ پيچرو شعور جي حدن تي آڻي ڇڏي ٿو..

آفتاب جي ڪردار سان ڳالهه ڪندڙ جو جيڪو واهپو ٿيو، ان جو عنديه هو شروعات ۾ ڏئي ڇڏي ٿو- Occult جي موضوع واري ڪتاب جو ٽيبل تي موجود هئڻ، هڪ اهڙو اڻ ڳالهايو اشارو آهي جو پڙهندڙ کي ذهني طرح تي ڪنهن نئين دنيا جي سفر تي وڃڻ لاءِ تيار ڪري ٿو.

چيخوف هڪ دفعي چيو هيو ته جيڪڏهن آڪاڻي جي مهڙئين منظر ۾ اسان کي ڪمري جي ديوار تي بندوق ٽنگيل نظر اچي ته سمجهبو اها آخري منظر ۾ ضرور ڇُٽندي- اسان پنهنجي دنيا ۾ ٿي، پنهنجن عزيزن قريبن مان ضرور هڪ اڌ ماڻهو کي ذهن جي اندرين ڪوٺين جي لاڪپ ۾ قيد ڏٺو هوندوسين، پر عام حالتن ۾ خيال ڪڏهن ان طرف نٿو وڃي. ان افساني ۾ انيس صاحب وڏي آهستگي سان ذهن جي اندرين دريچن جي سير تي وٺي ٿو هلي-

پهريون جملو "... ڪيس ڪي ولي سمجهندا هئا ته ڪي شيطان." معاملي جي گهمبيرتا طرف ڌيان ڇڪائي ٿو. افساني ۾ واقعي جي مضبوطي، ڪردار مٿان صاف نظر اچي ٿي- ڪهاڻي ڪٿي به ڪمزور نه ٿي ٿئي، جيتوڻيڪ آفتاب جو ڪردار جن ذهني تبديلين جو شڪار ٿيڻو آهي، اهو ڪجهه وڌيڪ توجه وٺي ها، پر نه هت به سهڻي طرح سان افسانه پنهنجو بئلنس قائم رکي ٿو.

گل محمد کتري کي سنڌي لينڊ اسڪيپ جو استاد الله بخش سڏجي ته بيجا نه ٿيندو. هي هڪ اهڙو نادر روزگار پينٽر هيو جنهن ۾ فن جا سمورا جيوڙا موجود هيا. مناسب ماحول ۽ سهولت ميسر اچڻ تي سندس Promise پوري طرح اپري پورو ٿئي ها. پر وائي حسرتا....

انيس صاحب، کتري متعلق پنهنجي يادگيرين کي افسانوي رنگ ۾ رنگي ڇڏيو، ۽ رنگ به اهڙو جنهن جي شيڊ Shade ۾ مفلس ۽ نادار فنڪار جي مسڪيني جي جهلڪ شامل آهي. سماج ان فنڪار کي سواءِ بيماري جي ڪجهه نه ڏنو.

هو پنهنجي پورهئي جي دوران، رنگ بچائيندو وقت بچائيندو، اندر جي اڌمن جي تسڪين ڳولهيندو رهيو. ائين ڪرڻ لاءِ ڪيس جيڪا قرباني ڏيڻي پئي تنهن جو رنگ، خون جگر جهڙو ڳهرو جيڪڏهن نه هيو ته ڦڦڙن جي ڦٽن مان سرڪي نڪرندڙ گلابي رت جهڙو ضرور هيو. ناداري، بک ۽ بيماري، ڌڪار ۽ اڻ ميجوتي جي ڳجهن جا لامارا فنڪارن جي من تي سدا رهيا آهن. مزيدار ڳالهه اها آهي ته افسانن ۽ ناولن ۾ سندن ڪردار ڪي اهڙي حيثيت ۾ ڏيکاري همدردي جي جذبن کي اڀارڻ جو عمل اڄ کان گهٽ ۾ گهٽ سٺ سال اڳ شروع ٿيو- جيڪو ان ڊگهي عرصي دوران جاري رهيو آهي.

پر هت جيڪا تصوير انيس صاحب ٺاهي آهي، اها هلڪي ۽ سَستي همدردي اڀارڻ بدران، ڪتري جي ذات جي ساده ۽ نفيس پهلوئن کي اجاگر ڪري ٿي- ان ۾ بک ۽ افلاس جو هڪ اڻ سڌو پر اثرائتو ذڪر آهي. زندگي جي ڏوجهرن ۽ بيماري جي سٽن جو هلڪو شيڊ Shade تصورن جي افق تي اڀري بيهي ٿو.

ذات جي اظهار ۾ سرگردان ڪتري، باوجود پنهنجي فن جي، آخري دم تائين دڳ ڳولهيندو رهيو- واجهائيندو رهيو، وس ڪندو رهيو. پر پنهنجي Potentials کي هو مادي حقيقت تائين پهچائي نه سگهيو، هن جا تصور ڳهنجي رهجي ويا، جن جي پيرا وجي ان هنڌان ڦاٽ ڪاڻو، جتي هو وڌيڪ ڪمزور هيو- بک ۽ بي آرامي، اندر جي پيڙا سان رلجي پيون- زماني جي بي التفاتي ۽ توجه جي گهٽتائي ڪيس اهو مرض ڏنو، جنهن کي پنجاهه جي ڏهاڪي تائين فنڪارن، شاعرن ۽ اديبن جو مرض سڏبو هيو.

هڪ حقيقي شخصيت جو افسانوي تاثر، نهايت موزون پيرايه ۾ بيان ڪيل آهي.

مذهبن جي دنيا مختلف داستانن ۽ قصن Mythologies سان مالامال هوندي آهي ۽ لاڳو ادب انهن Mythological ڪردارن سان پُر هوندو آهي. اهي ڪردار پنهنجي اندر ۾ هڪ سموري ڪيفيت رکندڙ هوندا آهن، جنهن مان هر هڪ ديش واسي واقف هوند وآهي- بس ان ڪردار جو نالو ورتو- پڙهندڙ سموري ڪيفيت پاڻهي سمجهي ولندو ۽ ڪند ڌوڻيندو- زيوس يا اپالو جو نالو ئي ڪافي ٿئي ٿو- شنڪر ۽ سندس

گوپين طرف اشارو ٿي سموري ڳالهه کي واضع ڪري ڇڏي ٿو. حسن جي ذڪر ۾ حضرت يوسف جو نالو ورتو ويندو آهي ۽ وري برداشت ۽ صبر لاءِ ايوب جي ذات طرف اشارو تڪليفن ۽ مصيبتن جي انبارن هيٺ به تشڪر سان پُر انسان جو نظارو پيش ڪري ٿو.

'تنهنجي نالي ۾' هندو ديومالائي ۽ مذهبي ڪردارن کي جنهن لهجي ۽ پيرائي ۾ پيش ڪيو ويو آهي، اهو قابل قدر آهي. ڀڄائي ۾ اچي جتي ٽوڙ ڪيو ائين اتي واضع طرح سان مذهب جي نالي ۾ ٿيندڙ استحصال ۽ ڏاڍ، زيادتي ۽ ظلم صاف نظر اچي ٿو. مذهبن انساني زندگي کي جن سهولتن ۽ آسائشن جو وعدو ڪيو آهي اهي ته مليون ان جي آڙ ۾ نفرت ۽ انياءِ جي ڳالهه ڪٿي ٿي وڃي، آخري جملو معنيٰ خيز آهي:

"ڇا هي سڀ ڪجهه منهنجي نالي ۾ ٿي رهيو آهي؟"

وس ڪان بيوسي جي سفر کي دنيا جي هر ادب ۾ چٽيو ويو آهي. انهن ڪيفيتن جا عڪس انگريزي ادب ۾ به آهن ته اردو ادب ۾ به، پر سنڌي زبان ۾ جيڪا واحد اثرائتي تحرير ملي ٿي اها انيس صاحب جو افسانو پينشنر آهي.

اها پهچ ۽ بي ڪسي جي هڪ اهڙي تصوير آهي، جنهن جي هر هڪ ڪيفيت ڏکل آهي. سماج ۾ پهچ ۽ طاقت جو آفيس سان وابسته رهڻ جي حقيقت ۽ آفيس جي غير موجودگي جي بي وسي.

نوڪري دوران جيڪي وهم انسان پنهنجي مٿان طاري ٿيڻ ڏئي ٿو، سي سندس پنهنجي ڪمزورين ڪري ٿين ٿا. طاقت جي وڃڻ تي آهسته آهسته اهي وهم ۽ گمان وڃن ٿا لهندا. جيئن اکين آڏو آيل پردو لهندو وڃي. شيون وري پنهنجي اصلي شڪل ۾ ظاهر ٿينديون ٿيون وڃن. "سنڌائتو گوشت، سو سير بدران سوا سير" ملي ٿو. پر جڏهن ماٺهو سپرين ناهي ته پوءِ اڌ سير مان به... "آنو سوا گهٽ".

صاحب جي گمانن جو گهاتو، زماني جون حقيقتون آهن، جن جو منهن دار سندس زال صدوري آهي. جيڪا زندگي جي تلخين جو زهر اوتيندي رهي ٿي. هوئن جيڪر حقيقتن جي ڪوڙاڻ ٽوڪاري ماڻهو ڪن گمانن ۾ وڃي مٿو لڪائي سگهي ٿو، پر پنهنجو جيون سائي انهن جي پيروي ڪري ته پوءِ مڃڻ ڪان سواءِ چارو ٿي ناهي. Disilusionment

آهستي ۽ پرپور آهي تنهن هوندي به نڪتو جو لقب برداشت نٿو ٿئي- سور ڏئي ٿو وڃي. ان تڪليف جو علاج پراڻي البم کي ڏسڻ ۽ اخبارن جي تراشن جي ٽاڪور سان ڪجي ٿو- ياس جو احساس ڪوهيڙي جيان افساني کي وڪوڙيو ويٺو آهي. مختصر ڪهاڻي فليش بيڪ سان مزين گهڻا نفيس اشارا ڪندي پنهنجي ڪلائمڪس تي پهچي ٿي.

انيس صاحب هڪ سڌو سماجي مبلغ ناهي جو هو ان ڪم ۾ اڳل رهي. حقيقت اها آهي ته هو زماني جي عيبن ۽ ثوابن تي گهري نظر رکي ٿو، پر هو عيب کي عيب نٿو ڪوٺي ۽ نه ئي وري ثواب لاءِ مولوي وانگر عصا هٿ ۾ ڪري وڪالت ڪندو وتي. هو ته انساني عمل جي اهڙي توضيح ڪري ٿو جو ڪوبه، باوصف نظرين جي مخالف هئڻ جي، ان جي مخالفت نٿو ڪري سگهي.

انساني سوچون ۽ خيال جسماني تبديلي جي اثر هيٺ تغير ۽ تبدل جي شڪار ٿين ٿا، البت انهن لاءِ ڪن معمولي ذهني Stimulus جي ضرورت بظاهر رهي ٿي.

'ٽپڪو' ۾ انساني جنسي عمل ۽ ترجيحن جو مطالعو ٿيل آهي. ڪرمان جي خيالن ۾ تبديلي سندس غم ۽ غصي جي گهڙي ۾، صرف انور جي طاقت ۽ مڙسي جي مظاهري تي منحصر ناهي، ان لاءِ ٻيا ڪي عوامل به ٿي سگهن ٿا- اهڙن ڪن ممڪن اثرن جي موجودگي جا اهڃاڻ ٽپڪي جي مند جي شروعات متعلق ريمارڪ مان به نڪري سگهن ٿا.

اديب انساني سوچن تي جسماني ضرورتن جي اثر کان انڪاري ناهي ۽ اهڙي طرح ان ڳجهي دنيا جي سير طرف دعوت ڏئي ٿو، جنهن جي سائنسي مطالعي لاءِ فرائڊ ۽ اهڙن ڪيترن پنهنجي اهم قدم کنيا هيا.

علم جي سفر ۾ گذريل صديءَ کي بي انتها اهميت حاصل آهي. تاريخ جو مادي مطالعو، ارتقا جو نظريو ۽ نفسيات کي باضابطه علم جو درجو ملڻ اهي ٿي واقعا آهن جن انسان ذات لاءِ اڳتي وڌڻ جا سمورا رستا کولي ڇڏيا. اهڙي طرح جنس Sex هاڻي بندش مان نڪري ڳالهائڻ لائق شئي بڻجي پئي. هيولاڪ ايلس Havelock Ellis جي Studies in the Psychology of Sex علمي طرح جنس ۽ ان سان لاڳاپيل مسئلن

ڪي زير بحث آندو.

انيس صاحب پڻ ان موضوع کي ڳالهائڻ جي ناقابل Tabo نٿو سمجهي هو جنس ۽ جسم جي سائنسي مطالعه جو قائل آهي، ۽ پنهنجن افسانن ۾ انساني مسئلن کي سمجهڻ لاءِ جديد نقط نظرکي ٿو.

سندس افسانن جون خوبيون پڙهندڙن کي از خود قائل ڪيو ڇڏين. هي اهو ميدان آهي جتي انيس صاحب علميت جي دعويٰ ڪرڻ کان سواءِ پنهنجي وسيع ۽ بالغ نظري مڃائي ٿو.

سنڌي زبان جو نثري ادب هينئر پنهنجي شروعاتي دور ۾ آهي. ان جي واڌ ۽ ترقي لاءِ انيس انصاري جهڙن محنتي ۽ مانيٽن فنڪارن جي خدمتن جي ازحد ضرورت آهي. جيڪي هن زبان جي جهولي ۾ مختلف موضوعن کي برتڻ ۾ تحرير جا جداگانه انداز وجهندا، وڃن ٻولي کي مالامال ڪندا.

**ڪليم لاشاري**

# چانڊوڪيءَ جو زهر

اتفاق سان منهنجي بدلي به ان برانچ ۾ ٿي، جنهن ۾ آفتاب ڪم ڪندو هو. مان ان بابت اڳ ڪافي ٻڌي چڪو هيم، ڪيس ڪي ولي سمجهندا هئا ته ڪي شيطان. سندس ٻوٽي به ڪنهن سان گڏ ڪين رجهندي هئي. هوندو به تن تنها هو. نه ڏيندو هو سلام ڪنهن کي ۽ نه وٺندو هو سلام ڪنهن کان. ڪم تي البت سوار هو. ٽيبل صاف ڪري اٿندو هو، پوءِ ڪٿي ڪيس به ڪلاڪ وڌيڪ ڇو نه ويهڻو پوي.

مون کي حيدرآباد آئي ڇهه مهينا ٿيا هئا. پهريائين ته مونکي جنرل برانچ ۾ رکيو ويو ۽ بعد ۾ اڪائونٽ برانچ ۾، جنهن ۾ آفتاب اڳ ئي ڪم ڪندو هو. مان سندس طبيعت جي رڪائي بابت پهريائين ٻڌي رکيو هو، تنهن ڪري ساڻس ويجهو ٿيڻ جي ڪڏهن به ڪوشش ڪانه ڪيم.

هڪ ڏينهن هو دستور جي خلاف اچي منهنجي ٽيبل جي پرسان بيٺو ۽ ان تي رکيل ڪتاب کڻي اٿلائڻ پٿلائڻ لڳو. اهو ڪتاب منهنجو هڪ دوست تازو مون لاءِ آمريڪا مان وٺي آيو هو. ڪتاب Colins Wilson جو لکيل هو ۽ نالو هئس "Occult". ڪتاب اٿلائي پٿلائي، بنا مون کان پڇڻ جي کڻي ويو پنهنجي ٽيبل تي ۽ لڳس پڙهڻ. آفيس ختم ٿيڻ تائين آفتاب ڪتاب پي پڙهيو. آفيس جي ڪم ڏانهن ڌيان به ڪونه، آفيس ختم ٿيڻ وقت ڪتاب اچي منهنجي ٽيبل تي رکيائين ۽ منهن تي مسڪراهٽ آڻي چيائين "مهرباني." چوڪيدار ٻئي ڏينهن تي ٻڌايو ته آفتاب اڌ رات تائين ويهي سرڪاري ڪم پورو ڪيو هو.

ٻئي ڏينهن تي به مون ساڳيو ڪتاب ٽيبل تي اچي ساڳئي هنڌ

رکيو پر ان ڏينهن آفتاب ان ڏانهن ڪ ب ڪٿي ڪين ڏٺو. هاڻي مون کي ان برانچ ۾ ڪم ڪندي ڏيڍ مهينو ٿي ويو هو. هڪ ڏينهن آفيس سپرينٽنڊنٽ ٻڌايو ته ٽن ڏينهن بعد اڪائونٽ جي آڊٽ ٿيڻي هئي، ان ڪري مان ڪتاب چڱيءَ طرح بند ڪري بئلنس ڪئش سان ملائي رکان. ان ڏينهن ڏيتي ليتي ڪرڻ بعد ڪئش جو ڪئي ڪتاب سان ملايان ته ڪئش ۽ ڪتاب جي بئلنس ۾ پنجٽيهه رپين جو فرق هو. پنجٽيهه رپيا ڪئش ۾ گهٽ پئي بيٺا. مان سارو پگهرجي ويس. ڏاڍي ڪوشش ڪيم پر غلطي ڪٿي هٿ نه آئي. آخر آفيس سپرينٽنڊنٽ سان وڃي ڳالهه ڪيم ۽ چيومانس ته پنجٽيهه رپيا وڌيڪ ڪئش ڪتابن سان ملائي ٿو رکان. هن وراڻيو، "ميان، پئسن جي ڳالهه نه آهي. متان ڪتاب ۾ ڪا غلطي هجي." چيومانس، "ڪتاب مان چڱيءَ طرح چڪاسيا آهن. انهن ۾ غلطي ڪانه آهي. شايد پئسا ڪنهن کي وڌيڪ ڏئي ويٺو آهيان." ان تي سپرينٽنڊنٽ مون کي ڪتاب ڇڏي وڃڻ لاءِ چيو ۽ مون کي دلداري ڏنائين ته هو پاڻ ئي غلطي ڳولي لهندو.

ٻئي ڏينهن تي ڪتاب موٽائيندي سپرينٽنڊنٽ چيو، "ميان ڪئشيئر! غلطي مان به هٿ ڪري نه سگهيم. پاڻ ڄاڻ، ڪئش لاءِ تون جوابدار آهين."

الله الله ڪري مس مون کي نوڪري ملي هئي. ايم- اي پاس ۽ ڪلارڪي! سمجهيم ته اها ڪلارڪي به ڄاڻ هٿن مان وئي. اوچتو هڪ خيال آيو. هليو ويم آفتاب جي ٽيبل تي. چيومانس، "مسٽر آفتاب! آڊٽ ٿيڻ واري آهي. پنجٽيهه رپيا ٿا ڪئش مان ڪٽن. غلطي هٿ نه ٿي اچي. اوهان مهرباني ڪري ڪتاب ڏسندؤ؟"

هن ڪو به جواب نه ڏنو، منهنجي ٽيبل تي ويو ۽ وڃي ڪتاب کڻي آيو. هڪ ڪرسي گهلي مون کي وهڻ جو اشارو ڪيائين. هن غير معمولي قدم تي سڄي آفيس اسان ڏانهن ڏسڻ لڳي. ڪي ڪلارڪ حيرت مان ڏسي رهيا هئا ۽ ڪي مسڪرائي رهيا هئا. آفتاب گذريل

مهيني جو انبسٽريڪٽ ڪولي ڏنو ۽ ويو اُن ڪان پوءِ جون داخلائون ڏسندو ۽ واؤچرن سان ڪتاب پيٽيندو. هڪ هنڌ آڱر رکي چيائين، "غلطي هتي آهي. پنجٽيهه رپيا تو فلٽ ۾ فنائيل تي ڏنا آهن، اهي تو حساب ۾ آندائي نه آهن." غلطي چار ڏينهن اڳ جي هئي. ڳاڙهي مس سان غلطي درست ڪري، آفيسر جون صحيحون وٺي ڪتاب بند ڪري، ڊبل لاڪ ۾ رکي، هڪ چابي رکيم پاڻ وٽ ۽ ٻي ڏنم سپرينٽنڊنٽ کي. هاڻي مان آڊٽ لاءِ تيار هيم. اها رات مان آرام سان گذاري.

چار مهينا ته مون کي حيدرآباد ۾ رهڻ جي جاءِ نه پئي ملي. هڪ ڏينهن آفيسر مون کي گهرائي چيو، "مسٽر جميل! لطيف آباد نمبر6 ۾ هڪ سي ٽائيپ ڪوارٽر خالي ٿيو آهي. اهو ڪوارٽر اسان جي کاتي کي الاٽ ٿيل آهي، جي تون ويهڻ گهرين ته چابي وڃي آفيس سپرينٽنڊنٽ کان وٺ." جڏهن مختصر مدّي کٽي وڃي ڪوارٽر ۾ ويٺس ته معلوم ٿيو ته آفتاب ساڳي لائين ۾ 20- سي ۾ رهندو آهي.

حيدرآباد مون لاءِ نئون شهر هو. نوڪريءَ سانگي اچي اتي رهيو هيم، نه ته ان کان اول مان هن طرف آيوئي نه هئس. نئين هنڌ ڪري شهر ۾ منهنجي واقفيت به ڪانه هئي. ڪوارٽر ۾ اچڻ کان اول ڪجهه مهينا آفيس لڳ چوڪيدار جي ڪوارٽر ۾ گذاريا هئم، جو هن مون کي مُنجهيل ڏسي پاڻ ئي آڇيو هيو.

واندڪائي وقت لطيف آباد ۾ مون لاءِ تفريح جا ٻه ذريعا هئا. هڪ پيدل سير ۽ ٻيو ڪتاب پڙهڻ. هڪ ڏينهن رئوف ڳالهين ڪندي مون کي ٻڌايو، "ميان تنهنجي لطيف آباد جي پٺيان ته سنڌو ٿي وهي. ڪڏهن ڪڏهن ان طرف به تفريح لاءِ نڪري ويندو ڪر." هڪ شام جو مان پڇائيندو وڃي درياهه جي ڪناري تي نڪتم، مزو اچي ويو. اتي هڪ پمپنگ اسٽيشن پڻ موجود هئي، جتي ڪجهه ٻارا گلن جا پڻ لڳل هئا. مان سنڌوءَ جي ڪناري ويهي ڪوٽڙي پل ۽ شهر ڏانهن پئي نهاريم ته ڪنهن منهنجو نالو وٺي سڏ ڪيو. پٺتي نهاريان ته پمپنگ اسٽيشن جي

هڪ ڪوارٽر ٻاهران آفتاب بيٺو هو. مون کي پاڻ ڏانهن ڏسندو ڏسي، هن هٿ سان پاڻ ڏانهن اچڻ جو اشارو ڪيو. ان طرف ويم ته هٿ کان وٺي ڪوارٽر ۾ اندر وٺي کٽ تي ويهاريائين. بعد ۾ معلوم ٿيو ته اهو ڪوارٽر پمپنگ اسٽيشن جي مستري نبي بخش جو هيو، جنهن وٽ ڪنهن ڪنهن مهل آفتاب اچي ويهندو هو. جنهن وقت مان ويم ته نبي بخش چانهه تيار ڪري رهيو هيو. هٿ اڳهي اچي مون سان محبت سان مليو ۽ چيائين، "سائين! هن طرف اچڻ ٿئي ته ڀلي ڀير ڀري مون مسڪين وٽ به ايندا ڪريو."

چانهه پي ۽ منٽ نبي بخش سان ڳالهيون ڪري مان ۽ آفتاب اچي درياهه جي ڪناري تي ويٺاسين ۽ لڳاسين شفق جو نظارو ڪرڻ. آسمان ۾ هلڪا هلڪا ڪڪر ڇانيل هئا، جي سج جي روشنيءَ ۾ رنگ مٽائي رهيا هيا. دور ٻريان ڪنهن هنڌان بانگ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. آفتاب اٿي پمپنگ اسٽيشن جي ڀرسان لڳل پائيپ مان وضو سارڻ لڳو ۽ مان آهستي آهستي قدم کڻندو لطيف آباد واپس ورڻ لڳم.

هڪ آچر جو (آچر انهن ڏينهن ۾ موڪل جو ڏينهن هو). ڪنهن اچي منهنجي ڪوارٽر جو دروازو صبح سويري کڙڪايو. نڪري ڏٺم ته آفتاب هيو. اندر وٺي ويومانس. هو لڳو الماريءَ ۾ منهن جا ڪتاب ڏسڻ ۽ مان وڃي چانهه تيار ڪري ورتي. ان ڏينهن آفتاب سان ڪافي ڪچهري ٿي. هو هيو به موڊ ۾. هاڻي هو مون وٽ ڪڏهن ڪڏهن اچڻ لڳو، (مان وٽس ڪڏهن به نه ويم. هن نه ڪڏهن مون کي وٽس وڃڻ لاءِ چيو ۽ نه مان ئي ڪڏهن ساڻس اها ڳالهه ڇوري) هڪ ڏينهن هن پڇيو: "ڪڏهن گنجو گهميو آهين؟"

"گنجو!" مون تعجب مان چيو.

"بابا! گنجو ٽڪر، تيار ويهجانءِ ايندڙ آچر تي سوير اوڏانهن هلنداسين."

آچر آيو، صبح جو سوير آفتاب اچي ڪوارٽر جو در کڙڪايو. ڪيس

ڏنم ته مون کان ڪل نڪري ويئي. هڪ ڪلهي تان ڪپڙي جو ٿيلهو لڙڪي رهيو هيس ۽ ٻئي تان ٿرماس. پڇيومانس، "ٿيلهي ۾ ڇا کڻيو اٿئي."

چيائين، "هل- پاڻهي پتو پوندءِ."

گنجو ٽڪر پريان ته هڪڙي ننڍڙي ٽڪري ٿي نظر آئيءَ لوڙهي ۽ گنجي، پر آفتاب جي سنگت ۾ اتي گهمندي ان ڏک ٿي ڪا ٻي ڏني. ڪافي مهينن تائين موڪلن ۾ (جي ڳوٺ نه ويندو هيس ته) آفتاب سان گڏجي گنجي ٽڪر جو چڱو سير ڪيم. هڪ دفعي گنجي ٽڪر تي گهمندي آفتاب مون کي هڪ انڌيري غار ۾ وٺي ويو. اتي ٿيلهي مان ننڍڙي ٽارچ ڪڍي ڦيرايائين ته هرطرف کان تجلا ايندي پيا نظر آيا. پڇيومانس: "هيرا آهن ڇا؟"

ٻڌايائين ته ابرڪ هيو. غار جي ديوارن ۾ ابرڪ جا تهن مٿان تهه پئي ڏسڻ ۾ آيا. ٻئي دفعي وري ميٽ جو ذخيرو ڏيکاريائين، جو چڪن جي صورت ۾ هڪ غار جي ديوارن ۾ ڪتل هيو.

گنجي ٽڪر تي گهمندي جدا جدا ساهوارن جا پٿر پهڻ (Fossils) ٻه هٿ آيا. اهي سپين، ڪوڏين، تاري مڇي (Star Fish) ۽ ٻين پاڻيءَ جي ساهوارن جا هيا. آفتاب ٻڌايو ته گنجو ٽڪر ڪنهن وقت سمنڊ جي هيٺان هيو، هڪ دفعي گنجو گهمائيندي آفتاب مون کي هڪ ڊنل گول گنبد نما عمارت وٽ وٺي ويو پڇيومانس: "هي ڪنهن ڦٽل چوني جي ٻٺي جا نشان آهن؟" جواب ۾ چيائين، "ميان! هي ٻڌ وهار آهي." مان ان ڳالهه ۾ ساڻس اتفاق نه ڪيو.

هڪ ڏينهن پڇيائين، "پارسين جو قبرستان ڏسندين؟"

"پارسين جو قبرستان ٿيندو آهي ڇا؟ مون کي ته معلوم آهي ته پارسي پنهنجي عزيزن خويشن جا لاش هڪ هنڌ ڇڏي ويندا آهن. ماس کي جانور ۽ پکي کائي ڇڏيندا آهن. باقي هڏا هو خاص طرح نهيل کوهه ۾ ڦٽي ڪندا آهن." هن ڪوبه جواب ڪونه ڏنو، پر هڪ اهڙي هنڌ وٺي

ويو، جتي پٿر جون وڏيون وڏيون گهڙيل سرون رکيل هيون، جن تي گجراتيءَ ۾ نالا ۽ مرڻ جمڻ جون تاريخون لکيل هيون. نالا پارسين جا هيا. پتو نہ آهي تہ پارسين جا اتي هڏا پوريل هيا يا مسلمانن وانگر سالم لاش.

مان آفتاب جي طبيعت مان واقف ٿي ويو هيس. جنهن وقت هو ڳالهائيندو هو تہ مطلب جو جواب ڏيندو هومانس، وري پنهنجي طرفن خاموشي طاري هوندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن تہ ڪلاڪن جا ڪلاڪ هلندا رهندا هواسون، پر هڪ اکر بہ ڪين ڳالهائيندا هواسون.

آفتاب جي ڪپڙي جي ٿيلهي ۾ ڪافي ڪجھ هوندو هو. ان ۾ ڊبل روٽي، اوباريل آنا، جيلي يا جام، موسم جي مناسبت سان ڪو ميوو، دوربين، چيٽي ۽ ننڍو هٿوڙو (فاسل جدا ڪرڻ لاءِ) ۽ ننڍي ٽارچ هوندي هئي. ماني ڪنهن چانوري ۾ ويهي کائيندا هئاسين، ۽ ٿرماس، جو هو پاڻ سان کڻندو هو، ان ۾ هوندي هئي چانھ.

ڪنهن ڪنهن وقت آفتاب جي اکين ۾ هڪ خاص قسم جي شوخي، لالائي ۽ چمڪ پيدا ٿيندي هئي. ان وقت مان ڪانئس دور رهندو هيس. پهريون دفعو اهڙي تبديلي منجهس مان هڪ شام جو سنڌوءَ جي ڪناري ڏٺي هئي. هن ۽ مان پٿرن تي ويٺي وهندڙ پاڻيءَ جو پئي نظارو ڪيو تہ اوچتو آفتاب ٽپ ڏئي اُٿيو ۽ مون ڏانهن منهن ڪري رڙ ڪيائين، "اُٿي". مان ڏانهنس حيرانيءَ مان ڏٺو. هن ٻيهر رڙ ڏئي چيو، "ٻڌين نہ ٿو؟ اُٿي!" مان اٿي کڙو ٿيس. لطيف آباد ورندي اسان ان ڏينهن ڪجھ بہ نہ ڳالهايو. ٻئي دفعي وري گنجي ٽڪر تي هڪ جيپ تي ويٺا هئاسون، ۽ پئي ڳالهيون ڪيوسين. اوچتو ڪنهن خيال اچڻ تي مون ٿيڏي اک سان آفتاب ڏانهن ڏٺو. ان جي اکين ۾ اها خاص چمڪ موجود هئي. ان هر مون ۾ بي نهاريو ۽ هر سير ڪن تور هڪ پٿر ۾، جو سندس پرسان پيو هو. هن دفعي مان ٽپو ڏئي ٻري وڃي بيٺس ۽ رڙ ڪري کيس چيم "اُٿي". آفتاب جي اکين مان چمڪ غائب ٿي چڪي هئي، جن ۾ هاڻي حيراني

صاف نظر اچي رهي هئي. گهڻو گهڻو پوءِ هن مون کي ٻڌايو ته درياهه جي ڪناري جڏهن مان ٽپو ڏئي پري وڃي بيٺو هيس ۽ توکي اُٺڻ لاءِ چيو هيم، ان ڏينهن منهنجي من ۾ خيال پيدا ٿيو هو ته مان توکي ڌڪو ڏئي درياهه ۾ ڪيرايان. ان ڳالهه کان ٻچڻ ڪاڻ مان پري وڃي بيٺو هيس ۽ توکي اُٿڻ لاءِ چيو هيم. مان ان تي ڪيس چيو ته آفتاب تون ۽ مان هڪ دفعي گنجي ٽڪر تي هڪ ڇپ تي ويٺا هواسون ته مان ٽپو ڏئي وڃي پري بيٺو هيس ۽ توکي اٿڻ لاءِ رڙ ڪئي هيم. خبر اٿئي ڇو؟ ان تي ان ڪنڌ ڌوڻي انڪار ڪيو. چيومانس ته اهو ان ڪري، جو ان وقت تنهنجي دل ۾ آيو هيو ته پرسان پيل پٿر کڻي منهنجي مٿي تي هڻين. آفتاب جي منهن تي پگهر جا وڏا وڏا ڦڙا نڪري آيا.

هڪ ڏينهن پنڌ ئي پنڌ وڃي هوسڙيءَ نڪتاسون. معلوم ٿيو ته اتان اڌ ڪلاڪ بعد حيدرآباد لاءِ ريل ملڻي هئي. اچي اسٽيشن تي ويٺاسون. ان ڏينهن آفتاب جي حالت ڪجهه عجيب ڍنگ جي هئي. ڪجهه اشارن ۽ ڪناين ۾ پئي ڳالهايائين. هڪ سوال هن مون کان جو پڇيو سو هو،

"جميل! ڪڏهين چانڊوڪيءَ ڏنگيو اٿئي؟"

مون چيو، "چانڊوڪي نانگ آهي ڇا؟"

چيائين، "اُن کان به بُري!"

چوڏهينءَ جو چنڊ آسمان ۾ ڪِرِيو بيٺو هو. مان ۽ آفتاب سنڌوءَ جي ڪناري ويهي ان جو عڪس پاڻيءَ ۾ ڏسي رهيا هئاسون، پري کان گدڙن جون اونايون اچي رهيون هيون. پاڻيءَ جي سرسراهٽ ۽ گدڙن جي اوناءَ کان سواءِ فضا خاموش هئي. اسان پنهنجي خيالن ۾ گم، چنڊ جي چانديءَ کي پاڻيءَ جي وڪڙن ۾ ورهائجندو پئي ڏسوسون ته اوچتو مون پنهنجي ڪرنگهي جي هڏي وٽان هڪ سرديءَ جي لهر اٿندي محسوس ڪئي. ان کان سواءِ دماغ ۾ هڪ عجيب ڪيفيت پيدا ٿي. مون ڏٺو ته جسماني ۽ دماغي طور مان مفلوج ٿي چڪو هوس. درياهه جي اجلي پاڻيءَ مان مون

باھ جون جيبون اُڀنديون ڏٺيون، جنھن جي مٿان ڪارا پاڇا شيطاني ناچ نچي رھيا ھئا. دور ڪنھن ھندان ھلڪن سُرن ۾ گھنڊڙين وڄڻ جو آواز پئي آيو. چنڊ باھ جي گولي ۾ تبديل ٿي چڪو ھو. اوچتو منھنجي ذھن ۾ ھڪ خيال آيو، "مون کي چانڊوڪيءَ کان پاڻ ڏنگائڻو نہ آھي." بدن مان ھڪ درڙي نڪري وئي. پاڇا غائب ٿي ويا. باھ جي ڏارا بدران سنڌوءَ ۾ پگھريل چاندي وھي رھي ھئي. چنڊ پنھنجي اصلي روشني ڦھلائي رھيو ھو. دور کان گھنڊڙين جو ايندڙ آواز گم ٿي ويو ھو. مون آفتاب ڏانھن نھاريو، ھو ٽڪ ٽڪي لائي مون ڏانھن ڏسي رھيو ھو. مان اُٿي ڪڙو ٿيس ۽ کيس چيم، "مون کي ننڊ ٿي اچي، مان وڃان ٿو." ھن مون کي ڪونہ روڪيو. پروگرام جي ابتڙ پمپنگ اسٽيشن تي باقي رات گھارڻ جي بجاءِ ان وقت ئي لطيف آباد ڏانھن رخ ڪيم. اڪيلي ئي اڪيلو جھنگ مان واٽ ڪندو اچي گھر پيڙو ٿيم. ڪٽ تي سمھڻ سان ٿڪاوٽ ۽ ڪمزوريءَ جو ايڏو تہ احساس ٿيو جو ليٽڻ بعد ڪو پتو ئي نہ رھيو تہ ڪھڙي ملڪ يا جھان ۾ آھيان.

ان دوران مون مقابلي جو امتحان پاس ڪري ورتو ۽ روينيو کاتي ۾ ڪنيو ويم. حيدرآباد ۽ ان سان گڏ آفتاب کي خيرباد چئي ٽريننگ پوري ڪري وڃي نوڪريءَ ۾ لڳم. شروع ۾ تہ پنھنجي پنڌ گھمڻ جي عادت جو موڪلن جي ڏينھن تي پورائو ڪرڻ لڳم، پر پوءِ روينيو کاتي جي ڪم جي نوعيت ۽ گھٽائي ڪري اھڙين تفريحن کي ڇڏڻو پيو. اتفاق سان منھنجي بدلي سيوھڻ ٿي. اتي جبلن ۽ پھاڙن جي ويجھائپ وري منھنجو خيال پاڻ ڏانھن ڇڪيو. ھڪ دفعو ٻن ھم خيال دوستن سان يڳي ٺوڙھي تي ڪجھ ڪلاڪ گھارڻ جو پروگرام بنائي جيپ تي چڙھي ھڪ ھنڌ اچي ڪئمپ ھنئي سين. اسان ڪم وارن کي ماني جلد ٺاھڻ جو چئي لڳاسون جبل تي چڙھڻ. سھڪندا سھڪندا چوٽيءَ تي پھتاسون تہ اتي ھڪ ماٺو ڏٺوسين، جو ھڪ ڇپ جي اوٽ ۾ پرائيمس

اسٽوو تي ڪجھ تيار ڪري رهيو هيو. اسان کي ڏسي هو اسان ڏانهن وڌڻ لڳو. پري ئي هيو تہ مون ڪيس سڃاتو، هو آفتاب هو. ٻڪين پنجي وياسين. پڇيومانس، "هتي ڪٿ ڏسجين." جواب ڏنائين، "صبح جو مٿي ايندو آهيان. گهمي ڦري شام جو وڃي ريلوي جي ڪئبن مٺن جي ڪوٺيءَ ۾ سمهندو آهيان." هن جي چانھ تيار هئي. اسان ٻہ پاڻيءَ جو ٿرماس ساڻ ڪنيو هو، ان جي پيالين ۾ چانھ پيتي سين. مزو اچي ويو. پنهنجن دوستن کي آفتاب ۽ پنهنجي گنجي ٽڪر جي گهوم لاءِ ٻڌايم. ڪجھ وقت ويهي سيٺي هيٺ لهي آياسون ۽ گڏجي ماني ڪاڌي سون. مون آفتاب کي ٻڌايو تہ مان هاڻي سيوهڻ ۾ آهيان. ڪيس پاڻ سان هلڻ لاءِ چيم. هن ٻڌايو تہ سندس موڪل اچي ختم ٿي هئي ۽ شام جو هو حيدرآباد ورڻو هو. هن البت وعدو ڪيو تہ ڪنهن ڏينهن هو مون سان سيوهڻ ملڻ ايندو.

مٿين ڳالھ کي ٻہ مهينا گذريا تہ هڪ شام جو آفتاب سيوهڻ اچي پهتو. قلندر شهباز جي درگاه تان ٿي موٽيو تہ مانيءَ وقت سندس منهن ٻي ڏنوسين نہ تہ هو ٻن ڏينهن تائين پنهنجي ڪمري ۾ اندر رهيو. چيائين تہ هو ڏاڍو ٿڪل هو. آخر ٿڪ لاهڻ بعد هڪ شام جو مون کي چيائين، "جميل صاحب! پرهينءَ چوڏهين رات آهي. اها رات مان لال باغ ۾ گذارڻ گهران ٿو. اوهان ساٿ ڏيندؤ منهنجو؟" پهريائين تہ خيال آيو تہ انڪار ڪريانس، پر پوءِ خيال اچڻ سان تہ اها ڳالھ اخلاق جي بعيد ٿيندي، جي مان سندس ساٿ نہ ڏنو. آخر مان ئي دعوت ڏئي ڪيس گهرايو هيو اتي.

لال باغ ۾ اڳي ئي بندوبست ڪرائي ڇڏيو هيم. ڪليل هنڌ تي هڪ جهوپڙي بنائي ويئي هئي، جنهن ۾ موسم جي مناسبت سان هنڌ بستري جو بندوبست ڪيل هو. ٽيون ماڻهو مون سان اردلي فقير محمد هيو. شام جو اسان باھ جي مچ جي ڀرسان ويٺا هئاسون. فقير محمد ٿورو پريان پيڙهي تي ويٺو هو. ان ڏينهن هوا ۾ خنڪي ٻہ ڪافي هئي ۽ وري جهوپڙي ٻہ هئي ڪليل، ان ڪري اجرڪ ڪيي ويڙهي ويهي رهياسون ڳالهيون ڪرڻ. رات ڪافي گذري چڪي هئي، فقير محمد کي جهوٽا

ڪانئيندو ڏسي ڪيس اشارو ڪيم ته وڃي سمهي. سندس بستر به ان ئي جهوپڙي ۾ هڪ طرف ڪان لڳل هيو. چنڊ هاڻي پنهنجي آب تاب سان چمڪي رهيو هو. اوچتو مون پنهنجي پٺيءَ جي ڪنڌي مان سرديءَ جي لهر ايرندي محسوس ڪئي ۽ ڏٺم ته منهنجون جسماني ۽ دماغي طاقتون وڃون پئي گهٽبيون. ٻاهر جي ڇپي رنگ مٿاني نيري ٿي وڃي هئي. ٻاهر چانڊوڪي جو رنگ ڇهڇ ڳاڙهو ٿي چڪو هو، جنهن تي پاڇولا نچي رهيا هيا. دور ڪنهن هنڌان گهنڊڻين جو هلڪو آواز ٻڌڻ ۾ پئي آيو ۽ مون تي غنودگي ڇانئجي رهي هئي.

"مون فقير محمد جو آواز ٻڌو جو نهايت جهيڻو هو. "سائين!" ٻيو سڏ انجو پنهنجي پير ۾ ٻڌم ۽ هن منهنجي پٺيءَ تي هٿ رکيو ۽ چيو، "سائين! سردي وڌي ويئي آهي. هاڻي اچي آرام ڪريو." مون ائين محسوس ڪيو ته جڻ ڪنهن ٻئي زماني ۽ ٻئي هنڌان ڏڪجي اچي ان هنڌ پهتو آهيان. بدن مان درڙي نڪري ويئي ۽ سڀ احساس ۽ نظارا خواب وانگر هوا ۾ گم ٿي ويا.

فقير محمد مون کي هٿ ڏئي اٿاريو ۽ وڃي بستري ۾ ليٽايو. ڪمبل مٿان وجهڻ وقت آهستگي سان چيائين "سائين! مان جاڳان ٿو، اوهان بي اونا سمهي پئو."

صبح سان سجاڳ ٿيم ڏٺم ته ٻاهر ٻري رهي هئي، جنهن جي ٻرسان فقير محمد لوئي ويڙهيو ويٺو هو. آفتاب اتي موجود ڪونه هو، چانهه تيار ٿي ته هو به اچي پهتو. چانهه پي شهر ڏانهن روانا ٿياسين. منهنجو هڏ هڏ ڇڪي رهيو هو. شهر پهچڻ بعد آفتاب وڃڻ جي اجازت گهري. دستوري انڪار ڪرڻ بعد مون ڪيس ٻئي دفعي اچڻ لاءِ چئي موڪل ڏني. آفتاب جي وڃڻ بعد فقير محمد مون کي چيو، "سائين! پنهنجي ان دوست ڪان پري رهو ته چڱو." پڇيومانس، "ڇو؟" ته مرڪي ڪٽي ماٺ ڪيائين.

چانڊوڪي رات ۾ ٻه دفعا جيڪي ڪجهه مون ڏٺو يا محسوس

ڪيو هيو، ان طرح جي تجربي لاءِ مان ٽيون دفعو تيار ڪونہ هيس. پر انسان حالتن کان مجبور ٿيو وڃي. اهڙيون حالتون مون کي لاڙڪاڻي ۾ نوڪريءَ دوران پيش آيون، جڏهن هڪ ڏينهن اوچتو آفتاب اچي وارد ٿيو. دستوري اليڪ سليڪ بعد چيائين، "جميل صاحب! موهن جو دڙو گهمڻ آيو آهيان، پر اتي ٽن راتين گذارڻ جو پروگرام آهي. هڪ رات مون کي بہ اتي اچي رهڻ لاءِ آماده ڪيائين. مان کيس ڇنڇر ڏينهن اچڻ جو وعدو ڪري، پنهنجي ماٺهوءَ ۾ ڪيوريٽر ڏانهن نياپي سميت آفتاب کي اوڏانهن موڪليو. وعدي موجب ڇنڇر جي شام پنهنجي دوست ڪريم سان گڏ اوڏانهن روانو ٿي ويم. شام جو مانيءَ بعد آفتاب مون کي چيو، "دوست! گرميون بہ آهن. رات بہ سهائي آهي، ڇو نہ سڄي رات اسٽوپا تي گذاريون؟" مان کيس انڪار ڪيو، پر ڪريم باوجود منهنجن گجهن اشارن ڏيڻ جي، آفتاب جي طرف ٿي بيٺو. مجبور ٿي آخر مون بہ هائو ڪئي.

اسٽوپا تي آرڪيالاجيءَ وارن جي اجازت وٺي گلم وڇائي بسڪوٽ، چانهہ ۽ پاڻيءَ جو بندوبست ڪري وڃي ٿئي ڄٽا ويٺاسون. پهريائين تہ دنيا جهان جون ڳالهيون هلڻ لڳيون، ان بعد آفتاب ۽ ڪريم قديم آثارن بابت ڳالهيون ڪرڻ لڳا. مان ويٺي انهن کي ٻڌو.

آخر اهو وقت آيو، جنهن جو مون کي انديشو هيو. اوچتو ڪرنگهي وٺان سرديءَ جي لهر ايري بدن ۾ ڦهلجي ويئي. پاڻ تي ضابطي رکڻ جي ڪوشش ڪيم ۽ خيالن جي رخ کي موڙڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ لڳم، پر ناڪام ٿيس. جسماني ۽ دماغي قوتون آهستي آهستي ختم ٿي رهيون هيون. ڪريم سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪيم، پر زبان ڪين اٿلي. چنڊ هاٿي رت جي هڪ وڏي دڳ وانگر نظر اچي رهيو هو. چانڊوڪيءَ جو رنگ بدلجي ڳاڙهو ٿي چڪو هو. زمين مان دونهون اٿندي محسوس ڪري رهيو هيم، جو آهستي آهستي ڏندليون شڪليون اختيار ڪري رهيو هيو. اهي شڪليون ويون انساني صورت ۾ تبديل ٿينديون. سئنيما جي منظر وانگر منهنجي سامهون جو نظارو هيو، سو بدلجي چڪو هيو.

اسٽوپا جي پڳل گنبد جي بجاءِ سالم اسٽوپا منهنجي اکين اڳيان موجود هئي، جنهن جي ٽن طرفن کان ننڍين ننڍين ڪمرن ۾ ٻڌ ڀڪشو موجود هيا. جن مان ڪي آرام ڪري رهيا هيا ۽ ڪي عبادت. اسٽوپا جي هيٺان ڪوٽ ڏنل هڪ بستي پڻ موجود هئي. مون اهو پڻ محسوس ڪيو ته مان آفتاب ۽ ڪريم پڻ ان ماحول جا ڪي جُزا آهيون. دور سنڌوءَ جو پاڻي چانڊوڪيءَ ۾ جرڪي رهيو هيو.

پتو نه آهي ته اها حالت مون تي ڪيترو وقت طاري رهي. هاڻي اوڀر طرف صبح ٿيڻ جا آثار نظر اچڻ لڳا. ڀڪشو ٽولين جي صورت ۾ ڪرمنڊل هٿ ۾ ڪنيون ڏاڪڻين تان لهي سنڌوءَ طرف وڃي رهيا هئا. مان ۽ ڪريم انهن سان ساڻ هياسون.

"الصلواة خير من النوم" جي آواز اچڻ سان ڄڻ ننڊ مان جاڳي پيم. مان پاڻ کي ڪريم سان گڏ سنڌوءَ جي ڪناري تي ڏٺو. هيڏانهن هوڏانهن ڏٺم، پر ڪوبه ڀڪشو ان وقت نظر ڪونه پئي آيو. البت دور هڪ ننڍڙو ڳوٺ هيو، جنهن جي مسجد مان بانگ اچي رهي هئي. مون ڪريم کي ڇهيو. هو به ڄڻ خواب مان بيدار ٿي پيو. پوءِ گاڏڙ آواز ۾ پڇيائين، "اسان ڪاٿي آهيون؟"

ڳوٺ جي مسجد ۾ فجر جي نماز پڙهڻ بعد پيش امام چيو، "سائين! ايترو سوير سير لاءِ نه نڪرندا ڪريو. ڀهراڙيءَ جا ڪتا ڏاڍا خراب ٿيندا آهن."

شهدادپور ۾ پوليس هڪ ماڻهوءَ کي مون وٽ پيش ڪيو. ان ماڻهوءَ کي چرين جي اسپتال ۾ داخل ڪرائڻو هين. پوليس پنهنجي رپورٽ ۾ ڪيس "خطرناڪ چريو" لکيو هيو، جنهن ڪن ماڻهن کي مارڻ جي ڪوشش پڻ ڪئي هئي.

پاڳل ٻيو ڪوبه ڪونه هيو، سواءِ منهنجي چاتل دوست آفتاب جي. مون کي ڏسي وڏا وڏا ٽهڪ ڏيڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو، "بچي وئين نه چانڊوڪيءَ جي زهر کان؟"

# ٽپڪو

"ڪوڏي"

ٻوڙي مان آواز آيو. انور ٻيهي رهيو.

"ڪوڏي"

نم جي ڇنيان ٻيو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. انور جي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو. هن تڪڙيون تڪڙيون وکون کنيون.

"ڪوڏي"

ٻن ٽن ٻين هنڌن کان هڪ ئي وقت آواز آيو.

"مان ٿو وڃي چاچي کي دانهن ڏيان. اها ڪرمان وڏي بي شرم ڇوري آهي، هاڻي ته ٻيون ڇوريون به ڇيڙائڻ لڳيون آهن." انور وات ۾ ڀڻ ڀڻ ڪندو باغ ڏانهن وڃڻ لڳو.

انور جنهن جي شڪل شبيه ڏسي ماڻهو شاهل ۽ سليمان ڏانهن اشارو ڪري چوندا هئا ته اهڙي بدشڪل ماءُ ۽ پيءُ کي اهڙو سهڻو پٽ ڪيئن ڄائو. انور، جنهن جي شڪل ڏسي عورتون سڌ ڪنديون هيون ته ڪين به اهڙو خوبصورت پٽ ڄمي. انور، جنهن جو هڪ هڪ عضوو ڊولائتو ۽ سهڻو هو، ڪنهن ڏائڻ جي بدنظر جو شڪار ٿي ويو. مائيءَ جهڙي مرض ۾ مبتلا ٿي پيو. زندگيءَ ته بچيس مگر سونهن وڃائي ويٺو ۽ ان سان گڏ هڪ اک به.

بيماريءَ کان پوءِ انور جي زندگيءَ ۾ ڪافي ڦيرو اچي ويو. هو جتي اگ ٻارن جي ميڙ ۾ وڃي زوريءَ شامل ٿيندو هو، اتي ڪانئن پاسو ڪرڻ لڳو.

هرڪو ننڍو وڏو هاڻي کيس ڇيڙائڻ لڳو. هن جي ڪاٽيءَ اک جو

ڦلو هڪ ننڍيءَ ڪوڏيءَ جهڙو هو. ڪنهن "ڪوڏي" چيو ته انور جي زبان مان گارين جا ڌوڙيا نڪتا. چيڙائيندڙ گاريون ٻڌي ٻه کلندا رهندا هئا. هن کي وڏيڪ شڪايت "ڪرمان" کان هئي. هوءَ ڏاري ٻه ڪانه هئي، سندس چاچي جي ڌيءَ. ڪرمان ٿي ٻهريان انور کي "ڪوڏي" چئي چيڙايو هو.

انور رئندو وڃي چاچي وٽ باغ ۾ پهتو ۽ سڏڪا ڀري ڪيس دانهن ڏني. چاچهنس اکين تان ڳوڙها اگهندي ڪيس دلداري ڏني. "اڙي! ايتري ۾ ٿو روئين؟ اڃي اها ڪرمان ته چندا ٿو پنيانس، اها ڇوري سمجهي ڇا ٿي؟ منهنجي راڻي پٽ کي ٿي چيڙائي! انور جي دل تان بار هلڪو ٿي ويو ۽ ڳوهيل مٽيءَ مان ڪانياٺيءَ لاءِ گليلا ناهڻ ويٺو.

"هو ٻلو" ڪانياٺيءَ مان ڳوڙهو نڪتو ۽ ٻريان ويٺل چتون اڏامي ويا.

"لڪ" هڪ ٻڪل انب اچي "عيدوءَ" جي اڳيان ڪريو. عيدو انب کڻي اٿلائڻ پٿلائڻ لڳو. ٻيلو ٻيلو لال ڏارين وارو انب، هن جي هٿ ۾ نه پني نه ماڀيو.

"پٽ! انبن ۾ ٽپڪو پنجي جڪو آهي،" عيدو انور کي ٻڌايو. ٽپڪو هڪ قدرتي امر آهي. انب جڏهن پچي راس ٿو ٿئي ته هو ان ڳالهه جو منتظر ٿو رهي ته ڪو اچي کيس چني. جيڪڏهن وقت تي ڪيس نه چنبو ته هو پنهنجو پاڻ ڇٽي ٻوندو ۽ پاڻ کي داغي بنائي ڇڏيندو.

عيدو سوچڻ لڳو: "ٽپڪو هڪ قدرتي ڳالهه آهي" هيل انب ٻوريا ٻه سٺا ها ۽ ڦر ٻه ايترو ڏنو هئائون جو باغائي ڊائجي ويا. عيدوءَ کي اپراسو ٻه چڱو ٿيو هو.

وري مينهن ٻه مهل تي ويائي. پيرن سڀ پچايس. هاڻي عيدوءَ لاءِ ضروري هو ته ڀارهينءَ جي خيرات ۾ وڏيڪ دير نه وجهي. يار دوست مٽ مائٽ، برادريءَ ٻڙيءَ کي سڏ ڏنائين. پاڏي کي حلال ڪري ٻه پرتو ديڳيون لهرايائين. يار دوست، عزيز قريب ۽ غريب غربا ڪائي خوش ٿيا. رات جو ويجها پراهان سڀ اچي مڙيا، هليا حال احوال. موقعو ٻه سٺو هو. شاهل جي اشاري سان سندس مڙس سليمان چوڻ لڳو: "ادا! تنهنجيون پير سڀ پچايون

آهن. اسان بہ آسائتا آهيون. تو انور کي پنهنجو پٽ بنائڻ جو واعدو ڏنو هو. ڪرمان بہ خير سان اڃي جوان ٿي آهي. ٻارهن ۾ پير اٿس. انور بہ اڃي مڙس ماڻهو ٿيو آهي. مٽ مائٽ بہ موجود آهن، چو نہ ڪا تڻ تاريخ ٻڌي ڇڏيون."

عيدو جواب ڏئي ئي ڏئي تنهن کان اول ئي سندس زال "جنت" چئي ڏنو "منهن ڌوئي ويهہ. اهو ڪم ڪڏهن بہ نہ ٿيندو اسان ٿا پنهنجي راڻي ڌيءَ ڪاڻي کي ڏيون."

"ڪاڻو" سليمان کي دل ۾ ڌڪ لڳي ويو، مگر جنت ڏي منهن ڪري چيائين: "ادي! ليڪن ڪاڏل بہ پنهنجو تہ آهي. ادي عيدن اهڙو واعدو بہ ڪيو هو."

"ڇا جو واعدو؟" جنت کان دانهن نڪري وئي. "ڌيءَ منهنجي آهي. ڏه مهينا مون پيٽ ۾ سانديي آهي. سور مان سٺا آهن. پالي نپائي مان وڏي ڪئي آهي ۽ هاڻي ٿيو مالڪ عيدو؟ ڪير ٿيندو آهي عيدو؟ هن کي ڪهڙو ساه آهي جو منهنجي مرضيءَ کان سواءِ منهنجي ڌيءَ پرڻائي؟

"ادي! مالڪياڻي بيشڪ تون بہ آهين" شاهل خوشامد ڪندي چيو "اسان جي عيبن ڏي نہ نهار. هي رڻو ميڙ ٿي. اسان تي خلق نہ کلاءِ." شاهل پنهنجي مٿي تان رڻو لاهي جنت جي پيرن تي ڪٽي سٽيو. "بس! سون جوابن جو هڪ جواب" جنت پنهنجو فيصلو ٻڌائيندي چيو!

"اها شادي نہ ٿيڻي آهي نہ ٿيندي" وري عيدوءَ ڏانهن منهن ڪري چوڻ لڳي "عيدو! چو نہ ٿو جواب ڏين؟"

عيدو اهڙو ڪچي جهڙي ڀت. سُن ۾ اچي ويو. سوچائين: آهن ٻئي ڳالهيون ڳوريون. هڪ طرف ڀاءُ تہ ٻئي طرف جوءِ. ڀاءُ تہ آخر ڀاءُ آهي. اڄ نہ تہ سڀاڻي پرچي پوندو، پر جوءِ وئي تہ عزت ئي وئي. اڳي ئي توري گهڻي تي ٿي دڙڪا ڏئي تہ وچي ٿي ڀائرن وٽ رهان.

آخر زال جو پاسو وٺڻو پيس ۽ چيائين "ادا! تاڙي هڪ هٿ سان ڪانہ وڄندي آهي. پنهنجي ڀاڄائيءَ کي ميڙاء تہ الله مڙيوئي چڱي

ڪندو." سليمان ۽ شاهل رات جو ماني به نه کاڌي ۽ لنگهڻ تي ئي واپس وريا. "ڪوڏي ڪتان جو آيو آهي، مون سان شادي ڪرڻ" ڪرمان سوچڻ لڳي. ٻالهين ڪندي ويرم لڳي تي ۽ ڏينهن گذرندي ڪا دير ئي نه ٿي. متينءَ ٻاله کي ڇهه ورهيه گذري ويا. ٻنهي ڀائرن هڪٻئي سان ٻالهائڻ ڇڏي ڏنو. شاهل ۽ جنت ٻه راه رباني وٺي ويون ته ٻه ٻنهي ڀائرن جون دليون ڪونه نهيون. انور سو لڪي ڇپي چاچي وٽ ويندو هو ۽ کيس ڪم ڪار ۾ مدد ڪندو هو.

انور هاڻي ڪويو مڙس ٿي پيو هو. شڪل ۾ ته ڪا تبديلي ڪانه آيس باقي بدن ۾ سو سٺر وٺر ٿي پيو. پر چٺن کي سو مار ڏنائين پر پوءِ چٽي پيو هميشه لاءِ. مجال آهي جو ڏانهس ڪو اک کڻي به نهاري. "ڪوڏي" چوڻ ته پري ٿيو. پرپٺ ته بادشاهن کي به گاريون پيون ملن.

ڪرمان به هاڻي جوان ٿي چڪي هئي. ننڍپڻ واري شوخ ۽ چيچڙي ڪرمان جي جاءِ هاڻي هڪ شرميلي ۽ سنجيده ڪرمان وٺي چڪي هئي ۽ ان تبديليءَ جو کيس احساس هو.

سياري جي شروعات هئي. ڀيڻيراڪي جي مهل ڪرمان اٽي چيٽا ميڙڻ لڳي. چيٽن ميڙيندي هوءَ هڪ هنڌ ماٺ ڪري ويهي رهي. پريان بيلگاڏين جا چيڪاٽ ۽ دهلن شرنائن جا آواز پئي آيا.

"جڃ ٿي اچي" ڪرمان سوچيو. "روز هڪ نه ٻي جڃ پئي رستي تان لنگهي."

هاڻي جڃ ويجهي اچي چڪي هئي. ڏاندن جي ڇيرين جا ڇمڪا چٽا ٻڌڻ ۾ پئي آيا. ڪرمان ٻِڙن تي ويهي لوڙهي تان ڳاٽ کڻي ڏسڻ لڳي. پنج ڇهه گاڏيون هيون. پهرئينءَ گاڏيءَ تي دهلن شرنائن وارا منگهار ويٺل هئا. پره ڦٽيءَ شرناءِ جو آواز ڪيڏو نه مٺو ٿو لڳي؟ منگهارن واريءَ گاڏيءَ کان پوءِ گهوٽ ۽ ڪنوار جي گاڏي هئي. گهوٽ لائون لهي وٺي وٺي پئي ويو. ان کان پوءِ هيون گهوٽيتن جون گاڏيون. ڳوٺ کي ويجهو ڏسي عورتن کڻي سهرن جا سَر ڪڍيا. پيرن فقيرن جي مهل سنهڙين نڙين

مان نڪتل سهرا کهڙا نه سريلا ۽ سهڻا پئي لڳا.

"شادي ڪيڏي نه چڱي آهي" ڪرمان سوچڻ لڳي "ڪيئن نه هرڪو خوش آهي. مڱڻهار گهوٽيتا، گهوٽ، ڪنوار ۽ ڄاڃي. منهنجي به ڪڏهن شادي ٿيندي. مونکي به ونڻ لاءِ ڄڃ ايندي. مان به ڪنهن ڏاندگاڏيءَ تي چڙهي گهوٽ سان سندس گهر وينديس پنهنجي گهر. ڇا! هي منهنجو گهر نه آهي؟ ويچارو ابو، امان جي مرڻ کان پوءِ ڪيڏو نه ويڳاڻو آهي ۽ جي وري مان به پرڻجي ويس ته سندس سار سنڀال ڪير لهندو؟ ويچارو اڪيلو ٿي پوندو..... نه نه مان شادي ڪونه ڪنديس. ڇا! ائين ٿي ٿو سگهي ته شادي ڪرڻ کان پوءِ به ابي وٽ ئي رهان؟ ها! ڇو نه ٿي ٿو سگهي. انور جو آهي..... انور؟ ڪوڏي. انهيءَ سان ڪير پرڻبي. اهڙي پرڻي کان ته بس پلي آهي."

ڪرمان جي سوچ جو سلسلو عيدوءَ جي ڪنگهڻ تي ٽٽي پيو.

"ابو اٿيو آهي" ڪرمان ڇپن ۾ پڻ پڻ ڪئي ۽ پوءِ هٿ ڌوئي ڪير ڏهڻ لاءِ بالٽي کڻڻ لاءِ ڪوٺيءَ ۾ هلي وئي.

پڪيءَ پير ڪي پتر به گهٽائي لڳندا آهن. عيدوءَ جي گهر. اڌ ساماپل ڏيءَ ويئي هئي. سا به ڪرمان. سوَن ۾ هڪ. ڪيئي مائٽيون آيون، پر عيدوءَ ڪنهنجي ڪانه ٻڌي. "ڪرمان اڃا ٻار آهي. وهيءَ رسي ته پرڻائڻ ۾ به دير ڪانه ڪبي."

گهڻن ئي سمجهايس ته "ڪرمان بالغ ٿي چڪي آهي. شينهن ڪلهي چاڙهيس ته چڱو. تون به ڪائي پي اڃي چڙهيو آهين. موت ملاقات تي ڪهڙو پروسو. پنهنجي جيئري ئي هٿ پيلا ڪرينس ته چڱو."

عيدوءَ جو اهوئي ڪتو جواب. ڪنهن مهل دل ۾ اهو احساس اٿيس ته ماڻهو چون ته سچ ٿا، پر وري انهيءَ ويچار ۾ پئجي ويندو هو ته ڪرمان پرڻجي ويئي ته منهنجي ٽهل ٽڪور ڪير ڪندو؟ هوڏانهن ڪرمان جي اندر پئي اڌما ڏنا ته پوءِ مان سڄي عمر ائين گذاربنديس ڇا؟ ابي نه پرڻايو ته منهنجا به "شانا" وانگر وار اڇا ٿي ويندا ۽ هوءَ "حوران" به منهنجو سن آهي،

ٻن ٻارن جي ماءُ ٿي وڃي آهي. الا... ماءُ ٻنهجڻ ۾ ڪهڙو نه ڇڱو آهي. مون کي ٻه جيڪر ٻار هجي. ٻيارو پيارو، ننڍڙو، گڏيءَ جيترو ڳاڙهو ڳتول.

ڪرمان گهر ۾ اڪيلي هئي، عيدو باغ ڏانهن نڪري ويو هو. سامهون ڀڙر ۾ ڪبوتر چهچي رهيا هئا. سهڻا سهڻا. ڪير جهڙا اڇا. سليٽي ڀيلا ۽ چٽ ڪبرا. ڪهڙا نه سهڻا آهن اهي پکي. ايتري ۾ هڪ ڪبوتر ڇاتي ڦوڪي "غٽرغون غٽرغون" ڪرڻ لڳو. ڪبوتري سندس چوڌاري ڦيرا پائڻ لڳي ۽ هو آڪڙيو ئي بيٺو رهيو. هاڻي ڪبوتريءَ جو وارو هو. هوءَ منهن سجائي پري وڃي بيٺي. ڪبوتر سندس چوڌاري ڦيرا پائي پرچائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو.

"جوڙي جي زندگي ڪهڙي نه مزي جهڙي آهي." ڪرمان سوچڻ لڳي. هيءَ پرائي ۽ سندس مڙس شاهو، ڪيڏو نه جهيڙو ڪيائون، پاڻ تي راڄ ڪلايائون. شاهوءَ کيو ٻه قهر، ڇوڪريءَ کان وٺي در کان ٻاهر ڌڪو ڏنائينس. ٻه مهينا رنا رهيا، آخر ڇٽن چڱن فيصلو ڪري ڪين پرچائي ڇڏيو. اهو ساڳيو شاهو هاڻي زال تان گهور گهور ٿو وڃي. زال مڙس جي رسڻ ۾ ٻه ڪيڏو نه مزو آهي. ۽ رسڻ کان پوءِ پرچڻ.!

"چاچو ڪونهي ڇا؟" انور جو آواز ٻڌي ڪرمان ڇرڪ ڀريو. "باغ ڏانهن ويو آهي." ڪرمان جواب ڏنو. هن جو اکيون وڃي انور جي ڇاتيءَ ۾ کپيون. ڪيڏي نه ويڪري ڇاتي. مڙس شهونگ آهي پر سندس اک.....؟

ڪرمان ڪوٺيءَ مان وڃي ٽوڪري کڻي آئي. "مان وڃان ٿي ابي ڏي...."

"بيهه. گڏيا ٿا هلون. چاچي ۾ ڪم آهي" انور ڪرمان کي ٻڌايو.

پنهنجن پنهنجن خيالن ۾ گم ڪرمان ۽ انور باغ ڏانهن وڃڻ لڳا. هلڪي ڪنگهڪار ٻڌي انور جي خيان جو سلسلو ٽٽي پيو. ڪنڌ مٿي

ڪنيائين ته "دينوءَ" تي نظر پيس. جنهن جي چپن تي مرڪ ۽ اکين ۾ شوخي هئي. ڳهريون ته سهڻيون اکيون! وڏيون ۽ ڪاريون. انهن اکين ته ڪرمان جو آرام ڦٽائي ڇڏيو هو.

"اهم" ڳگهري ڪندي دينوءَ چيو، "جو انور، اڪيلوئي اڪيلو! مزا ته يار."

"ڪمينو ڪتان جو،" ڪرمان سوچڻ لڳي، "بي شرم بي حيا؟" وس پڄيس ها ته ڪرمان سندس اکيون ڪڍي ٽاندن تي اڇلي ها. "چپ ڪر ڪمينا،" انور جو گرجدار آواز ٻڌڻ ۾ آيو.

"ڪري ڇا تو ڪو ڏي،" دينو جهليل ڪهاڙيءَ کي لوڏيندي چيو.

ڇڻ بجلي چمڪي، انور وڃي دينوءَ مٿان پيو. ڪهاڙي ٻه سنڀالڻ نه ڏنائينس. کسيندي ئي ٻه چار ڳن وهائي ڪڍيائينس. ويڙهه ۾ ڪهاڙي وڃي پري پئي. مڙس اچي ٻاڪرين پيا. انور ڦيرائي هنيس پٽ تي. جٽ ٻه جٺن جهڙي ڪيائينس.

پٽڪو ڇنڊيندي دينوءَ جي سڄي شوخي غائب ٿي وئي. ڪنڌ هيٺ ڪري چپن ۾ پڻ پڻ ڪندي عيدو ڳوٺ ڏانهن روانو ٿي ويو.

ڪرمان جون اکيون انور جي منهن ۾ وڃي کتيون. انور اڄ ڪرمان کي ٻئي روپ ۾ نظر اچي رهيو هيو.

گرميون اچي چڪيون هيون. انور گاڏي وهي منجهند جو چاچي جي گهر اچي پهتو. گهر ۾ ڪوئي ڪونه هو. ڪرمان پيءُ کي ماني پهچائڻ وئي هئي. انور مٿي هيٺان وهاڻو ڏئي کٽ تي سمهي پيو. ڪيس معلوم ٿي نه سگهيو ته ڪهڙي وقت ڪرمان آئي.

پهريائين ته هوءَ ڏڄي وئي پر پوءِ سڃاتائين ته کٽ تي انور ستل هيو. سندس قميص جا ٻٽڻ کليل هئا جتان سندس وارن واري ڇاتي صاف نظر پئي آئي. هن ائين محسوس ڪيو ته سندس اڳيان ڪبوتر ڇاتي ڦنڊائي

سمهيو پيو آهي.

ڪرمان کي الائي ڇا ٿيڻ لڳو. سندس نرڙ تي پگهر جون بوندون پيدا ٿيڻ لڳيون، سندس ساهه تڪڙو تڪڙو کڄڻ لڳو. هن چاهيو ته موتي باغ ڏانهن وڃي، موتي ته سمهڻ پر دروازي وٽ بيهي رهي. ڪنهن نامعلوم ڇڪ سندس پيرن ۾ ڏاوڻ ڏئي ڇڏيا هئا.

انهن ۾ ٿبڪو بنهي جڪو هو. هڪ پڪل اب عيدوءَ جي اڳيان اچي ڪريو.







# برف جي سر

هُو طبعاً ضدي هو. ٿي سگهي ٿو ته ان ۾ احساس محروميءَ جو وڏو حصو هجي، جنهن ۾ هن زندگيءَ جا اٺ سال گذاريا هئا. پيءُ جي محبت ته کيس ملي پر محروم رهيو ته ماءُ جي مامتا کان. پاڻ کي ازلي چنبو چوندو هو. ماٽيلي ماڻس محبت جي حرف کان ته واقف ڪانه هئي، پر مصيبت اها هئي جو کيس نفرت ڪرڻ به ڪين ايندي هئي. محبت ۽ نفرت نسبتي جذبا آهن. محبت ته محبت ئي آهي، پر نفرت ۾ به ان جي جهلڪ نظر اچڻ لڳندي آهي. نفرت ڪرڻ سان ڪنهن جي وجود جو اقرار ته ٿي سگهي ٿو. زرينه لاءِ شفيق جو هجڻ نه هجڻ هڪجهڙو هو. شفيق جو پيءُ جاويد نوڪريءَ سانگي ٻاهر هوندو هو، پر مهيني ڏيڍ بعد جو هڪ ٻه ڏينهن ايندو هو ته ان ۾ پٽ سان خوب محبت ونڊيندو هو. ان جي وڃڻ بعد شفيق ساڳي بي توجهيءَ جو شڪار ٿيو هو. پاڻ ڏانهن توجه ڇڪائڻ لاءِ هو ڪي اهڙيون حرڪتون به ڪندو هو جي هوند سڳيءَ ماءُ جي سهڻ کان به ٻاهر هجن. اهڙين حرڪتن تي عام حالتن ۾ ٻار جي چڱي ڪن مهٽ ٿئي، پر زرينه انهن کي اهڙيءَ طرح نظرانداز ڪري ڇڏيندي هئي جو ڄڻ ڪجهه ٿيو ئي ڪين هو. اها ڳالهه شفيق جي ڪچڙي دماغ تي ڏاڍو برو اثر ڇڏيندي هئي.

شفيق ٻارن کي مائرن هٿان محبت ڪندي يا مار کائيندي ڏٺو هو. گهر ۾ کيس اهي ٻئي شيون نصيب ڪونه هيون. ٿورو وڏو ٿيڻ بعد هن زرينه جي توجه ڇڪائڻ لاءِ ڏاڍا جتن ڪرڻ شروع ڪيا. ڪڏهن گپ ٻريل بوٽن سان هو قيمتي قالين تي گهمندو هو ته ڪڏهن ڇاڻي واٽي ڪاڏي واري ميز جي بي داغ سفيد چادر تي ٻوڙ يا ڪا ٻي شيءِ هاري ان کي داغدار ڪندو هو يا وري ڪڏهن ڪڏهن (پيءُ جي غير حاضريءَ ۾) قيمتي چيني جي سيٽ جي ڪنهن نه ڪنهن پيس (Piece) کي فرش تي

اچلائي نتيجي سهڻ لاءِ تيار ٿي بيهندو هو، پر اڳيان ڪنهن قسم جو اثر قبول نہ ڪرڻ ڪي محسوس ڪندي هن چاهيو پي تہ هو اهڙو ڪجھ ڪري ڳنڍي جو زرينہ جي محبت يا نفرت جو نہ پر رڳو توجہ جو مرڪز ٿي سگهي.

هاڻي هو ڪاليج ۾ پڙهڻ لڳو هو. هن اتي اهي سڀ حرڪتون ڪرڻ شروع ڪري ڏنيون، جن ڪيس غنډي جي لقب سان ڪاليج ۾ مشهور ڪيو. اها غنډائپ رڳو ڪاليج تائين محدود نہ ڪانہ هئي.

هڪ ڏينهن شفيق شهباز ريسٽوارن ۾ ويجي رهيو هو تہ ان جي نظر هم ڪلاسي جميل تي ويجي پيئي جو رستي تان ويجي رهيو هو. هن ڪيس سڏ ڪيو ۽ ٻئي ريسٽوران ۾ هڪ خالي ٽيبل تي ويٺا. جميل کي منجهيل ڏسي شفيق ڪائنس ان جو سبب پڇيو.

"وڏي مصيبت ۾ گرفتار آهيان يار!

"پيسا وڃائي ويٺو آهيان."

"ڪيترا ۽ ڪيئن؟"

"ٽرم جي في، خرچي، بجلي ۽ گئس جي بلن جا پيسا هئا. بس ۾ ڪري پيا يا ڪنهن ڪڍي ورتا. هتي لٽس. ڪيسي ۾ هٿ هڻان تہ ٻٽون ڪونہ هو."

"آخري دفعو ٻٽون تو وٽ ڪٿي هو؟"

"لياقت آباد اسٽاپ نمبر 10 تي، جتي ٽڪيٽ وٺندي مٿان هٿ لائي تصديق ڪئي هيم تہ ٻٽون اندرين ڪيسي ۾ موجود هو."

ايتري ۾ بيرو اچي ويو. شفيق ان کي هڪ ڪولڊ ڪافي آڻڻ لاءِ چيو. ڪيسي مان ڏهن رپين جو نوٽ ڪڍي بيري کي ڏيندي چيائين، "بل هن مان ڪٽجانءِ. هي منهنجو دوست هتي ويٺو هوندو جيسين مان اچان."

'جيسين مان اچان' اکر ڪجھ شدت سان چيائين. بيري کي ڳالھ سمجھ ۾ اچي ويئي. ڪنڌ لوڏي هائو ڪيائين ۽ هڪ سيلوٽ ڪري هليو ويو.

ويجڻ وقت شفيق جميل کي دلاسو ڏنو، "فڪر نہ ڪر يار پيسا ملي

پوندا. نہ مليا تہ بہ بندوبست ڪري ونبو."

اڌ ڪلاڪ بعد شفيق مسڪرائيندو اچي ڪرسيءَ تي ويٺو ۽ بيري کي ڪائونٽر جي ڪن چيزن جو آرڊر ڏنائين. بيري پٺي ڏني تہ شفيق پنهنجون ڪٽي جميل جي اڳيان رکيو. چيائينس، "ڏس، ڪجھ ڪٽل تہ نہ آهي."

سڀ ڪجھ صحيح سلامت هو. بل جا پيسا شفيق ادا ڪيا.

شفيق باوجود طبيعت جي سختيءَ جي يارن جو يار هو. تنهن هوندي بہ ڪو شاگرد، ڪا شاگرديائي يا ڪو استاد ڪاليج ۾ ڪونہ هو، جنهن کي شفيق لاءِ ڪنهن نہ ڪنهن قسم جي شڪايت نہ هجي. سندس پرم تڏهن پڳو، جڏهن شاهو ڏڳو ڪاليجن مان لوڏجي سفارش سان اچي ساڳي ڪاليج ۾ داخل ٿيو، جنهن ۾ شفيق پڙهندو هو. ڪجھ ڏينهن تہ هو هڪ ٻئي کي شوڪي نهاريندا هئا. آخر اهو ڏينهن بہ آيو جو ٻئي ڇتا وڃي هٿين بجين پيا. هڪ ٻئي جي خوب لاڪ لاٿائون، پر خير ڪرائڻ وارا وچ ۾ پيا ۽ شام جو پنهنجي مفاد جي خاطر پنهنجي خرچ تي ٻنهي جي چانهہ پارٽي ڪري ٻنهي جو ناهہ ڪرائي ڇڏيائون. ناهہ تہ ٿيو پر اجا اهو مسئلو حل ڪونہ ٿيو تہ ڪاليج جو وڏو غنڊو ڪير هو!

ڪاليج ۾ فنڪشن ٿيڻ وارا هئا. گهڻين دلين جي ڌڙڪن نوري پاڻ شفيق وٽ ڪنٽين ۾ اچي ويٺي. مسڪرائيندي کيس چيائين، "چانهہ بہ نہ پياريندين ڇا؟"

اها پهرين مسڪراهٽ (سچي يا ڪوڙي) هئي جا شفيق ڪنهن عورت کان پنهنجي لاءِ محسوس ڪئي هئي.

چانهہ سان گڏ ڪجھ نمڪين ۽ ڪجھ مٺو بہ هو. نوريءَ آخر مقصد جي ڳالهہ شروع ڪئي. چيائين، "شفيق! ڪاليج فنڪشن ٿيڻ وارا آهن. توکي پتو آهي تہ مان ڪاليج يونين جي عهديدار آهين. يونين چاهي ٿي تہ فنڪشن ۾ ڪو گوڙ شور يا بدتميزي نہ ٿئي. پر شاهہ محمد (شاهو ڏڳو) چوائي موڪليو آهي تہ هو ڪنهن بہ نموني فنڪشن ٿيڻ نہ ڏيندو. هو اوهان جو دوست آهي. مان ان لاءِ آئي آهيان تہ کيس سمجهايو تہ هو اسان جو، جو سندس پڻ آهي، فنڪشن خراب نہ ڪري."

"ڪير ٿيندو آهي شاھ محمد جو فنڪشن ٿيڻ نہ ڏيندو؟" شفيق رڙ ڪري چيو.

اتفاق سان شاهو ڏاڍو بہ ان وقت ڪنٽين جي در وٽ موجود هو، جنهن وقت شفيق اهي لفظ چيا.

"ڪهڙو آهي رڍ جو پٽ جو منهنجي مخالفت ڪندو؟" شاهو رنڀ ڪئي.

ڳالھ مان ڳالهوڙو ٿي ويو. ڪنٽين جو سامان ڀڄڻ لڳو. ٿوري وقت بعد ڪنٽين جي فرش تي رت ۾ وهنتل شفيق جو جسم پيل هو.

هو اڌ بيهوشيءَ جي حالت ۾ ٿي هو جو دانهن ٻڌائين، "ڪٿي آهي منهنجو پٽ شفيق؟"

شفيق جي ڇهري تي درد جي شدت ڪان جيڪي ليڪون ابري آيون هيون سي مسڪراهٽ ۾ تبديل ٿي ويون. ان بعد کيس هوش نہ رهيو.

هوش ۾ ان وقت آيو، جڏهن سندس نرڙ تي بہ قطرا ڪريا. اکيون کولي ڏٺائين، اسپتال ۾ سندس مٿي ڪان زرينہ ويٺي هئي، جنهن جي اکين مان ڳوڙها ڳڙي رهيا هئا.

زخم ڀرجي چڪو هو، زرينہ شفيق جي لاءِ اهو ساڳيو پٽر ٻڌجي چڪي هئي، جنهن جي زندگي ڀر جي پوڄا بعد نہ "جيءَ" جي اميد هئي ۽ نہ "قوت" جي.

شاديءَ کي ٻارهن سال گذري ويا هئا، پر زرينہ جي هنج ڪانہ ڀري هئي. جاويد کيس شهر جي زناني علاج جي بهترين ماهر ڊاڪٽر رفيعہ وٽ چڪاس لاءِ وٺي ويو. ان جدا جدا چڪاسن ۽ رپورٽن ڏسڻ بعد فيصلو ڏنو تہ زرينہ ۾ هارمون جي ڪمي هئي، ان ڪري منجهس ماءُ ٿجڻ جون صلاحيتون في الحال نظر ڪين پئي آيون. البت ڪنهن عضوي خراب نہ هئڻ ڪري ڪڏهن بہ ٻار پيدا ٿي پئي سگهيو. هن ڪجھ دوائون لکي ڏنيون، جي لڳاتار ڪي سال کاڌيون هيون.

هاڻي جاويد کي بہ احساس ٿيو هو تہ زرينہ ۾ جو محبت جي گرمي موجود ڪانہ هئي. هوءَ هڪ برف جي سر هئي ٿڌي ۽ بي حس.

ٻہ سال ٻيا ٻہ گذري ويا. هاڻي شفيق يونيورسٽيءَ ۾ پڙهي رهيو هو. پتو نہ آهي ڇو منجهانئس سختي ۽ شرارت بالڪل گم ٿي ويئي هئي. شايد حالتن سان هن سمجهوتو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.

هڪ ڏينهن اخبار ۾ يونيورسٽيءَ جي ٻن مخالف ڌرين جي وچ ۾ چاقو هلڻ جو ذڪر ڇپيو. ان ۾ ڪجهہ فوٽو بہ هئا ۽ رفيق نالي هڪ شاگرد جي شديد زخمي هئڻ جو ذڪر پڻ هو. اخبار زرينہ جي هٿن مان ڇڏائجي ويئي. زوردار رڙ ڪري چيائين، "پٽ شفيق" هوءَ اوڇنگارون ڏئي رئڻ لڳي. جاويد جو موڪلن تي آيو هو، تنهن جو زرينہ جون دانهون ٻڌيون تہ ڀڄندو آيو ۽ زرينہ کان دانهن جو سبب پڇڻ لڳو. هوءَ ڳالهائي نہ سگهي، رڳو اخبار ڏانهن اشارو ڪيائين. جاويد اخبار کنئي، گهربل خبر جي سري پڙهڻ سان ٿي ڪيس پريشاني وٺي وئي، پر جڏهن زخميلن جا نالا ۽ تصويرون ڏٺائين تہ سندس چهري تان پريشانيءَ جون لهرون دور ٿي ويون. زرينہ کي چيائين، "زري زخميلن ۾ رفيق آهي ۽ نہ شفيق. سندس فوٽو بہ اخبار ۾ ڏنل آهي."

"نہ جاويد نہ" گاڏي ڪر تہ يونيورسٽيءَ تا هلون."

"رستو خراب آهي. ڌاڙا ٿا لڳن ۽ ماڻهو ٿا اغوا ٿين. تون فڪر نہ ڪر، هاڻي ٿا ٽيليفون تي حال معلوم ڪري وٺون."

"ڪنهن کي ٽيليفون ڪندين؟" زرينہ پڇيو.

هاسٽل ۾ ٽيليفون آهي. ان تي شفيق سان ڳالهايون ٿا."

جيستائين ٽيليفون ملي، تيستائين زرينہ ٻي ڳچ ڳاڙيا. ٽيليفون مليو، ماڻهو شفيق کي ڪمري مان سڏڻ ويو. زرينہ باز وانگر جاويد جي هٿن مان ٽيليفون جهٽي ورتو.

پهرين "هيلو" تي زرينہ درد ٻڌل پر اطمينان گاڏئين رڙ ڪئي، "پٽ شفيق" ۽ ان سان گڏ بيهوش ٿي ڪري.

برف جي سر رجڻ لڳي هئي، جنهن مان ماتا جو دونهون نڪري زرينہ جي دل کي محبت جي ماڻ سان ڀري رهيو هو.

# اجا نہ اجا نہ

تهجد پڙهڻ بعد محمد شريف لوئي ويڙهي مصلي تي ويهي تسبيح پڙهڻ لڳو. وضو ڪرڻ وقت هن بدن ۾ معمول کان وڌيڪ سياندو محسوس ڪيو هو. هونءَ بہ اڄ اتر جي برفاني هوا گهلي رهي هئي. اُسر جو اٿڻ وقت هن دِلِ جي منهن وٽ پاڻيءَ ۾ برف جو هلڪو تہ بہ ڏٺو هو. رات پارو پيو هوا تسبيح پڙهندي هن خيال ڪيو تہ مسجد ۾ وڃڻ بدران هو فجر جي نماز گهر ۾ ئي پڙهندو. اوچتو ياد آيس تہ عشا جي نماز بعد نوراني چهري وارو تبليغي ٽولو وٽس آيو هو، جن باوجود محمد شريف جي دليون جانيون صلاح ڪرڻ جي، نہ سندس ماني کاڌي هئي ۽ نہ وري چانهہ ئي پيتي هئي. ڪيس اهو چيو هئائون تہ صبح جي نماز بعد هو لاڙڪاڻي مان ماهوٽي وڃي رهيا آهن. انهن ڪيس فجر جي نماز مسجد فاروق ۾ ساڻن گڏ پڙهڻ ۽ بيان ٻڌڻ لاءِ چيو هو.

مسجد فاروق، محمد شريف جي گهر کان ڪجهہ مفاصلي تي هئي. اهو اندازو لڳائي هو صبح جو نماز تي نڪرڻ واري وقت کان ڪجهہ وقت اڳ گهر مان نڪتو. ٻاهر غضب جي سردي هئي. هن ائين محسوس ڪيو تہ برفاني هوا ان جي بدن مان پار وڃي رهي هئي. ان جو سارو بدن سرديءَ ۾ ٿڙڪڻ لڳو. گرم ٽوپ کي ڇڪي ڪنن تائين آڻي، محمد شريف لوئي کولي نئين سر بدن تي ويڙهي مسجد ڏانهن تکا تکا قدم کڻڻ لڳو. اڄ کيس مسجد فاروق ڪافي پري محسوس ٿيڻ لڳي، جنهن ڏانهن ويندڙ رستو ڪنڊ جو ئي نہ هو. ڏنڊ بہ اڄ ڪافي هو. ٻن قدمن جي دوريءَ تي بہ چيز چڱي طرح سڃاڻڻ ۾ نہ پئي آئي. گهٽيءَ جي بجليءَ جي روشني ڏيئي جي لاٽ کان وڌ روشن نظر ڪانہ پئي لڳي. هو صلوات

پڙهندو اڳتي وڌندو رهيو.

هلندي هلندي محمد شريف کي بدن ۾ سنن چيڻ جو احساس ٿيڻ لڳو. سندس هڪ هڪ قدم مشڪل سان ٿي کڄيو. ساهه کڻڻ ۾ کيس تڪليف ٿيڻ لڳي. هڪ وقت ته ان اکين اڳيان انڌارو ايندي محسوس ڪيو. "هيءَ سڀ حرڪت سرديءَ جي آهي." هن چيو. بدن کي گرمي پهچائڻ کان هن قدم تيز ڪيا. هلندي هلندي سرديءَ جو احساس هاڻي گهٽجڻ لڳو هيس. سندس بدن نهايت هلڪو ڦلڪو ٿي ويو. سندس قدم بنا تڪليف جي کڄڻ لڳا ۽ هو آسانيءَ سان ساهه کڻي رهيو هو. هاڻي کيس اهو خيال به نه رهيو ته هو ڪير آهي ۽ ڪاڏي وڃي رهيو آهي. زمان ۽ مڪان کان بي پرواهه هُو هلندو رهيو. سندس اڳيان نه وقت جي وقعت هئي ۽ نه مفاصلي جي. هو هلندو رهيو هڪ ئي طرف، جو نه اوير هو ۽ نه اولهه، نه اتر هو ۽ نه ڏکڻ. هو سوين ميل طئي ڪري چڪو هو. پنڌ ۾ هن سالن جا سال صرف ڪيا هئا.

ڏنڊ چِٽو ته هن پاڻ کي هڪ رستي تي ڏٺو، جنهن تي نه فرش بندي ٿيل هئي ۽ نه مٽس ڏامر جو ته چڙهيل هو. ان جي باوجود رستو اهڙو صاف ۽ پاڪ هو ته جي ڪير هارجي پئي ته ميرو نه ٿئي. محمد شريف کي اها پرواهه نه هئي ته رستو ڪٿان ٿو اچي ۽ ڪاڏي ويندو. هو هلندو رهيو، نامعلوم وقت ۾ نامعلوم هنڌ ڏانهن.

هاڻي هر طرف روشني ڦهلجڻ لڳي. اها روشني جا ڪنهن هڪ طرف کان نه پئي آئي. ان ۾ سج جي روشنيءَ جي تيزي هئي نه چنڊ جي روشنيءَ جي ٿڌاڻ ۽ جنهن جي نڪرڻ جو هنڌ معلوم نه پئي ٿي سگهيو. سردي جا سندس بدن ۾ رچيل هئي، سا هاڻي ختم ٿي چڪي هئي. فضا ۾ هڪ اهڙي ڪيفيت موجود هئي، جنهن مان نه سرديءَ جو احساس پئي آيو ۽ نه گرمي جو. هن جو بدن اهڙو هلڪو ڦلڪو ٿي ويو هو جو هو ڄڻ هوا جي پرن تي پنڌ ڪري رهيو هو. کيس نه قدم وڌائڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻي پئي پئي ۽ نه ساهه کڻڻ لاءِ محنت. هوا ۾ هڪ هلڪي هلڪي

خوشبو رچيل هئي جا سندس ڦڦڙن کي آڪسيجن ڪان ٻه وڌيڪ لطيف هوا سان ڀري رهي هئي. هن چوڌاري نظر ڊوڙائي. ماحول اجنبي هوندي ٻه ڪيس اوپرو نه پئي لڳو. سندس چوڌاري نهايت ڊگها ۽ گهاٽا وڻ هئا، جن جا ٿڙ ڇهڇ ساوا هئا. ٽاريون هلڪيون سايون ۽ پن وڏا ۽ واڱڻائي هئا. انهن مان رنگ برنگي ميوا لڙڪي رهيا هئا، جهڙا محمد شريف اڳ ڏٺائي ڪونه هئا ۽ هو ڇهڪندڙ پکي- ڪيڏا نه سهڻا، انڊلٺ جا رنگ پرن ۾ سميٽي هڪ ٽاريءَ تان ٻيءَ تي ٽپي ڪڏي رهيا هئا. ائين پئي محسوس ٿيو ته اهي هوا ۾ اڏي نه پر تري رهيا آهن.

بک محسوس نه ڪندي ٻه محمد شريف ميون جي خوش رنگيءَ سبب انهن ڏانهن هٿ وڌايو. اڃا هن ميوي کي ڇهيو ٻه نه هو ته ڪيس هڪ آواز- جو آواز نه هو، پڌڻ ۾ آيو. "اڃا نه، اڃا نه." هن هٿ روڪيو.

زمين هاڻي واڱڻائي رنگ جي گاهه سان ڍڪيل نظر پئي آئي، جنهن مان ڪير جهڙي پاڻيٺ سان هڪ چشمو وهندو پئي نظر آيو. هو اوڪڙو ويهي رهيو ۽ ٻڪ ٻڌائي پاڻي سان ڀريو. اهو پاڻي، پاڻي نه هو ۽ نه ڪير. ٻڪ کي منهن تائين آندو ئي مس هئائين ته ان "بي آواز" ڪيس روڪيو، "اڃا نه اڃا نه." سندس ٻڪ کلي ويو ۽ اها پاڻيٺ، جا ڇهڻ سان ئي بدن ۾ خوشگوار احساس پيدا ڪري رهي هئي، سا وهي وڃي چشمي ۾ پئي.

محمد شريف، جو پنهنجو تشخص وڃائي چڪو هو، جو نه هاڻي محمد شريف ئي هو ۽ نه ئي ڪو ٻيو ماڻهو، بي نام ۽ بي نشان، اڳتي وڌيو. هاڻي هو اهڙي بستي ۾ پهچي چڪو هو، جا اڏاوت ۾ منفرد هئي، جنهن جو هرهڪ گهر انڊلٺ جي ڪنهن نه ڪنهن رنگ سان رنگيل هڪ جيتري پٿر مان جوڙيو ويو هو. هن سوچيو ته اهڙي ڳوٺ جا رهواسي ٻه ان ڳوٺ جهڙا سوڀياوان هوندا. هو اڳتي وڌيو، زمردي رنگ واري گهر تي هن تختي ڏٺي، جنهن تي لکيل هو، "جي آئين." هن محسوس ڪيو ته اهو گهر سندس ئي هو ۽ ڪا هستي اندر ان جو انتظار ڪري رهي هئي. هستي جا ان وقت تائين اوپري هوندي ٻه نه رڳو ڇاتل سڃاتل هئي، پر پياري

پڻ. ان در کولڻ لاءِ هٿ وڌايو ئي مس ته ان بي آواز کيس منع ڪندي چيو: "اچا نه، اچا نه."

فقير محمد مسجد ڏانهن ويندي گهٽيءَ جي پاسي کان هڪ ڳنڙي ڏٺي. ڏند اڇاپوري گهرائيءَ سان چانيل هو. هو اڳتي وڌيو. گهٽيءَ جي بتيءَ جي هلڪي روشنيءَ ۾ هن ڏٺو ته ناسي لوئيءَ ۾ ويڙهيل هڪ ماڻهو ڪريو پيو هو. ويجهو وڃي ڏٺائين، دانهن نڪري ويس، "اڙي هي ته محمد شريف آهي." نمازي اچي مڙيا، کيس کڻائي اسپتال ۾ وڃي داخل ڪيائونس.

حادثات جي شعبي ۾ محمد شريف کي هوش ۾ آڻڻ لاءِ جتن ٿي رهيا هئا. سندس سرديءَ کان اڪڙيل جسم کي گرمي پئي پهچائي وئي. سندس ظاهر بند ٿيل دل کي پوريءَ طرح ڪم ڪرائڻ لاءِ ڪوششون ٿي رهيون هيون. سرجن آفتاب ايڊرينلين جي انجيڪشن تيار رکيو بيٺو هو. ڊاڪٽر قريشيءَ جون اکيون مانيٽر ۾ کتل هيون، جنهن ۾ دل جي بي هنگم اڻ لکي حرڪت کي غور سان جاچيو پئي ويو. اوچتو محمد شريف جي بدن کي هلڪي اچل آئي.

سرجن آفتاب پڇيو، "چا ختم ٿي ويو."

ڊاڪٽر قريشي جون نظرون مانيٽر تي لڳل هيون، جواب ۾ چيو: "اچا نه، اچا نه."

# ويراني

خوشيون ۽ خرميون جڻ وٽانئس هميشہ لاءِ هليون ويون هيون. هميشہ گلاب جي گل وانگر ٽڙندڙ صائمہ ائين ويران ويران نظرن سان پنهنجي پرين ترين گهر کي ڏسڻ لڳي، جڻ هوءَ ڪنهن اجاڙ ويراني ۾ ڀٽڪي رهي آهي. رفيق وڏا جتن ڪيا تہ هو صائمہ کي خوش رکي، پر سڀ وئرٿ ويڃڻ لڳا.

هڪ صبح جو:

رفيق: صائمہ! صائمہ!

صائمہ (بي دلي سان): جي.

رفيق: صائمہ، اڄ گارڊن ۾ گلن جي نمائش آهي. جمع بہ آهي، موڪل جو ڏينهن. شام جو ڏسڻ هلنداسين.

صائمہ: مان گهر ۾ هونديس، اوهان ٻارن سان وڃي تي اچجو.

رفيق: مان سدائين توسان گڏ گلن جي نمائش ڏٺي آهي ۽ ساہ تنهنجي چوڻ تي. نومبر ۾ گل دائودي جي نمائش ڏسندا هواسون، ۽ فيبروري ۾ ٻين گلن جي. جڏهن کان تو نمائش ڏسڻ ڇڏي آهي تہ مان بہ نہ ويو آهيان. هن دفعي هلڻو پوندءِ.

صائمہ: دل ئي نہ ٿي ڪدي رفيق. مونکي الائي ڇا ٿي ويو آهي. زمانو بدلجي ويو آهي. چيزن ۾ نہ اهو چس آهي ۽ نہ مزو!

رفيق: هن دفعي مسز موني ايراني دعوت نامو موڪليو آهي ۽ لکيو اٿئين تہ وٽس گلن جون نيون ۽ ڪامياب جنسون آهن، جي نمائش ۾ رکندي. تنهنجي لاءِ خاص لکيو اٿس اچڻ لاءِ. هلندينءَ نہ؟

صائمہ (ٿڌو ساه کڻي): ها.

رفيق سوچڻ لڳو. صائم کي گلن سان ڪيڏو نه پيار هو. گل دائودي جي هڪ نمائش ۾ جڏهن هو ٻئي ساسر جيڏن وڏن گلن وٽ اچي بيٺا هئا، جن تي پهرين انعام جي چٽڪي لڳل هئي ته هو سندن شيڊ ڏسي ڪيڏو نه خوش ٿيا هئا. ڪاسني رنگ جا اهي دائودي گل ٻين سيني گلن جا سردار پئي لڳا، ۽ جڏهن انهن جي مالڪ جو پڇائيندي هو ٻئي مسز موني ايرانيءَ سان وڃي مليا هئا، ۽ ساڻس گلن بابت ڳالهيون ڪيائون ته ڪيڏي نه جاڻ پرائي اٿيا هئا ٻئي! ان ئي نمائش جي ڳالهه هئي نه؟ صائم گلن جي هڪ اسٽال تي شيشي جي ننڍي پيالي ۾ هڪ ڪيڪٽس جو گنبد نما ننڍڙو ٻوٽو ڏٺو هو ۽ ان جي خريد ڪرڻ لاءِ کيس چيو هئائين ۽ هو ان جي پنجاه رپيا قيمت ٻڌي ويچار ۾ پئجي ويو هو ۽ صائم جي اکين ۾ هڪ خاص چمڪ ڏسي کيس ڪيڪٽس خريد ڪرڻو پيو ته گهر اچڻ بعد صائم ڪيڏو نه خوشيءَ جو اظهار ڪيو هو.

رفيق کي پنهنجي شاديءَ جي پندرهين سالگره ياد اچڻ لڳي. صائم تازو ٻاهران آئي هئي. دستور جي خلاف هوءَ پهريائين سندس ڪمري ۾ اچڻ جي بجاءِ پنهنجي ڪمري ۾ هلي وئي هئي ۽ پندرهن منٽن بعد کيس هٿ کان وٺي ڊرائنگ روم ۾ هڪ پينٽنگ جي اڳيان وڃي بيهاريو هئائين ته هو ڪيڏو نه حيران ٿي ويو هو. پٽ تي سندس اڳيان مشهور آرٽسٽ گل محمد کتريءَ جي تصوير، "جهڙا گل گلاب جا، تهڙا مٺن ويس" ٽنگيل هئي. جنهن جي قيمت آرٽ ايگزيبيشن ۾ ڏهه هزار ڏني هئائون ۽ هن صائم کي چيو هو ته هيءَ تصوير اسان جي ڊرائنگ روم ۾ ڪيڏو نه جيڪر سٺي لڳي؟ ڏهه هزار! صائم پيڪن مان شاديءَ تي مليل سمورا پيسا تصوير خريد ڪرڻ ۾ صرف ڪيا هئا. هو ڳجهي ٿيڻ لڳو. ڪيڪٽس جي خريديءَ ۾، جنهن جي قيمت رڳو پنجاه رپيا هئي، سندس ٻس و پيش ڪرڻ ۽ چترڪار کتريءَ جي تصوير خريد ڪرڻ ۾ صائم جي دريا دلي! ڪيڏو نه تفاوت هو ٻنهي ۾؟

ڇا نه ڪيو هو صائم سندس لاءِ؟ هو آفيسرس هاسٽل ۾ پنهنجي

مختصر مڏيءَ سان پيو هوندو هو نه ڪيس لٽي ڪپڙي پائڻ جي تميز هئي ۽
نه مجلس ۾ اٿڻ ويهڻ مان واقفيت ۽ هڪ ڏينهن ڪلفٽن جو سير ڪندي
هن جي ننڍپڻ جي دوست ڪمال سان ملاقات ٿي وئي. سالن کان هڪ
ٻئي سان ملي ڪونه سگهيا هئا. ڪمال سان گڏ سندس ڀيڻ هئي صائمه.
صائمه، جا هاڻي سندس حق ۾ ٻڌي زال هئي. ڪيڏي شوخ ۽ چنچل هئي
هوءَ. انهن ڏينهن ۾ گويا پاه جي ڄيي هئي ٻرڪندڙ ۽ بي قرار. ۽ هاڻي؟
هوءَ هڪ پراسرار ۽ خاموش ڍنڍ وانگر ماٺي هئي، جنهن ۾ نه گهرائي ۾ ۽
نه سطح تي ڪا لهر هئي يا ڇولي، جنهن ۾ پٿر ڦٽي ڪرڻ سان به ڪا
لهر پيدا ڪانه ٿي ٿي سگهي. پنجٽيهه سال ٿيا هئا سندن شاديءَ کي.
ٽيهن سالن تائين صائمه جي چنچلتا قائم رهي. جيئن ٻتيءَ مان تيل ختم
ٿي ويندو آهي، پنجن سالن کان وٺي صائمه اجهاميل هئي، ٻتي وانگر.

رفيق سوچيو. آخر ائين ڇو ٿيو؟ عمر جي تقاضا هئي يا اڻ ڄاڻائيءَ
۾ هن صائمه جي حساس دل کي ڪا ٺيس ته نه پهچائي هئي؟ ڪا اندر
جي لوري، ڪا جيءَ جي جهوري ته نه لڳل هئي کيس، جنهن جو ذڪر
زبان تي آڻي نه ٿي سگهي.

وسان هن به نه گهٽايو هو. هر طرح جو علاج هن ڪرايو هو سندس.
ايتريقدر جو ملن موراڻن کان به پڇا ڪرائي هئائين، جن ۾ سندس اعتبار
هوئي ڪونه. صائمه گهڻو ڪري پنهنجي ڪمري ۾ پلنگ جي حوالي
هوندي هئي. اکيون کوليو فضا ۾ ڪنهن چيز جي ڳولا ڪندي رهندي
هئي، اها چيز جا کيس پهريائين حاصل هئي ۽ هاڻي ڪانه.

صائمه ڪک مان لک ڪيو هو. سندس ترغيب سان ئي رفيق مقابلي
جي امتحانن ۾ ويهي متاهين درجي کي وڃي پهتو هو. ڪين پنهنجو بنگلو
هو، جنهن ۾ قيمتي فرنيچر، قالين ۽ ڪراڪري موجود هئي. بنگلي ۾
خوبصورت لان ۽ گلن جا ٻارا هئا. ايئرڪنڊيشنڊ ڪار وٽن موجود هئي.
سندن اٺ پٽ ۽ ڌيئرون فرمانبردار ۽ محبت ڪندڙ هئا. آخر اها ڪهڙي
چيز هئي جنهن جي وٽن ڪمي هئي. رفيق جو دماغ سوچي شَل ٿي

چڪو هو. سندس لونڊڙيون ڏنئي رهيون هيون. هن وڏيڪ سوچڻ ڇڏي اکيون ٻوري ڇڏيون.

صائمہ ڪتنب سان گڏجي گلن جي نمائش ۾ ويئي، محسوس ائين پئي ٿيو ڄڻ هوءَ اتي حاضر هوندي بہ موجود ڪانہ هئي. ٻہ دفعا البت هن ۾ زندگيءَ جي لهر موٽي آئي. هڪ مسز مونيءَ جي گلن وٽ، جتي ڪارنيشن جي نئين شيڊ کي ڏسي حيران ٿي وئي. مونيءَ کيس ٻڌايو تہ ان شيڊ حاصل ڪرڻ لاءِ کيس ڪيڏي نہ محنت ڪرڻي پئي هئي ۽ ٻيو دفعو جڏهن هڪ ننڍڙي ٻار ماءُ جي دوڪي ۾، جا قطار ۾ اڳيان هلي رهي هئي، صائمہ جي ساڙهيءَ ۾ اچي هٿ وڌو. هن کيس کنيو ۽ سندس گلابي ڳلن کي چمي سندس ماءُ جي حوالي ڪيو. صائمہ هڪ ٿڌو شوڪارو ڀريو.

سارو گهر ٻهڪي اٿيو، جنهن وقت ياڳان اچي خوشخبري ٻڌائي تہ توفيق کي الله نوازيو آهي، ٻچڙو پيدا ٿيو اٿس. پوٽي جي پيدا ٿيڻ اڪسير جو ڪم ڪيو. مامتا جا سالن کان وٺي صائمہ جي من ۾ ستل هئي، سا ڪر موڙي اٿي کڙي ٿي. صائمہ، اڳي جهڙي صائمہ ٿي ويئي. ٻٽونءَ مان سئو جو نوٽ ڪڍي ياڳان جي هٿ تي "مبارڪيءَ" جا رکيائين. رڙ ڪري چيائين تہ گاڏي لڳايو، مان اسپتال ويندس. ساڳي وقت ٻہ نوڪرا منائيءَ جا بہ گهرايائين، هڪ ٻيني بيني گهر ۾ ورهايائين ۽ ٻيو کنيائين پاڻ سان اسپتال ۾ ورهائڻ لاءِ.

شيفق گهر ۾ ڇا آيو، صائمہ جي اجڙيل مَن ۾ بهار آيو. هوءَ شفيق کي ساڳيءَ طرح گود ۾ کيڏائڻ لڳي، جيئن پنهنجن ٻچن کي کيڏائيندي هئي. شفيق ماءُ کي ساريندو بہ ڪٿو ان وقت هو، جنهن وقت کيس بک ستائيندي هئي، نہ تہ پيو ڏاڏيءَ سان کيڏندو هو. صائمہ جي طبيعت ۾ ڦيرو اچي ويو هو. هاڻي هوءَ پنهنجي دلپسند مشغلي موسيقي ۾ بہ دلچسپي وٺڻ لڳي. هاءِ فاءِ ۽ اسٽيريو تي نوان گيت ۽ ڌنون سندس ڪمري ۾ وڄڻ لڳيون. ٽيليويزن لائونج ۾ بہ پنهنجن پسنديده پروگرامن ۾ صائمہ پنهنجي

مخصوص جڳهه تي وينل نظر ايندي هئي. شادي مرادي، مجلسن ميلادن ۾ ٻه اچڻ وڃڻ لڳي. هڪ دفعي ته سندس تقاضا تي پورو گهراڻو ڪينجهر جي ڪناري تي سير ۽ تفريح لاءِ ٻڻ ويو هو.

شفيق هاڻي پير پير ڪڻ لڳو هو. پنهنجي ٻاراڻين ٻولين ۽ حرڪتن ڪري ساري گهر کي پيو وٺندو هو. سندس ڦڦيون ۽ چاچا مٿس گهور گهور ويندا هئا. پنهنجي ننڍڙي وجود سان شفيق هن وڏي گهر ۾ خوشين ۽ محبتن جا درياهه وهائي ڇڏيا.

ان سال ٿڌيون ٻه زوردار پيون. صائمه پنهنجي ڪمري ۾ ويٺي هئي ته ٻاهران دٻڪو ۽ شفيق جي رڙ ٻڌائين. شفيق ڪرسيءَ تان ڪري پيو هو. مٿي ۽ پيرين اگهاڙي صائمه "مان صدقو، مان قربان" چوندي ٻاهر ڊوڙي. شفيق کي ته ڪنيائين، پر اچي سيءُ چڙهيس. بستري داخل ٿي ويئي. ڦهريائين زڪام ۽ بخار ٿيس ۽ پوءِ پاسي ۾ سور. پاسو ٻه ورائي نه سگهندي هئي. بلغم ٻه ٿِڪو ٿيو پئي ۾ وڌندا هئس. سارو مهينو بستري پيڙي هئي. باوجود اگهائي جي شفيق جو خيال هميشه هوندو هئس. سندس ڪاڏي پيتي، لٽي ڪپڙي جو پئي پڇائيندي هئي. شفيق ٻه ڏاڏيءَ جي حالت ڏسي، جڏهن وٽس ايندو هو ته ارڏائي ڇڏي سندس پاسي ۾ چپ ڪري اچي سمهي رهندو هو ۽ پنهنجي ننڍي ٻانهن صائمه جي مٿان رکندو هو.

اڄ وري گهر ۾ ڇهل پهل ٿيڻ لڳي. صائمه مٿي پاڻي وڌو هو. گهر جا ڀاتي سڀ خوش هئا ۽ هوءَ پاڻ ٻه. پنهنجي پوٽي جون حرڪتون ڏسي پئي خوش ٿيندي هئي، جي سندس ننڍي چاچي کيس سيکاريون هيون. هڪ ڏينهن چور ۽ پوليس ڪيڏندي، جڏهن شفيق پنهنجي پلاسٽڪ جي پستول سان "ٺا" ڪيو ۽ ڪل ڦل جي گولي سنس ننڍي چاچي کي وڃي لڳي، ۽ هو ڪرڻ جي ايڪٽنگ ڪندي وڃي پلنگ تي ڪريو ۽ سندس مٿو پلنگ جي پائي سان سچ پچ ۾ "ٺا" ڪري وڃي لڳو ته گهر جا سڀ ڀاتي بي تحاشا کلڻ لڳا. ان ۾ صائمه جو ٻه ساٿ هو. کلندي کلندي صائمه جي کل کنگهه ۾ تبديل ٿي ويئي ۽ کنگهندي کنگهندي هوءَ ٻٽجي ويئي ته

گهر ۾ هائيڊروس مچي ويو. اتفاقاً رفيق به گهر ۾ موجود هو، پنجن منٽن ۾ ڊاڪٽر کي وٺي گهر واپس وريو. ان وچ ۾ صائمه کي آرام اچي ويو هو. ڊاڪٽر چڪاس بعد ڪجھ وٽامن ۽ ڪجھ گوليون صائمه لاءِ تجويز ڪيون. صائمه اٿي ته سهين پر ڪيس وقفي وقفي سان ڪنگھ ستائڻ لڳي. ڊاڪٽر تبديل ٿيڻ لڳا ۽ دوائون به طبيعت سڌرڻ لڳي، پر ڪنگھ جو ٽونڪارو ڪونه ويو. هڪ ڏينهن ماني کائيندي صائمه جي نڙي سُري ويئي. ڪنگھڻ سان گرھ اچي اگالدان ۾ پيو، پر ان سان گڏ رت جو چڪو پڻ. رفيق تي ڄڻ بجلي ڪري. پهريائين ته سُن ٿي ويو ۽ پوءِ اوچتو ٽپو ڏيئي ٻاهر نڪري ويو ۽ وڃي شهر جي بهترين فزيشن آصف کي وٺي آيو.

اڌ ڪلاڪ ڪن چڪاس هلي. ٽيمپريچر ڏٺو ويو، نبض چڪاسي ويئي، دل جا آواز ٻڌا ويا، ڦڦڙن کي اسٽيٿوسڪوپ سان چڪاسيو ويو، ڇاتي ۽ پٺيءَ کي آگرين سان وڄائي ڏٺو ويو. سمهي، ويٺي ۽ بيٺي بلڊپريشر ڏٺو ويو، اکين جي ڇپرن کي هيٺ ڪري اکين جو معائنو ڪيو ويو، پيرن ۽ مُرن کي زور ڏئي سوڄ لاءِ چڪاس ڪئي ويئي، مطلب ته سڀ جو نوٽ ڪرو ڪرڻ بعد فزيشن صاحب بلغم، رت ۽ پيشاب جي چڪاس سان گڏ ايڪس ري ڪرائڻ جو مشورو ڏيندي في الحال ڪنگھ جو شربت ۽ ٽرئنڪلائيزر وغيره نسخي ۾ لکي روانو ٿي ويو.

فزيشن، ليبارٽري رپورٽون ۽ ايڪسري رپورٽ ڏسي رفيق کي ٻڌايو، "مسٽر! مون پهريائين ئي سمجهيو هو، وڌيڪ تصديق رپورٽن ۽ ايڪسري مان ٿي آهي. اوهان جي گهر واري کي سلھ آهي."

"سلھ!" رفيق کان رڙ نڪري ويئي.

"پريشان ٿيڻ جي ڳالھ ڪانه آهي، رفيق صاحب! اڄ جون دوائون ڪافي اثرائتيون آهن ۽ بيماري ڪا اهڙي وڏيل به ڪانه آهي."

"اوهان سئنيٽوريم ۾ وڃڻ جي صلاح ڏيندؤ ڇا ڊاڪٽر؟"

"بالڪل نه،" ڊاڪٽر ورائيو، "گهر ۾ مريض جي ديک ڀال سٺي ٿي سگهندي. البت ڪن ڳالهين جو اوهان کي خيال رکڻو پوندو. دوا وقت

تي ڏني ويندي، کاڌو برداشت مطابق طاقتور ڏنو، مريض کي وڌ ۾ وڌ آرام ڪرايو ويندو، مريض جا بستر توال ۽ کاڌي جا برتن ٻيو ڪوبہ ماڻهو استعمال نہ ڪندو، ٿڪون ۽ بلغم ڊٻال ۾ ورتا ويندا، ڪمزور هاضمي وارن خاص طرح ٻارن کي مريض کان دور رکيو ويندو."

دستور موجب اڄ بہ صائمہ چانھ ۽ بسڪوٽ رکي شفيق جي اچڻ جي منتظر هئي. هر صبح اڌ بسڪوٽ ۽ ساسر ۾ ڪيس چانھ پياري پوءِ پاڻ باقي اڌ بسڪوٽ ۽ چانھ پيئندي هئي. ڪجھ وقت گذرڻ بعد بہ جڏهن شفيق وٽس نہ آيو تہ هن نُنهن کي سڏ ڪري چيو، "ڪنوارا شفيق کي وٺي اءُ چانھ ٿي ٿڌي ٿئي."

"امان!" نُنهنس چيو، "چانھ اوهان پيو، شفيق جي اڄ طبيعت خراب آهي، سمهيو پيو آهي."

هٿ مان بسڪوٽ ڪري پيس. رڙ ڪري صائمہ چيو، "ڇو، ڇا ٿيو آهي شفيق کي؟ مان تہ سندس آواز ٻڌو هو. تون ٿي چئين تہ سمهيو پيو آهي."

"امان، جاڳيو تہ آهي، پر پيٽ ۾ سور اٿس، انڪري مان مناسب نہ سمجهيو...."

"پيٽ ۾ سور!" نُنهن جي ڳالھ ڪٽيندي صائمہ پڇيو.

"ها امان!"

صائمہ اٿي ڪڙي ٿي ۽ شفيق جي ڪمري ڏانهن وڌڻ لڳي. شفيق جو آواز سندس ڪن تي پهچي رهيو هو. هو چئي پيو. "امان بسڪٽ، امان سانھ." امان هو ڏاڏيءَ کي سڏيندو هو ۽ ماءُ کي "مومي." چانھ کي "سانھ" چوندو هو.

صائمہ شام جو مڙس کي چيو، "رفيق، ڏس نهن جا حال! شفيق کي مون ڏانهن اچڻ کان روڪيو اٿائين. پاڻ تہ اهڙي نہ آهي، شايد توفيق جهليو هوندس."

رفيق سوچ ۾ اچي ويو. جي سچ ٿو ٻڌائي، تہ بہ خراب ۽ جي نٿو

ٻڌائي، ته ٻه ٻرو. آخر ڪيس چوٽو پيو، "صامون! تنهنجي بيماري ئي اهڙي آهي، جنهن ۾ ڊاڪٽر شفيق لاءِ چيو آهي ته احتياط طور تو وٽ ڪجهه ڏينهن نه اچي. ڪيس ٻه نه ته بيماري لڳي سگهي ٿي."

صائمه جي چهري جي شگفتگي گم ٿي وئي. اداسيءَ ان ۾ واسو ڪيو. هوءَ پاڻ کي ڪنهن اجاڙ بيابان ۾ محسوس ڪرڻ لڳي، جتي سندس ذات کان سواءِ نه ڪو اوهي هو ۽ نه واهي!"

# آفيس بِردِ

"مِنو اڄ آيو آهي الائي نہ؟"

"آيو تہ آهي."

"ڇا ٿو ٻولي؟"

"ساڳي ٽين ٽين....."

"چوڳو وڄهي ڦاسائينس نہ؟"

"گهٽيون مرليون وڇايون اٿيمانس، منهن ئي نٿو ڏي."

"ڪاٿي آهي هاڻي؟"

"منظور وٽ ويٺو هو."

"ڏس متان اهو ڦاسائيس؟"

"هو ڦاسڻ جو ئي نہ آهي."

"چالاڪ آهي ڇا؟"

"آهي تہ ٻوجهہ پر ڳنڍ جو ڳوڙهو ٿو ڏسجي، ان ڪري گذريل پنجن سان ڪان ڏڪا ٿو کائي."

"ڀلا اڄ چانهہ بسڪوٽ جي بہ اميد ٿي ڪانہ ڏسجي ڇا؟"

"اهي تہ ملندا."

"وارو ڪر يارا نيراني آيو آهيان، هانوَ ۾ ڄڻ هٽ پيو آهي."

چانهہ بسڪوٽ اچي ويا. هرهڪ ٽيبل تي بہ بسڪوٽ ۽ چانهہ جو ڪوپ پهتا.

حصي وارو مون کي بہ ونڊ مليو.

آفيس ۾ ڪو ڪمين ڪارين آيو تہ ڪلارڪ واجهہ پيا وجهندا هئا. جنهن ماڻهوءَ مان گهٽ پئسن جي اميد هوندي هئي تہ ان کي "مِنو" سڏيندا

هئا، ۽ جنهن مان ڪجھ وڌيڪ اپراسو ٿيندو هو، تہ اهو وٺن "مرغو" سڏبو هو، ۽ جنهن وٽان گھٽو ڪجھ ملندو هو تہ ان کي "ٻڪر" سڏيندا هئا. حصا پتيون بہ ان نموني ٿيندا هئا. مٺوءَ جو مال (چانھ/ چانھ+ بسڪوٽ يا ڪيڪ پيس) برانچ جي هر ڪلارڪ کي ملندو هو. مرغي ۾ خاص ٽيبل واري ڪلارڪ (جتي ڪم هوندو هو)، هيڊ ڪلارڪ ۽ آفيس سپرنٽنڊنٽ جو حصو هوندو هو ۽ ٻڪر ۾..... (ڏکي پلي).

ان ڏينهن واري مٺوءَ کي ڏسي دل کي جهٻو اچي ويو. بسڪوٽ ۾ چڪ هنيم تہ ائين سمجهيم تہ سندس ماس ٿو چڪيان. رهيل بسڪوٽ ۽ چانھ چوڪيدار کي ڏنم. هو پيرين اگهاڙو هو ۽ سندس پير پنين تائين مٽيءَ ۾ اٽيل هئا. چيلھ تي انگوڇو اوڊيل ۽ مٿي تي چڪٽ ميري پڳ جا بہ وراڪا، جنهن مان الجهيل ڪچڙي وار آزاد ٿيڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. منهن ميرو ۽ فڪر گاڏئون هيس؛ مون عارب کي آهستي چيو. "يار هن اپيپ کي بہ نٿا بخشيو."

"اپيپ!" عارب وراڻيو. "ميان! هي تہ آفيس برڊ آهي، آفيس برڊ! خواھ مخواھ ڪونہ ڪو ڦڏو ڪنيو هتي بيٺو هوندو آهي. سندس هڪ پير آفيس ۾ هوندو ۽ ٻيو ٻاهر. گذريل پنجن سالن کان پيو پنڌ ڪري."

چيومانس، "پوءِ ڪم ڇو نٿا ڪريو ويچاري جو؟"

"ڪم، ڪهڙو ڪم؟ ميان، هي پاڻ ڪم پورو ٿيڻ ئي نٿو ڏي."

"ائين ڪيئن هوندو؟" مون چيو.

"ڏاڍو حمائتي ٿيو آهين، مٺوءَ جو." رمضان رڙ ڪئي، "ميان هن جي طفيلين تہ ٽين- چوٿين ڏينهن چانھ ٿي ملي. اهو اڏريو تہ ان لاءِ بہ پيا سڪنداسين. هتي مرغا يا ٻڪرا روز تہ نٿا اچن ڪسجڻ لاءِ."

مون کي ڏاڍو افسوس ٿيو. ٽن ڏينهن بعد وري جڏهن ساڳئي شخص مان ڪڍيل پئسن مان چانھ ۽ ڪيڪ پيس منهنجي ٽيبل تي آيا تہ مان وايرائڻ کان نابري واري.

"ڇو تو محروم ٿئين؟" عارب پڇيو.

"ڇڏينس ميان! ٺون گهڙيو آهي نوڪريءَ ۾، ڇُوٽي پاڻيءَ تي آهستي آهستي هرندو." رمضان فيصلو ڏنو.

منهنجي ٽيبل تان ڪيڪ پيس ۽ چانھ هٽايا ويا.

ڇئن- پنجن ڏينهن بعد ساڳئي ماڻهوءَ مان جڏهن چانھ ڪڍي ويٺي مون کان رهيو نہ ٿيو، سڏ ڪري پڇيومانس، "چاچا! نالو ڇا اٿئي؟"

"شاهَن" هن جواب ڏنو.

"هتي تنهنجو ڪهڙو ڪم اٽڪيل آهي، جو روز ٿو اچين؟"

"زمين جو ڪم آهي. مون کي حق نٿو ملي، ان لاءِ ٿو سرڪار جو در ڪڙڪايان."

عارب ۽ منهنجي وچ ۾ معاهدو ٿيل هو تہ ٻنهي مان ڪوبہ موڪل تي هوندو تہ ٻيو سندس ضروري ڪم جو نيڪال ڪندو. عارب کي موڪل بہ تڏهن ملي جڏهن سندس درخواست تي حاشيي ۾ مون لکي ڏنو تہ سندس ضروري ٽپال مان نيڪال ڪندس. موڪل تہ پنجن ڏينهن لاءِ ورتي هئائين، پر ويو ان کي وڌائيندو. ٽائفائڊ تي پيو هو ڪيس. هڪ ڏينهن آفيس ۾ چوبول پئجي ويو: "مٺو اچي ويو،" رمضان سڏ ڪيس، "چاچا شاهَن! هيڏانهن."

"ابو، عارب ڪونہ آيو آهي ڇا؟" شاهَن پڇيو.

"عارب موڪل تي آهي. تون فڪر نہ ڪر. تنهنجو ڪم ڪري ٿا ڏيون. صبح جو وقت آ چاچا شاهَن. تڏ ۾ هٽ ئي نہ ٿا هلن."

"گهڻا ڏينهن ابو عارب موڪل تي رهندو؟"

"تون هن کي ڇا ڪندين؟ عارب وڏي موڪل تي ويو آهي. ڇُوٽو پاڻي گهراءِ تہ (مون ڏانهن اشارو ڪندي) رفيق کي ٿا چئون. تنهنجو ڪم ڪري ڏيندو."

"ها ابا رفيق؟" شاهَن پڇيو.

"چاچا! ڪاغذ مان اچ پڙهندس. ممڪن آهي انهن جو نيڪال بہ

ڪريان. پر مان چانهه پاڻي لاءِ نه چوندوسانءِ."

"چوين يا نه چوين. مان ڪو اڄ آفيس ۾ آيو آهيان ڇا؟"

مان اهو سارو ڏينهن شاهن جو ٽن سون صفحن جو فائيل پئي پڙهيو. فائيل مان معلوم ٿيو ته معاملو ته اڃا ڪافي اڳ فيصل ٿي ويجي ها، پر الائي ڇو آفيس وارن پئي ايڏي اينگهه ڪئي. خواه مخواه جا نوٽ هٿي هيٺين آفيسن ڏانهن پئي ڪاغذ موٽاياءُون. فائيل پڙهڻ بعد نوٽنگ پورشن تي فائيل جو اختصار لکيم. شاهه محمد (شاهن) جو پيءُ مولا بخش چڱو زميندار هو. پنهنجي نالي تي ڳپل زمين هيس. پاڻ هو ميلن ملاکڙن جو شوقين. قدم به پنهنجي قد بت کان سوايو کڻندو هو. هو به يارن جو يار. پونيرن لاءِ ڪونه سوچيائين، ويو زمين مٿان زمين وڪڻندو. باقي رهيل ڀاويهه جريب به مرڻ کان ڪجهه مهينا اڳ ڪائي ڪپائي ڇڏيا هئائين. انهيءَ زمين لاءِ شاهن پئي پنڌ ڪيا ته هو پيءُ جو اڪيلو وارث آهي ۽ زمين کيس ملي."

نوٽ هيڊ ڪلارڪ ۽ آفيس سپرنٽنڊنٽ کان ٿيندو صاحب تائين پهتو. هن به ٻه دفعا نوٽ واپس موٽايو جدا جدا سوال پڇڻ سان. سڀن جون همدرديون شاهن سان هيون، پر قانون کيس زمين نه پئي ڏياري. آخر صاحب فيصلو ڏنو، جنهن موجب شاهه محمد (شاهن) کي روبڪاري ڏني وئي ته جيئن ته سندس پيءُ مولا بخش پنهنجي جيئري سموري زمين جدا جدا ماڻهن کي وڪرو ڪري ڏني هئي ۽ رجسٽرڊ دستاويز مطابق کاتو خريدار جي نالي مٽايو ويو هو، ان حالت ۾ درخواست ڪندڙ (شاهه محمد) جو ڪوبه حق زمين تي ثابت نه پئي ٿيو، ان ڪري سمورا ڪاغذ داخل دفتر ڪيا ويا.

شاهن کي روبڪاري ملي ته ڏانهن نڪري ويس ۽ چيائين، "هي ته سرار ظلم آهي، زمين ته منهنجي پيءُ جي هئي. وڪرو ٻڪرو ڪونه ڪيو هئائين. هيءَ شرارت صالح تپيدار جي آهي، جنهن کي چار سئو رپيا رشوا جا نه ڏنا هئم. ابو عارب هجي ها ته فيصلو منهنجي حق ۾ ٿئي ها.

ابو رفيق آيو ڪلهه، هن کي ڪاغذن جو ڪهڙو پتو!؟"

رمضان ڏنس ڇيرو، چيائينس، "چاچا شاهن! رفيق جي دل ۾ مَدي هئي، تڏهن ته تنهنجي چانهه نه پئي پيتائين." مون رمضان کي ڪرڙين اکين سان ڏٺو.

ٽن ڏينهن بعد مئوءَ جي اچڻ جو ڪنن تي پڙلاءُ پيو. عارب اڃا موڪل تي هو. سامهون جو نظر ڪيان ته چاچو شاهن ٻانهون ٻڌيو بيٺو آهي. چيائين، "ابا رفيق! مون کي پرون ته اڳئي تي پيا ته تون چانهه جو ٺٺو پئين، ان جو به ڪو سبب هوندو. ابي عارب کي منهنجي ڪيس جي سڄي سڌ هئي، معاملو ٺاهي وڃي توڙ ڪيو هئائين، پر قسمت منهنجي ڪوتي، بيمار تي پيو. ڏوهه تنهنجو به نه آهي پٽ، تون ته آئين ڪلهه. توکي معاملي جي ڄاڻ به ته ڪانه هئي. پر يار، مان به ائين ڇڏڻ وارو نه آهيان. اپيل ڪندس، جي ان ۾ نه ڪٽيم ته ٽپيل ۾ ويندس. پر ابا سچا نقل ٻن-ٽن ڏينهن ۾ ٺهرائي ڏي. چانهه لاءِ به چيو اٿم. جي تو اڄ چانهه نه پيتي، ته سمجهندس ته چاچي سان ڪاوڙيل آهين."

چانهه سان گڏ ڪيڪ پيس منهنجي ٽيبل تي آيو. چانهه جو ڍڪ پريم ته ڏٺم ته چاچي شاهن جي چپن تي مرڪ ۽ نرڙ تي اطمينان جي جهلڪ موجود هئي.

# لائـي چارج

هاشو پرائمري ۾ پڙهندو هو. اڳـ پتلڻ جي بہ اجا سڌ ڪانہ پئي هئس. ان ڪري ماڻس سٽڻ ۾ اڳـ جي بجاءِ لچڪدار ربڙ وجهي ڏنو هئس. ضرورت وقت سلوار کي ربڙهي لاهيندو هو ۽ چڪي ڪندو هوس متي ساڳي طرح. استادن تہ پٽس کي اڳ ۾ ئي چيو هو تہ هاشم اڃا ننڍو آهي. هڪ ٻن سالن بعد اسڪول ۾ داخل ڪرائجوس، پر جانوءَ نہ مڃيو عمر بہ ان ڪري وڌيڪ لکائي هئائينس.

ڪجهہ ڏينهن کان هاشوءَ شهر ۾ ڪي عجيب ڳالهيون ٿينديون ڏٺيون هيون. ماڻهن جا ٽولا جن ۾ وڏا ماڻهو گهٽ، شاگرد وڌيڪ هئا، نعرا هڻندا ڪڏهن هن گهٽيءَ مان ڪڏهن هن گهٽيءَ مان پيا نڪتا. نعرن مان هاشوءَ جي پڙ جيڪي پوندو هو، سو زنده باد ۽ مرده باد جن جي معنيٰ جي بہ کيس پروڙ ڪانہ هئي.

هاشو پنهنجي گهر جي دروازي جي دڪيءَ تي ويٺو هو، تہ اهڙو ٽولو اچي اتان لنگهيو. هاشو اتي ويٺو ۽ نعرن هڻندڙن سان گڏ زنده باد ۽ مرده باد جا نعرا هڻڻ لڳو. ايتري ۾ گهٽيءَ جي پٺيان ڳرن بوٽن سان ڊڪڻ جا آواز اچڻ لڳا ۽ وٺ پڪڙ وٺ پڪڙ جو شور پئجي ويو. هاشوءَ ڏٺو تہ نعرن هڻندڙن جي پٺيان پوليس ڏنڊا هٿن ۾ کنيو ڊوڙندي پئي آئي. هاشو اتي ويٺو هو تہ ماڻس اچي قميص ۾ هٿ وڌس. چڪي ڪيائينس اندر ۽ در جو ڪڙو ڪٽي اندران ڏنائين. هاشو سمجهي نہ سگهيو تہ پوليس زنده باد ۽ مرده باد چوندڙن جي پٺيان ڇو پئي هئي! اهي اکر پوليس جي چيڙ هئا ڇا؟

جانوءَ اچي جوءِ سان ڳالهہ ڪئي تہ "چورا آهن پاڻ زورا" ڪن ٽهر ٽهر چوڪرن موڪل ملڻ بعد سرڪاري جاين تي پٿر اڇلايا هئا ۽

پوليس مٿن لاٺي چارج ڪئي هئي. ڳالھ ٻڌائڻ وقت هاشو ۽ شاهو ٻ ماءُ جي پير ۾ ويٺا هئا.

سمجهيو پيو وڃو ته اهڙو پيرُ جو پڙڪيو هو سو جان اجهاٽو پر ائين نه ٿيو. جيئن ٿڌ ٿيندي وڌ جي ڀاڪي موجب ويو ممڻ وڌيڪ مچندو.

هاشو ۽ شاهو جو اسڪول وچڻ سندن پيءُ بند ڪري ڇڏيو. پر ڪيستائين جڳ جهان جا ٻچا اسڪول پيا وڃا هي ڪٿان مٿان لٺا هئا جا؟ ٻئي ڀائر اڳي وانگر اسڪول وڃڻ لڳا. البت پيءُ چئي ڇڏيو هون ته جيئن ئي موڪل ملين ته هو سڌا گهر هليا وڃن. مٿان ڪٿي دڳ تي بيٺا آهن. ڪين جلوس ۾ ٻه وڃڻ کان روڪيو هئائين.

اڄ ٻ هاشو ۽ شاهو ڪتابن جا ٿيلها ڪنيو اڳڙيءَ ۾ ماني ٽڪر ٻڌي اچي اسڪول پيڙا ٿيا هئا. پهريون گهنڊ وڳو ڇوڪرا ڇيلن وانگر ٽپندا اسيمبليءَ جي ميدان ۾ اچڻ لڳا ۽ هرهڪ پنهنجي ڪلاس جي قطار ۾ ٿي بيٺو. گهنڊ تي هڪ ڌڪ لڳو، عارف، شانو ۽ رؤف پنهنجي ڪلاس جي قطارن مان ٻاهر نڪري ڇوڪرن ڏانهن منهن ڪري بيٺا ۽ سڀني آواز سان قومي ترانو پڙهڻ لڳا. قطارن ۾ بيٺل ڇوڪرا سندن ڇيل سٿون ورجائڻ لڳا.

ترانو ختم ٿيو ۽ مٿيان ٽئي شاگرد وڃي پنهنجي ڪلاسن جي قطار ۾ بيٺا. گهنڊ تي هڪ ڌڪ لڳو، سڀني شاگردن جا سڄا هٿ سلام لاءِ نرڙ تي ڪجي ويا. ٻي ڌڪ تي سڀني هٿ لاٿا ۽ ٽين ڌڪ لڳڻ سان قطارون پنهنجن ڪلاسن ڏانهن وڃڻ لڳيون. هاشو ٻ قطار سان گهليو پنهنجي ڪلاس ۾ وڃي پهتو.

هاشوءَ کي پنهنجي ڪلاس کان ٻاهر ڪجھ عجيب آواز ٻڌڻ ۾ آيا. هيڊ ماستر صاحب ڪن ڇوڪرن سان تکڙو ڳالهائي رهيو هو. ڇوڪرا چئي رهيا هئا ته شهر جي سڀني اسڪولن پنهنجن شاگردن کي موڪل ڏئي ڇڏي هئي، باقي اوهان ڇو نه ٿا ڏيو. هيڊ ماستر صاحب انڪار ڪري رهيو هو ته موڪل بنھ ڪين ٿيندي. ايتري ۾ ڪنهن وڃي گهنڊ وڄايو. ڄڻ درياھ جو بند ڀڄي پيو. هر ڪلاس مان ننڍا وڏا ڇوڪرا ٽپندا ڪڏندا "قلم سليٽي- موڪل ملي ٿي." چوندا دروازي کان ٻاهر نڪرندا گهٽي ۾ اچي پهتا. هاٺي هو وڏي جلوس جو حصو

ٻڌجي چڪا هئا، جو هاشوءَ جي گهر جي طرف وڃي رهيو هو.

هاشو ۽ شاهو هڪ ٻئي کان وڇڙجي چڪا هئا. ماڻهن جي هڪ لهر هئي، جنهن ۾ هاشو وهندو پيو ويو. هاشوءَ جي ڪن تي زنده باد مرده باد جا نعرا پوڻ لڳا. اوچتو هن ڳورن بوٽن جو آواز ٻڌو ۽ ان سان گڏ وڻوس پڪڙيوس جا آواز اچي رهيا هئا. ماڻهن ۾ اچي ڀاڄ پئي. ننڍو هاشم هڪ طرف ڀڄڻ لڳو. اها گهٽي سندس گهر ڏانهن نه پئي وئي. هاشو پنهنجي پٺيان بوٽن جو کڙڪو ٻڌو. هن ڪنڌ ورائي پٺيان ڏٺو. هڪ پوليس جو سپاهي هن تي لٺ اولاري رهيو هو. تيز ڪاٺي ڪريو، ڪتابن جو ٿيلهو الائي ڪاڏي ويس ۽ بوٽ الائي ڪاڏي. اوچتو گهگهم اونداهي ڦهلجي وئي.

سهڪندو سهڪندو شاهو گهر پهتو. هن اچڻ سان در کي اندران بند ڪيو ۽ لڳو روئڻ. پٽس به گهر ۾ موجود هو. جڏهن ڪانئس هاشو جي پڇا ڪيائين، ته وائڙن وانگر پيءُ کان پڇڻ لڳو ته "کهڙو هاشو؟"

منجهند تائين هاشو هٿ ڪين آيو. پٽس پوليس اسٽيشن تي به ڳولا ڪيس ۽ اسڪول ۾ به. سندس شاگرد دوستن کان پڻ پڇيو ويو، پر ڪنهن کان هاشوءَ جو پتوئي ڪونه پيو.

اوچتو جانوءَ جي دل تي هڪ خيال اڀريو. هڪ سڏڪو سندس اندر مان اڀري نڙيءَ تي اچي پورو ٿيو. جانوءَ جو ساه منجهڻ لڳو ۽ دل زور زور سان ڌڪ ڪرڻ لڳس. هو اسپتال وڃي پهتو، وائڙن وانگر هيڏي هوڏي ڏسي رهيو هو ته ڪن تي مراد جو آواز پيس. "جانو! هيڏانهن" جانو روئڻ هارڪو ٿي پڇيس، "مراد هاشو نه ٿو ليي" "ان لاءِ ته سڏ ڪيومانءِ. منهنجو ڇورو به هتي ئي آهي. ٻنهي جا مٿا ڦاٽل آهن. مون ته نياپو موڪليو هوءِ مليئه الائي نه؟"

سرجيڪل وارڊ ۾ چار پنج پلنگ اهڙا هئا، جن تي ٻار ستل هئا، ڪن جا مٿا ڦاٽل هئا ۽ ڪن کي بدن تي ڌڪ.

جانوءَ کان رڙ نڪري وئي، هو هاشوءَ جي پلنگ ڏانهن ڊوڙيو، وارڊ بواءِ اچي هٿ وڌس. "ميان هوش ڪر، جهنگ ۾ گهريو آهين ڇا؟" ٻارن کي آرام جون سيون لڳل آهن. ننڊ نه ڦٽائين!"

هاشوءَ جي خبر لهي، جانو گهر پهتو. زال کي وڃي احوال ڏنائين.

پدڻ سان مائي ڇوتاڪ تي وجي ڪري. ڏندڻ پيجي، پاڻي پياري جانو اسپتال پهتو. هاشو اجان سمهيو پيو هو. هو وجي پلنگ جي پر ۾ فرش تي ويهي رهيو.

پٺي ڏينهن ڊريسر هاشوءَ جي ملم پٽي ڪندي، جانوءَ سان احوال پئي ڪيا. "لڪ دفعا لائي چارج ڪن، ڪٽي گوليون هڻن، شاگرد تحريڪ کان ڪونه مڙندا."

"شاگرد لٺ ۽ گولي کان ڪين مڙندا." ڊريسر هليو ويو. هاشو ڪمال معصوميت مان پيءُ ماڻءُ کان پڇيو: "بابا لائي چار ڇا ٿيندي آهي؟"

# فيروزه

سندس نيڻ نهار ٿي پڏايو ته سندس نالو مس غزالہ هوندو. نايا گرا آبشار جو پاڻي جي منهنجي مٿي تي ٿڪي ها ته مون کي ايڏو تعجب نه ٿئي ها، جيڏو اهو معلوم ڪري ٿيو، ته هوءَ مسز فيروزه عامر هئي. نه رڳو ايترو پر هڪ عدد ٻچي جي ماءُ ٻه هئي، جو سندس سوٽ وٽ ٻاهر موجود هو. مان سندس معصوم چهري ۽ غزالي اکين کي تڪيندو رهيس.

ڏنڌي جي دوران پنهنجن اصيلن بابت منهنجا مفروضا اڪثر سچا ثابت ٿيندا هئا، پر ان دفعي منهنجي اندازي مون کي دوکو ڏنو. سندس شادي ٿي سال اڳ عامر (جنهن کي هوءَ امر سڏيندي هئي) سان ٿي هئي. عامر هڪ ڪامياب واپاري هو، نوجوان ۽ شڪل شبيهہ ۾ ڏسڻ پسڻ جهڙو، سندن منهن مقابلو هنري نمائش ۾ ٿيو هيو. جنهن ۾ "واهہ جو آ" جا لفظ ٻڌي ماءُ سان آيل فيروزه پٺتي نهاريو. عامر سان نظرون ملڻ سان ئي سندس بدن مان بجليءَ جي لهر ڊوڙي ويئي. عامر پنهنجي دوست کي هڪ ٽيبل لئمپ ڏانهن اشارو ڏيندي چيو، "ڪيڏي نه سهڻي، ڪيڏي نه خوبصورت". هٿ جو اشارو ٽيبل لئمپ ڏانهن هو، پر اکيون فيروزه ۾ کتل هيس. الائي ڇو فيروزه جي رنگت پاپڙيءَ کان پاپڙيءَ تائين تبديل ٿي ويئي، پهريائين گلابي ۽ پوءِ پيلي جهڙي هئڊ. اها هئي سندس پهرين ملاقات، ٻي ملاقات ٻه پنجن منٽن بعد چوڙين جي دڪان تي ٿي، جتي دڪاندار فيروزه کي رنگ برنگي چوڙيون پارائي رهيو هو. "واهہ جو آ" اکر گولي وانگر ٻيو دفعو فيروزه جي ذهن ۾ وڃي کتا. فيروزه جي ماءُ هئن لفنگن کي، جو ڏيءَ تي گفتا ڪسيندي ٻڌا، ته فيروزه جو هٿ پڪڙيو کيس نمائش کان ٻاهر وٺي آئي. رڪشا هلي ته عامر جي ڪار سندن ڪڍ لڳي. ٻنهي گاڏين وڃي شمس ٽائون ۾ دنگ ڪيو. عامر فيروزه جو گهر ڏسي واپس وريو.

فيروزه جو پيءُ هيٺين طبقي سان تعلق رکندو هو. شمس ٽائون جو گهر سندس خريد ڪيل ڪين هو، پر ان اهو گهر سيٺ شڪور پاڻي کان پنج سئو رپين جي مسواڙ تي ورتو هو. شڪور پاڻي شمس ٽائون جي جدا جدا بلاڪن ۾ چار گهر پين پين نالن سان پُڪن جي ذريعي حاصل ڪيا هئا. اهي گهر ڀهنجي ۽ پنهنجي پٽن جي نالن تي قسم نامي داخل ڪرڻ سان ورتا هئائين. جنهن ۾ لکيل هو ته سيٺ شڪورپاڻي يا سندس پٽن کي ڪراچي يا سنڌ جي اندرين حصن ۾ ڪابه رهائشي جاءِ يا پلاٽ ڪونه هو. هن چارئي گهر مسواڙ تي ڏئي ڇڏيا هئا.

فيروزه ان زماني ۾ انٽر سائنس جي شاگرد هئي. هوءَ آهستي آهستي نعيم جي معرفت، جا سندس ڪلاس فيلو ۽ عامر جي عزيز هئي، عامر جون موڪليل سوکڙيون قبول ڪرڻ لڳي، ۽ ڪجھ وقت بعد ان ئي ذريعي سان سندن وچ ۾ خط و ڪتابت شروع ٿي ويئي. ڇهن مهينن جي اندر ٻنهي جي شادي ٿي وئي. شاديءَ کان پوءِ هڪ سال جي اندر اندر فيروزه جي ماءُ ۽ پيءُ فوت ٿي ويا. شاديءَ جي ڏيڍ سال بعد فيروزه کي پٽ ڄائو ناصر. شاديءَ جي ٽئين سال ٻنهي جي علحدگي ٿي ويئي. ڪارڻ ٻنهي جي هڪ ٻئي تي نااعتمادي هئو. عامر پنهنجي عادت هر حسين ڇوڪريءَ جي پيڇي ڪرڻ جي نه ڇڏي ۽ فيروزه اڪيلائپ کان تنگ اچي ڪلاڪن جا ڪلاڪ گهر ڇڏي پنهنجي ماسيءَ وٽ وڃي رهڻ لڳي، جا سندس مڙس جي بنگلي کان ٻن فرلانگن تي هڪ جهڳيءَ ۾ رهندي هئي.

پهريائين هڪ ٻئي سان زباني شڪوه شڪايت ڪرڻ لڳا. پوءِ ٻنهي ۾ ڌڪن بجن تائين نوبت اچي پهتي. فيروزه طلاق جي گهر ڪئي. عامر جو خيال هو ته هو طلاق ان صورت ۾ ڏيندو، جڏهن سندس پٽ کيس ڏنو ويندو.

فيروزه ڪافي آفيسون رلي هئي، هرهنڌ کيس واسطيدار آفيسر جي گهر اچي حقيقت بيان ڪرڻ لاءِ چيو پئي ويو. انهن آفيسرن مان گهڻا اڪيلا رهندا هئا. اها ڳالھ فيروزه کي قبول ڪانه هئي.

سمورو حال ٻڌي مون کيس في ۽ ٻئي خرچ جو تخمينو ٻڌايو. سندس اکين ۾ پاڻي اچي ويو. غزالي اکين ۾ مان لڙڪ ڏسي نه سگهندو

آهيان. منهنجو اندر وارو شاعر منهنجي وڪالت جي ڏنڏي تي غالب پئجي ويو. مون فيروزه کي دلاسو ڏنو ۽ ڪلارڪ جي معرفت هڪ نوٽيس ڊرافٽ ڪرائي ورتو، جنهن ۾ عامر کي چار هزار ماهوار جي حساب سان هڪ سال جو نان نفقي جو خرچ ۽ ائينده هر مهيني ساڳي شرح سان فيروزه کي خرچ پهچائڻ لاءِ لکيو ويو. نوٽيس تيار ڪرائي پنهنجي هٿان لفافي تي ٽڪليون هڻي فيروزه جي هٿ ۾ ڏنم ته هو ان کي رجسٽر ذريعي موڪلي ڏي.

هلڻ وقت فيروزه پرس مان ويهه رپيا مون کي ڏيڻ لڳي. مون اهي رپيا واپس سندس پرس ۾ وڌا. البت چيومانس ته جي مان توکي فيروزه جي بدران مس غزالي سڏيان ته ان تي اعتراض ته ڪين ٿيندو. هن ڪنڌ لوڏي انڪار ڪيو.

ويڙ وقت هوءَ مون کي تعجب سان ڏسڻ لڳي، شايد ان ڪري جو مون کيس اچڻ لاءِ گهر جي ائڊريس ڪانه ڏني هئي.

سڄي رات فيروزه لاءِ سوچيندو رهيس. ڇا اهڙا به ماڻهو زماني ۾ موجود هئا، جي فيروزه جهڙا املهه ماڻڪ ڇڏي ڪچ ڪوڏين جي ڪڍ وتن پيا ڦيريون پائيندا.

ڪجهه ڏينهن بعد فيروزه مون وٽ آئي، ان وقت تائين نوٽيس جو جواب ڪونه آيو هو. مون ٻيو نوٽيس تيار ڪري عامر جي پتي تي موڪلي ڏنو ۽ فيروزه کي ٻن هفتن بعد اچڻ لاءِ چيم.

اٺن ڏينهن بعد فيروزه مون وٽ آفيس ۾ آئي. ساڻس گڏ سندس سوٽ ۽ پٽ پڻ هئا. چانئٺ کان گهڙڻ سان ئي فيروزه کي هڪ ٿيڙ آيو، مون ڏٺو ته سندس چهري جو رنگ هاريل هو. هن قدم اڳتي وڌايو ته لڏڻ لڳي. ڪرڻ کان اول مون کيس جهليو ۽ وٺي وڃي ڪرسيءَ تي ويهاريو. مان پاڻيءَ جو گلاس واٽر ڪولر مان ڀري کيس ڏنو. وٺڻ وقت مون ڏٺو ته سندس هٿ ڏڪي رهيا هئا ۽ اکيون پاڻيءَ سان ڀريل هيون.

"ڪجهه کائينديءَ؟" مون الائي ڇو کانئس پڇيو.

"ٽن ڏينهن کان ڪجهه نه کاڌو اٿم." هن جواب ڏنو.

مون ڪلارڪ کي پهچايو جو ڀرواري ريسٽوران مان ٻه برياڻيون، ڇهه نان ۽ گوشت وٺي آيو. مان کيس پنهنجي آرام واري ڪمري ۾ ويهاريو.

جنهن وقت وڃڻ لڳا تہ مون برقعي جي هيٺان اپار مان محسوس ڪيو تہ بچيل نان هوءَ پنهنجي رني جي پلاند ۾ رکي وڃي رهي هئي. وڃڻ وقت مان فيروزه کي ڏهہ رپيا ڏنا، جي هن ڏکندڙ هٿن سان ورتا.

ان کان هفتو پوءِ هوءَ مون وٽ آئي. سندس هٿن ۾ طلاق نامو هو، جو مڙس ڏياري موڪليو هئس. هوءَ ڏاڍي خوش پئي نظر آئي. آئينده بابت پڇيومانس تہ هن سوٽ ڏانهن اشارو ڪندي چيو، "شڪور منهنجو مائٽ نہ آهي، هو منهنجي ماسيءَ جو پاڙي ۾ رهندو آهي. درزڪو ڌنڌو ڪندو آهي. هڪ مشين اٿس جنهن تي غريبن ۽ مزدورن جا ڪپڙا سبي گذرسفر ڪندو آهي. منهنجي ماسيءَ جو خيال آهي تہ مان ساڻس شادي ڪريان، پر مان اڳي ئي ڏڌل آهيان، چاهيان ٿي تہ ان بابت ڪجھ ويچار ڪريان."

وڃڻ وقت فيروزه چادريءَ مان مٺائيءَ جو دٻو ڪڍي ميز تي رکيو. مان گهٽوئي انڪار ڪيو، پر ان جي چوڻ تي، "چا هڪ غريب جو هي حقير تحفو بہ قبول نہ ڪندا؟ مان اوهان جو احسان قيامت تائين لاهي نہ سگهنديس.." مان مٺائيءَ جو دٻو کولي ان مان هڪ بالوشاهي ڪڍي باقي کيس واپس ڪيو.

سندس وڃڻ وقت منهنجي واتان نڪري ويو، "خدا حافظ غزالي." اهو پڙلاءُ سندس ڪن تي بہ پيو. هن هٿ لوڏي ان جو جواب ڏنو.

ٻن سالن بعد مون کي هڪ دعوت نامو عبدالشڪور جي فيروزه سان شادي ٿيڻ بابت مليو، جنهن سان گڏ فيروزه جو خط بہ شامل هو. مون کي شاديءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ تاڪيد ڪيو هئائين. اهو پڻ لکيو هئائين تہ عبدالشڪور هاڻي هڪ ٽيلرنگ ڪمپنيءَ جو مالڪ هو ۽ صحيح ڪرڻ وقت پنهنجو نالو فيروزه غزالي لکيو هئائين.

مان شاديءَ ۾ شريڪ ٿي ڪونہ سگهيس.

ڏهہ ورهيہ گذري ويا. هڪ ڏينهن ڪارو برقعو پاتل هڪ عورت منهنجي ڪمري ۾ گهڙي آئي. مان کيس ويهڻ جو اشارو ڪيو. مان کيس سڃاڻڻ ڪاڻ ور ور ڪري پئي کيس ڏٺو. سڄو نقشو ڊهي ويو هو، پر اجا اکيون ساڳيون هيون. رڙ ڪري چيم، "غزالي!"

"بدنصيب فيروزه" هن جواب ۾ چيو.

"هي حال چو؟

چيائين، "پنهنجي ۽ ٻچي جي پيٽ پالڻ لاءِ تن گهرن جو ڪم ڪندي آهيان." ائين چوندي هن مون ڏانهن هٿ وڌايا، جن ۾ برتن ماجڻ ڪري گتا پئجي ويا هئا.

"پر هيءُ ڪيئن ٿيو؟" مون پڇيو.

"وڏو داستان آهي سائين، ڪنهن وقت ٻڌائينديس. هاڻي هڪ عرض وٺي آئي آهيان. مون کي جهڳيءَ مان تا بي دخل ڪن، جا پئسو پئسو گڏ ڪري ٺهرائي اٿم. مون لاءِ ڪجھ ڪيو."

"پر شڪور؟" مون پڇيو.

"نالو نہ ڪٺو بي غيرت جو. دلال ڪتان جو!"

# رَنگَ

نور محل سئنيما جي سامهون پڏر منهنجن ضرورتن ۽ دلچسپين جو مرڪز هو. ان پڏر ڪان اتر ۾ سؤ قدمن تي نيپئر ٿاڻو هو، جو منهنجي منجسٽيريل جورسڊڪشن ۾ پئي آيو. ٿاڻي ڪان سؤ قدمن تي لي مارڪيٽ هو، جتان مان ذهني ورزش جو سامان- رسالو يا ڪو ڪتاب- وٺي ايندو هئس. اتي بس اسٽينڊ هو، جتان جدا جدا طرفن ڏانهن وڃڻ لاءِ بس ملي پوندي هئي. نور محل سئنيما جي پڏر ڪان اوڀر طرف ٽن سؤ قدمن تي مسجد خضريٰ هئي، ڇهڇ سائي. اتي منهنجون اڪثر نمازون ادا ٿينديون هيون. ان مسجد ڪان ٻه ادائي سؤ قدم پري سٽي ڪورٽ هئي، جتي گهر مان ڊيوٽيءَ تي پنڌ وڃڻ ۾ پنجن ڪان ستن منٽن تائين لڳندا هئا، ۽ موٽندي ٻه اوترو ئي وقت. ست منٽ ٻه ان ڪري جو واٽ تي ٻه روڊ ڪراس ڪرڻا پوندا هئا، جن تي ڪافي ٽرئفڪ هوندي هئي. ان ئي پڏر تي ڏکڻ طرف نيپئر روڊ ۽ "اها بستي" هئي، جتي ڏينهن جو انساني کنڊر ۽ رات جو مرمت ٿيل چهرا نظر ايندا آهن. ان ئي پڏر ۾ منهنجي فليٽ جي سامهون سلطان ريسٽوران هو، جنهن جو مالڪ مجيد اڌ بلوچي ۽ اڌ سنڌي ۾ منهنجي آجيان ڪندو هو، ۽ چئين آني جي چانهه سان گڏ هڪ عدد بسڪوٽ مفت ڏيندو هو. ساڳي فليٽ جي هيٺان ساجد حلوائي جو دڪان هو، جتان نيپئر روڊ طرف ويندڙ بي فڪرا، مٺائيءَ جا دونا وٺيو ويندا هئا. ان دڪان تان صبح جو هڪ رپيو ڏيڍ سان چار پوريون ۽ ٿيلهي چولن جي وٺندو هوس. ساجد پورين جي مٿان تولو ڪن خالص گريس جو حلوو رکي پاڙيسري هئڻ جو حق ادا ڪندو هو. فليٽ جي ئي هيٺان دروازي لڳ عيسيٰ لانبري هئي، جنهن جي مالڪ منهنجي اردوءَ ۾ پڇيل پهريون سوال جو جواب سنڌيءَ ۾ ڏنو هو.

پڇيو مانس، "ڪٿين سجاتہ .؟"
چيائين، "مهانبي مان."
هي لانڊري وارو اڌ ريٽ تي منهنجا لٽا ڌوئندو هو. انهيءَ پڊر ۾ هوشنگ ايرانيءَ جو هوٽل هو، جو مون کي هٽ ۾ ٽفن باڪس ڏسي بيري کي خاص انداز ۾ چوندو هو:
"صاحب کي گوشت کا اچها بوٹي لاؤ."
بالڪنيءَ ۾ ويهندو هئس تہ سچي طرف بنجارا هوٽل جي اندرين پڊر تي نگاهہ پوندي هئي، جتي نوين ڪان پارهين وڳي تائين هيجڙا زنانا لٽا ڪري، فوم جي بريسري چاڙهي، ڏاڍو ميڪ اپ ڪري پنهنجي مخصوص ڍنگ ۾ نچندا ۽ ٽرڪندا نظر ايندا هئا. ان ئي بنجارا هوٽل تي ڪڏهن ڪڏهن پوليس ڇاپو هڻندي هئي. ان وقت هيجڙن ۽ گراهڪن جو ڀڄڻ تہ هڪ عجيب ڏيک هوندو هو ئي، پر مزو تڏهن ايندو هو جڏهن پڪڙيل هيجڙا تاڙيءَ جي ٿاپ تي لئہ ۽ تال ۾ معافي گهرندا هئا. پوليس بہ ايتري ظالم نہ هئي، آخر ڪنهن نہ ڪنهن فيصلي تي اچي هيجڙن ۽ گراهڪن کي ڇڏي ڏيندي هئي.
ان ئي پڊر ۾ "ان بستيءَ" ۾ ٽيل اختلافن جو نبيرو ڏنڊن، چاقن ۽ گولين جي آزادانہ استعمال سان ڪيو ويندو هو. ساڳئي پڊر ۾ محرم جون مجلسون، ميلاد ۽ قواليءَ جون محفلون ۽ پوليٽيڪل جلسا پڻ ٿيندا هئا.
ان پڊر کان نڪرندڙ اولهہ طرف واري ننڍي گهٽيءَ ۾ جڳ مشهور آرٽسٽ گل محمد کتريءَ جو اسٽوڊيو هو. نالي ۾ تہ اسٽوڊيو هو، پر منجهيس آرٽ جي سامان کان سواءِ زياده ڪاٺ ڪباڙ پريل هو. بيون وندرون تہ وقتي هونديون هيون، پر کتري صاحب سان روح رهاڻ منهنجي لاءِ نہ رڳو وندر جو سبب هوندي هئي، پر ساڳي وقت ذهني ۽ روحاني غذا پڻ.
هي هٽن جو پيرو (گل محمد کتري) پنهنجي برش جي استعمال سان ڪئنويس تي شاعري ڪندو هيو. ان برش سان جنهن سان هو چاليهہ هزار رپين جي پينٽنگ ۾ رنگ ڀريندو هو، ان ئي برش سان پيٽ ۽ ٻچن خاطر پنڌرهن رپين جو سائين بورڊ (Sign Board) پڻ پينٽ ڪندو نظر ايندو هو.

مان ساڻس گڏ هيٺ ڪاٺ جي صندليءَ تي ويهي زماني جي بي قدريءَ تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ گفتگو ڪندو هئس.

ڪتريءَ جي برش جون ڪئنويس تي آڏيون ترڇيون ليڪون "ڪجهه به نه" مان "گهڻو ڪجهه" پيدا ڪي سگهنديون هيون. جداجدا گڏجاڻين ۾ مون کي سنڌس آرٽ ڏسڻ، سمجهڻ ۽ پرکڻ جي پروڙ پنهنجي ويئي. ڪتريءَ جي پينٽنگ جو هڪ خاص انداز هو، جنهن کي هو "مهراڻ آرٽ" سڏيندو هو. مهراڻ آرٽ ۾ شاهه جا سورما ۽ سورميون سنڌي شوخ رنگن سان پينٽ ٿيل هئا، جن ۾ ڳاڙهي ۽ پيلي رنگ جو استعمال فراخ دليءَ سان ٿيل هو. مهراڻ آرٽ جي تصويرن جي فريمن تي ننڍا ننڍا آئينا لڳائي، انهن کي خوبصورت بنايو ويو هو. ڪتري صاحب جهڙو ريئلسٽڪ آرٽ (Realistic Art) ۾ مٿاهون هو، اهڙو سنڌس ائبسٽريڪٽ آرٽ (Abstract Art) پڻ وٽندڙ هو. ان ڪانسواءِ آرٽ جا جيڪي به جدا جدا مڪتب (Schools of Art) آهن انهن ۾ به سنڌس پينٽنگس شاهڪار جو درجو رکنديون هيون. ڪتري صاحب اجرڪ جي مستطيل ٽڪرن تي ڪئليگرافي ڪري جدت پيدا ڪئي آهي. انهن اجرڪن کي پٽ تي ٽنگڻ لاءِ ٺاهيو ويو آهي. انهن جي هيٺين حصي ۾ موتي ۾ مٽڪا پوئي ان کي هوا تي لڏڻ لمڻ کان پڻ محفوظ بنايو ويو آهي. هن ڏس ۾ "ڪتري آرٽ" جو ڪو جواب ڪونه آهي.

هڪ ڏينهن اسٽوڊيو جي ڪنڊ مان ڊوڙ ۾ اٿيل هڪ تصوير وجي ڪليم. مان ان کي ڏسندو رهيم. شايد ڪي سيڪنڊ، ڪي منٽ، ڪي ڪلاڪ، ڪي ڏينهن، ڪي سال يا ڪي صديون. مونکي حقيقي دنيا ۾ ڪتريءَ جي کنگهه واپس آندو، جنهن ۾ هو پڇي ويو هو.

کنگهندي پڇائين، "ڪٿي وڃي پهتو هئين؟"

"اتي، جتان موٽڻ عذاب آهي،" جواب ڏنومانس. تصوير پنهنجي روايتي لباس ۾ هڪ نئين نويلي پرڻيل جي هئي، جنهن جي هٿ ۾ وڏو ٻهارو هو. سنڌس چني سينڌ وٽ اٽڪيل چانديءَ جي هڪ گول زيور ۾ ڦاٿل هئي. سنڌس پٺيان پري حبيب پلازا جي گول عمارت هلڪن رنگن ۾ ڊيڪاريل هئي.

پڇيائين، "عنوان ڇا ڏجيس؟"
چيومانس، "ايڏي بلندي!"
چيائين، "پلازا جي بلندي؟"
"نہ" مون چيس، "پورهيت جي محنت جي بلندي."
کلي چيائين، "رڳو بلنديءَ کي ڇاڪبو. پيٽ بہ پرجي سگهندو ان بلنديءَ سان؟"
ٻئي دفعي پاڻ وٽ هڪ ڪنٽويس کڻي آيو.
پڇيائين، "سڃاڻين ٿو؟"
"ڪيرنہ سڃاڻندن."
"ڪير آهن؟"
"جن لاءِ شاهہ صاحب چيو آهي، 'جهڙا گل گلاب جا تهڙا مٿن ويس.'
پنهنجي موهيندڙ مرڪ سان داد ڏنائين.
"پر کتري!" مون چيس، "شاهہ صاحب تہ مومل اينڊ سسئي لاءِ گلاب جو ذڪر ڪيو آهي ۽ تو جو هي سرنهن جي گلن جو پيلو رنگ تصوير ۾ ڦهلائي ڇڏيو آهي، سو ڪهڙي خيال کان؟"
مرڪيو ۽ چيائين، "ڪنٽراسٽ لاءِ"
کتري صاحب پنهنجي گهر اچڻ لاءِ اڪثر چوندو هو ۽ آخر هڪ ڏينهن اتي وڃي پهتم. صاف ۽ سٿري گهر جي هڪ سٺي ڪمري ۾ کتري صاحب جو پلنگ، ڪتابن جي الماري، ٽيبل ۽ بہ ڪرسيون پيل هيون. مان وڃي الماري کولي. ڪتاب اڪثر سنڌ بابت هئا. انهن جو گهڻو تعداد سنڌي ادبي بورڊ جي ڇاپيل ڪتابن جو هو. ڪي ڪتاب سنڌالاجيءَ جا ۽ باقي ٻين ادارن جا ڇپيل هئا.
"ڪڏهن رني ڪوٽ ويو آهين؟" کتريءَ پڇيو.
"نہ" مون جواب ڏنو.
"ديدار ڪندين؟" پڇيائين
"ڪنهن جو؟"
"رني ڪوٽ جو".

"ڀھڙين گرمين ۾!"

"ها هتي ويٺي ويٺي..."

مان تعجب مان ڏانھنس نھاريو. هو ٿورو مرڪيو ۽ پنھنجي ڪمري مان ويو ٿلھي سفيد پاڻي جا وڏا ۽ ويڪرا پرچ ڪڍندو. انھن تي پينٽنگ ٽيل هئي ۽ پٺيان نمبر لڳل هئين. پٽ سان لڳائي ويو نمبروار پرچ رکندو. اهي ڪمري جي ٽن طرفن کان رکيا ويا. مون کي پھرين نمبر کان نظر ڦيرائڻ لاءِ چيائين. ائين محسوس ڪيم ڄڻ رني ڪوٽ جي هڪ حصي ۾ ويٺو آهيان. سامھون دروازو آهي، چوڌاري پٿيون. چيائين، "باقي ڇھ کن تصويرون ٺھنديون پوءِ رني ڪوٽ کي گھر ويٺي تصويرن ذريعي ڏٺو ويندو. اهي تصويرون مان انھن فوٽو گرافن مان ٺاهيون اٿم، جي موقعي تي روبرو وڃي ڪڍيون هيم."

انھن تصويرن ۾ ٻه ڳاڙهو ۽ پيلو رنگ ڪثرت سان استعمال ڪيو ويو هو. پڇيو مانس، "پيلو ۽ ڳاڙهو ڇو؟" چيائين، "سج جي ٻڏڻ جي وقت جا رنگ آهن."

صحيح جواب هفتي بعد اوجها سينيٽوريم ۾ مليو، ڪتريءَ ڪنگھندي ٻڌايو، "يار! هي آهي نه عارف صديقي، وڏو آرٽ ڪرٽڪ آهي. ان ڏانھن خط لکيو هئم. ڪو ٻه ڪم ڪونه هو. مڙني من جي مونجھ دور ڪرڻ لاءِ. جواب ڏنائين پر ان ۾ لکيائين ته مون ڏي خط نه لکندو ڪر. مون کي سلھ ڏيندين ڇا؟"

ائين چوندي ڪتريءَ کي ڀڳھر وٺي ويو ۽ منھن هيٺ جھڙو پيلو ٿي ويس. ڪنگھي برتن ۾ جو بلغم اڇلايائين، ان ۾ ڪتريءَ جي پينٽنگ جي ڳاڙهي رنگ جون ريکائون هيون.

•

# سچ ڳوهڻ

”هاءِ رام جي! ڳجب ٿي ويو!“ انگوري رڙ ڪئي.

”ڇا ٿيو؟“ سسٽس پڇيو.

”پاپ ٿي ويو. سس! هي ته ڏس. وڏو ڄلم ڪيو اٿم.

سسٽس ان طرف نهاريو جنهن طرف انگوريءَ اشارو ڪيو هيو. زمين تي اڌ چڇريل ڏيڏر پنهنجي هيٺين ڏڙ کي گهلي رهيو هو.

انگوري ڀريل پيٽ سان هئي. سوامي شالڪرام کان ٽپڙو پٽايو هئائين جنهن سسٽس کي ٻڌايو هو ته لڳن سٺو آهي. ٽيندو پٽ پر ٽورو ڏساسول ڏسڻ ۾ ٿو اچي!

ڀڳت رام ڄائو نپنو هتي هو. ٻين هريجنن جي برخلاف هو سٺي سنڌي ڳالهائي سگهندو هو. ٻه چار جماعتون پڙهيل پڻ هه.و. خيال هيس منترڪ ڪرڻ جو پر پيءُ جي اوچتي مرڻ ڪري پڙهڻ ڇڏي لڳو شهر جون ناليون صاف ڪرڻ. ڪيس پاڻ سان ڳڏ ماءُ جو پيٽ ٻه ته پالڻو هو.

ڄانڪي، ڀڳت جي ماءُ هڪ ڏينهن وئي بالميڪ مندر ۾ ڪٿا ٻڌڻ. سندس اک وڃي انگوريءَ تي پيئي جا اڃا ننڍي عمر جي هئي. ڄانڪي کي ڇوڪري ايتري ته وڻي وئي جو لڳي انگوريءَ جي ماءُ ڪانتي ڏي ڏڻ وار موڪلڻ. ڪانتي ٻه پنهنجي ليکي ڀڳت کي پسند ڪري ڇڏيو هو پر انگوري جو پيءُ چندو هڪ طرف ته جوئاري هو ٻي طرف هو نشي جو عادي ۽ لالچي ٻه حد درجي جو، سو ڪٿي ٿو انگوريءَ جو سڱ ڀڳت سان ڪري، جنهن جي پگهار پوري ٻه ڪانه هئي. چندوءَ جي نظر شاموءَ تي هئي. هو هئو ته ڪرڙوڙي پر جوئا ۾ چڱو هٿ هنيو هئائين. جڳهه ٻه پڪي جوڙائي هئائين، جنهن ۾ هنڊپمپ ٻه لڳل هو. هريجن برادري پاٽي پڻ اتان ڀريندي هئي. شاموءَ انگوريءَ کي ڀهريائين اتي ڏٺو هو ۽ ڪنهن جي هٿان چندوءَ جي ڪن تي ڳالهه ٻه آندي هئائين. اهو

رشتو نہ انگوريءَ کي پسند هو نہ ڪانتيءَ کي.

هڪ ڏينهن جانڪي پنهنجي گهر پنچن کي ڪٺو ڪيو ۽ کين آماده ڪيو تہ هو چندوءَ سان ملي انگوريءَ جي سڱ لاءِ ڳالهائين.

چندوءَ جواب ئي هڪ ڏنن، "نہ."

"نہ" کي نوَ ڪوٽ ڪير ٽوڙي.

جانڪيءَ وڏا وس ڪيا. رامڏيو تي چڙهاوا چاڙهيائين. سوامي شالڪ رام کان ڌاڳا پڙهايائين، نياٿيون ڪارايائين پر چندوءَ هوڏ تان لٿوئي ڪين. آخر جانڪي ملان عيسيٰ وٽ لنگهي ويئي، رئو رکيائينس پيرن تي ۽ چيائينس، "ملان! سڄي عمر تنهنجو ميرو ڊوئيو اٿم. تو گهڻن جا ڪم ڪيا آهن، منهنجو بہ ڪر."

ملان پهريائين تہ ٽارڻ جي ڪيس، پر جڏهن مليائي هڪل ڪيس تہ قلم ڪن مان ڪڍي ڪاري مس ۾ ٻوڙي تي پليتا لکي ورتائين. جانڪيءَ کي ڏيندي ٻڌايائين تہ ماه پهرين سومر کان پليتا ساڙڻ شروع ڪري، هر روز هڪ صبح جو سوير سج اڀرڻ کان اڳ. اربع ڏينهن تائين ٽيئي پليتا پورا ڪري خميس ڏينهن صبح جو سويرو وڃي چندوءَ جو در کڙڪائي ۽ وڃي رشتي جي ڳالھ ڪري. سڀ سٺائي ٿيندي. جانڪيءَ ائين ڪيو.

خميس ڏينهن جيئن وڃي چندوءَ جو در کڙڪايائين تيئن هوئي منهن تي چڙهيس. پڇيائيس، "مائي ڇو آئي آهين؟" ملان عيسيٰ جو چوڻ نہ هجيس ها تہ هوءَ اهڙي ٻي ٻاڪيءَ سان چندوءَ سان ڳالها ئي بہ نہ سگهي ها. چيائينس، "چندو ڇو ٻجڙو ٿيو آهين؟ لڇميءَ جهڙي ڌيءَ تو پوڙهي سان پرڻائين." ملان جي پليتن جو اثر هو يا چندوءَ تي ٻيءُ هجڻ جو جذبو، نشي نہ هئڻ جي صورت ۾ غالب ٿيو تنهن ڪلي چيس، "جانڪي ٻڌ. چندوءَ مون کي ٻہ هزار رپيا ڏيڻا ڪيا آهن، انگوريءَ لاءِ تون ڏيندينءَ؟" جواب ۾ چيائينس، "چندو، جي پيسن جي گهرج اٿئي تہ مان بہ توکي ٻہ هزار ڏيڻ لاءِ تيار آهيان!"

جانڪي سڌو اچي گهر پهتي. گهر جي هڪ ڪنڊ ڪوٺي اتان هن هڪ ڊڪ وارو ڊالڊا جو دٻو ڪڍيو. ان دٻي ۾ جانڪيءَ جا زيور پيل هئا

جي مستائي جي زماني ۾ ڪيس ڏاج ۾ مليل هئا. پيرن جا چانديءَ جا ڪڙا، هٿن جا ڪنگڻ ۽ ڳچيءَ جي هس ڪان سواءِ ٽوٽڪ تائين چانديءَ جون چوڙيون ٻه هيس. چار هزار رپيا ملي پيس. پنڇن کي ساڻ ڪري ٽالهيءَ ۾ ڏونگهي پتاشا ۽ پيسا وجهي وٺي چندوءَ وٽ. پيسا ڏسي چندوءَ جو وات ڦاٽي ويو. ٽالهي وٺي ڪانتيءَ کي ڏنائين.

ڪم تي ايندي ويندي انگوري ۽ پڳٽ جڏهن هڪ ٻئي جي سامهون اچي ويندا هئا ته انگوري ڪٽي هڪ وڏو گهونگهٽ ڪڍندي هئي ۽ پڳٽ وري ڪو گانو گنگنائيندو هو.

نيٺ تاريخ مقرر ٿي. ساٺ سڳن ٿيا، شاديءَ واري ڏينهن جڄ حيران ٿي ويئي. چندوءَ ايترو ته ڪجهه ڏيءَ کي ڏاج ۾ ڏنو جو امير ماڻهو ٻه مس ڏي. ٻه ڏينهن اڳ چندوءَ جوئا ۾ وڏو هٿ هنيو هو.

جانڪيءَ کي پوتي ڏسڻ جي ڏاڍي سڪ هئي. سوامي شالڪ رام ۽ ملان عيسيٰ ڏانهن ته پنڌ هيس. ان ڪان سواءِ پير شمس شاه جي درگاه ٻاهران ست سومر ٻه پريا هئائين. جڏهن معلوم ٿيس ته انگوري پيٽ سان آهي ته سندس خوشيءَ جي حد ئي نه رهي.

ان مهيني ٻارهين تاريخ سج گرهڻ هو. سوامي شالڪ رام جنهن ڏسا سول جو ڏس ڏنو هئس سو شايد اهوئي هو. ان ڏينهن سس سان گڏجي سوامي شالڪ رام وٽ تيل پڙهائڻ بي ويئي ته انگوريءَ جي ڏيڏر تي لت آئي جنهن ڪري ان جو اڌ ڇچرجي چڪو هو.

انگوريءَ کي پٽ ڄائو، جنهن کي ڏسڻ سان ئي جانڪي ڪان رڙ نڪري ويئي: چيله ڪان هيٺ هو بلڪل جڏو هو- ڏيڏر وانگر ڇٽيل ۽ چپيل.

# ڳالھ وئي وسري

"ڳڙ...... ڳڙ......" حقي مان آواز نڪتو. ٿوري ڪنگهڪر ڪري ڏاڏي سائينءَ ڳالھ شروع ڪئي.

"هڪڙو هو بادشاھ" وري حقي جي ڳڙ ڳڙ ٻڌڻ ۾ آئي.

مان چيو، "جيءَ."

جواب مليو. "مٺو ڪير ٻيءُ. ڳالھ تي لڳا آهن ٽڪا. ٽڪو ڏي تہ ڳالھ مزو ڪري."

اسان کي ڪلندي ڪلندي پيٽ ۾ سور پئجي ويو. شانو، جو اسان سڀني ۾ ڦڙت ۽ چالاڪ هو، تنهن ڪيسي مان ٽڪو ڪڍي ڏاڏي جي هٿ تي رکيو. وري نئين سر ٺهڪڙو مچي ويو.

سياري جون راتيون، الله جي پناھ. غضب جي سردي هئي. هوا سوساٽ ڪندي، درين جي وٿين مان لنگهي سوڙين مان پار ٿي، بدن ۾ وڍ وجهي رهي هئي. مون ٻاھ کي سوريو. ڳالھ شروع ٿي!

"بادشاھ پاڻ الله آهي، پر هو زماني جو بادشاھ هو. سندس راڄ ۾ شينهن ۽ ٻڪري گڏ چرندا هئا."

مان خيالن ۾ پئجي ويس. هڪ وڏو ميدان هو، جنهن ۾ پانت پانت جا جانور چري رهيا هئا. پرسان، هڪ نئي گهاٽ تان بگهڙ ۽ رڍون پاڻي پي رهيا هئا. ٿورو پريان وري ڳجهون ميڙ ڪري، هنداڻن جا وڏا وڏا ٽڪر ڳڙڪائي رهيون هيون. شينهن ۽ ٻڪري گاھ چري رهيا هئا. دل ۾ خيال ٿيو تہ شايد ان بادشاھ جي ڏينهن ۾ سڀ جانور پاڃي خور هئا. نہ تہ ائين ممڪن ڪونہ هو تہ ڪو شينهن ۽ ٻڪري گڏ چرن يا بگهڙ ۽ رڍ هڪ گهاٽ تان پاڻي پين.

خيالن جو سلسلو حقي جي ڳڙ ڳڙ سان ٽٽي پيو. ڳالھ شروع ٿي:

"ان زماني ۾ شاهوڪار غريب هئا ۽ غريب شاهوڪار."

اها ڳالھ منھنجي سمجھ ۾ ڪين آئي، ائين ڪيئن ٿي سگھيو ٿي ته ان زماني ۾ امير فقير ھجن ۽ فقير اميرا زميندار هاري ھجن ۽ هاري زميندار. ڳالھ کي سمجھڻ لاءِ مون ڏاڏي کان پڇيو: "ڀلا، ڏاڏا سائين! ان زماني ۾ ماستر ڇا ھئا؟"

"شاگرد!" شاني وچ ۾ جواب ڏنو.

"۽ شاگرد؟" مون پڇيو.

"استاد" جواب مليو. شاني جي منھن تي آيل مُرڪ جو مطلب مون کوڻ سمجھيو.

منھنجي اکين اڳيان پنھنجي اسڪول جي تصوير ڦري ويئي. اڄ پتين ۽ سيخن لڳل درين واري اسڪول ۾ ھڪ چنل ڪرسيءَ تي پاڻ کي ويٺو ڏٺم. سينواريل ھڪ دلو پرسان رکيل ھو، جنھن جي مٿان پراڻو چٽيل جستي گلاس اونڌو ٿيو رکيو ھو. اھو ھو آبِ حيات، جنھن مان اسان جو استاد ڍڪ پيو پريندو ھو. سندس وڃڻ کان پوءِ، ھڪ ڏينھن مون کي ڪنيو ڪٿيءَ، ان دلي مان، انھيءَ گلاس ۾ پاڻي پيتم. ڇغل ته اڳي ئي تيار. ٻئي ڏينھن تي نبوءَ، سائينءَ سان سموري ڳالھ ڪئي. ان ڏينھن جي مار مون کي اڃا نٿي وسري! مار کان خيال منھنجا اسڪول ڏانھن وري ويا. مون ڏٺو ته ڪرسيءَ تي ويٺو آھيان. ھٿ ۾ بيد جو لڪڻ آھي، جنھن کي استعمال ڪرڻ لاءِ دل ۾ چورا ڪورا ٿي رھي آھي. سامھون بينچن تي وڏيءَ عمر وارا ماستر ويٺا آھن، جن جي ھٿن ۾ ڪتاب کُليل آھن. اسان وارو سائين پڻ انھن مان ھڪ ھو. مون ڏانھس اشارو ڪيو. ھو ڪتاب کڻي پڙھڻ لڳو.

"ڇو اڄ سبق ڪچو آھي؟" مون رڙ ڪري چيو.

سائين ڏڪي ويو. ھر مون ۾ پئي نھاريائين، ۽ ھر ڪتاب ۾. مان ڏانھنس وڌڻ لڳم.

"پوءِ سائين،" ڏاڏي ڳالھ شروع ڪري منھنجن خيالن جي سلسلي کي ٽوڙي ڇڏيو.

"ان بادشاھ کي ھڪ خوبصورت راڻي ھئي، جنھن مان ڪيس چنڊ جھڙو پٽ پيدا ٿيو."

"چنڊ جهڙو پٽ؟" مون دل ۾ دهرايو، "پوءِ ته بادشاھ کي ٻئي ٻارڻ جي ضرورت ئي نه پوندي هوندي." منهنجو خيال گهر ۾ رکيل چمنيءَ ڏي تبديل ٿي ويو، جنهن جي هلڪي لاٽ ڇڻن فوٽن تائين روشنيءَ جا هلڪا ڪرڻا پي اڇليا.

"پوءِ شانا خان! اهو ڇوڪرو اڃ ننڍو، سُيان وڏو، تان جو اڃي جوان ٿيو."

"اڃ ننڍو ۽ سُيان وڏو!" مون ڇپن ۾ پٽڪيو، "وري جڏهن سياڻو اڃ ٿئي تڏهن؟ پڪ ئي پڪ ننڍو. پوءِ آخر شهزادو جوان ڪيئن ٿيو؟" ان حساب سان ڪيس ننڍو ٿيڻ گهربو هو. ڇو ته اڃ به اڃ آهي. "خير" مون سوچيندي چيو "اڃ آيو ئي ڪونه هوندو، سڀ سياڻي ئي سياڻي آيا هوندا."

"شهزادي کي شڪار جو ڏاڍو شوق هو." ڏاڏي ڳالھ جو سلسلو ڳنڍيندي چيو.

مون کي پنهنجي ڪانياٺي ياد اچي وئي، جنهن سان هڪ ڏينهن اڳ مون جهرڪي ماري هئي. مون دل ۾ سوچيو، شهزادو پڻ جهرڪيون مارينئو هوندو.

"بادشاھ شهزادي کي چيو ته ٽي طرف گهمجانءِ، چوٿين طرف نه وڃجان"، ڏاڏي ڳالھ ٻڌائي.

چوٿين طرف پڪ ئي پڪ ڪو واھ هوندو. مون سوچيو. مون کي اهو ڏينهن ياد اچي ويو، جو منهنجي پيءُ مون کي واھ تي ڏنو هو، ڏاڍي مار ڏني هئائين. چيو هئائين "اڳتي واھ تي وئين ته پُنيءَ تي ڪَلَ نه ڇڏيندومانءِ"

مون پنيءَ تي هٿ گهمايو. باوجود واھ تي وڃڻ جي، پُنيءَ تي ڪل اڃا قائم هئي.

"خميسا! جلدي حقو ئاهي وٺ،" ڏاڏي جو آواز آيو. خيالن جي دنيا مان مون کي زوريءَ حقيقي دنيا ۾ آندو ويو، ۽ اتي سيءَ جو به احساس ٿيو، پُڻ پُڻ ڪندو اُٿيس. سيءَ ۾ سوڙ ڇڏڻ به سور. ڏاڏي تي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي. پلا شانو به ويٺو هو، اڪرم به ويٺو هو، انهن کي ڇڏي مون کي چالاءِ حقي ئاهڻ لاءِ حڪم ڏنو ويو. اُتي حُقي تان ڦل لاٿم، صاف

ڪري منجهس ٿئون تماڪ ٻريم ۽ اُن تي ٺاندا رکي حقو تازو ڪيم.

"گڙ گڙ" حقي مان آواز آيو، "ٻڌ خميسا خان! الله جو ڪيو اهو ٿيو جو شهزادو شڪار ڪندو وڃي ڇوٽين طرف نڪتو. اتي هن هڪ سونو محل ڏٺو، جنهن ۾ هڪ جادوگر رهندو هو."

سونو محل ۽ جادوگرا اعتبار ئي نہ پئي آيو. جادوگر تہ غريب ٿيندا آهن. ڪالهہ اچا هڪ جادوگر گهٽيءَ ۾ پئي ڪيل ڏيکاريا. ڪيلن بعد اُن پيسو پيسو ڪري پنيو. پاڻ ئي چيو هئائين، "بابا! اسان جو ڪم آ پنڻ، ۽ ڪائڻ. اوهان کي بازي ڏيکاري پيا پيٽ پاليون. هڪ هڪ پيسو ڏيندا تہ منهنجي منجهند جي ماني نڪري پوندي." پر نہ! ان وقت امير غريب هئا، ۽ غريب امير. ان سبب اهو جادوگر شاهوڪار هوندو!

ڳالهہ اڳتي هلي، "جادوگر جي نظر شهزادي تي وڃي پئي. ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو. هن شهزادي کي پاڻ ڏانهن سڏيو. سندس ويجهي اچڻ تي جادوگر جادوءَ جي زور تي هوا مان ڪا شيءِ جهٽي ڪيس ڪائڻ ڪاڻ ڏني."

واهہ! ڪاوڙ! اڳين زماني ۾ ماڻهو ڪاوڙجي شيءِ ڪائڻ ڪاڻ ڏيندا هئا. ياالله اهڙا ڏينهن وري واپس اچن.

حقي جي دستوري آواز منهنجن خيالن جو سلسلو ٽوڙي ڇڏيو.

ڳالهہ شروع ٿي، "ٻارو! اوهان کي معلوم آهي تہ اها کهڙي شيءِ هئي؟"

"نہ ڏاڏا سائين!" اسان ګڏجي جواب ڏنو.

"بابا! اها هئي مصري،" ڏاڏي وراڻيو.

"مصري؟" اسان عجب مان پڇيو.

"ها بابا! اها هئي مصري، مون کان ڳالهہ وئي وسري."

# پـاپ

هو تازو اسان جي پاڙي ۾ اچي ويٺا هئا. اسان (مون ۽ منهنجن دوستن) کي خوشي ان ڳالهه جي ٿي جو انهن ۾ هڪ اسان جو هم عمر ڇوڪرو هو، جو ٽانگي مان لهڻ سان ڀيريائين ته پنهنجي نئين گهر ۾ گهڙي ويو ۽ پوءِ يڪدم نڪري اچي اسان وٽ بيٺو. سنهڙو، سيپڪڙو جهڙو بانس جو لڪڙو. راند رمت جو هيو شوقين. اسان کان اول اچي پڙ ۾ بيهندو هو. نالو به چڱو هيس- تارو. سنهائپ کان سواءِ باقي نڪين نقشين چڱو هو. بلڪل ساڳي سانچي ۾ نهيل پر سائيز ۽ عمر ۾ وڏي هئي سندس ماءُ، جنهن جو نالو تاري جي مناسبت سان اسان تاري رکيو. ٻنهي جي ابتڙ قدين ڪاٺين هيو تاري جو پيءُ جنهن کي تاري سميت گهر جا ڀاتي ڀائو سڏيندا هئا (ان سڀ ۾ سندس زال تاري به اچي ويئي) تاري، ماٽس ۽ پٽس کان سواءِ ان گهر جو آخري ڀاتي هو تاري جي ڀيڻ، جنهن جي مختصر هڏڪاٺ کي ڏسي اسان کيس تارڙي سڏيندا هئاسين. هڪ ٻيو ڇوڪرو به ان ڪٽنب ۾ شامل ته نه هيو پر ان سان لاڳو ضرور هئو. ان جو نالو هئو ليلو، جنهن کي پاڻ سان گڏ حيدرآباد مان آندو هئائون. هو هيرآبادي عامل هئا. ڇُوت ڇات کان پريِ، مٺ ۽ محبت وارا. تاري ۽ تارڙيءَ ته پاڙي جي گهرن ۾ اچڻ وڃڻ شروع ڪري ڏنو البت تاريءَ جو پير گهر مان ٻاهر گهٽ نڪرندو هو. نڪرندو هو ته آرتوار (آچر) ڏينهن پنهنجي مڙس سان گڏ جو کيس گيان باغ گهمائڻ وٺي ويندو هو، پنهنجن ٻن ٻارن سميت. هندن ۽ سکن جي پاڙي ۾ ويجهي چڪ ۾ اسان جو اڪيلو ئي گهر هيو جنهن ۾ مسلمان رهندا هواسين.

تارو ڏسڻ ۾ ته مختصر هيو، پر هو بلا جو چنچل. ڪڏهن هتي ته

ڪڏهن هُئي. ڊوڙڻ ۾ سڀ کان تيز هو هُو ۽ ونجهوٽيءَ ۾ سڀ کان هوشيار. هرڪو هاڙهي راند ۾ تاري کي اول چونڊيندو هو.

تاري جو پيءُ باوجود وڏي قد ڪاٺ جي گلاب جي گل جهڙي دل رکندو هو. هر ماڻهوءَ سان محبت ۽ هر ٻار سان شفقت سان پيش ايندو هو. ان وقت نه جيپون هيون ۽ نه ايئرپون ڪارون. ان ڪري تاري جو پيءُ پنهنجي حد ۾ اُٺ تي سوار ٿي ويندو هو. خاڪي قميص، خاڪي برجيز جنهن تي گوڏن تائين ٿلها خاڪي جوراب چڙهيل هوندا هيس، ۽ مٿي تي هوندي هيس سولا هَٽ. هو انجنيئر هو.

تاري ماءُ کي اسان پاڙي ۾ گهٽ اٿندي ويهندي ڏسندا هئاسون. پاڙي جون عورتون (سواءِ اسان جي گهر جي) ڀريائين ته وٽس گهٽو ونديون هيون، پر پوءِ آهستي آهستي وٽس وڃڻ ڇڏي ڏنو. ڪڏهن ڪڏهن تاري ماءُ مهيني ماسين ڪنهن نه ڪنهن گهر ۾ ليٿو پائي ايندي هئي.

تاري کان سواءِ گهر جو هر ماڻهو (ليلي سميت) پنهنجي عمر جي لحاظ کان وڌ سنجيدو نظر ايندو هيو. ڪِلڻ ته ڄڻ هو سکيائي ڪين هئا.

مذهب جدا جدا هوندي به اسان ٻار ڏڻ وار گڏجي ملهائيندا هئاسون. ڏياري آئي ته مان به ڏيئا ٻاري رکندو هئس گهر جي ديوار تي. (گهر جي ڀاتين جي ناراضگي هوندي به) هولي آئي ته گهر مان مونو ڪلر ٿي نڪرندا هئاسون. موٽندا هئاسون ٽيڪني ڪلر بڻجي. لال لوئي تي پاڙي جا سڀ ٻار هندو سک ۽ مسلمان گڏجي نڪرندا هئاسون ڀڻَ تي:

لال لوئي جي پنسو ڏيو،

پنسو نه ڏيو ته پائي ڏيو،

پائي نه ڏيو ته ڪائي ڏيو،

ڪائي نه ڏيو ته ڇيٽو ڏيو.

جي ڪنهن گهر مان ڪجهه نه ملندو هو ته ان گهر جي دلن ڀڃڻ لاءِ ڀريون پٿر منهنجو هوندو هو.

مسلمانن جي ڏڻ وارن تي هندو ۽ سک ڇوڪرا اسان سان گڏجي

خوشي ملهائيندا هئا. تاري وارن وٽان هر ڏڻ وار تي ۽ ٻنان ڏڻ وار جي ٻه اسان جي گهر مٺائي پڻ ايندي هئي. جنهن مان سڀ پڙا مون کي ڏاڍيو پسند ايندا هئا. عيد تي اسان وري کين ڪجهه سيڌو ڏيندا هئاسين.

وقت ويو گذرندو. تاري سان منهنجي دوستي وڌي پڪي ٿيندي. مان سندن گهر اچڻ وڃڻ لڳم. تاري جو پيءُ ۽ ماءُ مون سان محبت سان پيش ايندا هئا ۽ جڏهن ٻه وٽن ويندو هيم ته ڪجهه نه ڪجهه، پيو نه ته بسڪوٽ ئي کائڻ لاءِ ڏيندا هئا. تاري ماءُ جا هيا موڊ. هونءَ جا مون لاءِ محبت ۽ شفقت جو مجسمو هوندي هئي ڪنهن ڪنهن ڏينهن منهنجي اچڻ تي منهن ڪٽي پاسي ڪندي هئي ۽ تارو مون کي اشارو ڏيندو هيو ته هل ته ٻاهر هلون. اهڙن وقتن تي مان تاري ماءُ کي رنندي ۽ ڦتڪندي ڏسندو هيس. ڪڏهن ڪڏهن هوءَ اُپ ڏاريندڙ رڙيون ڪندي هئي. ان وقت کيس هڪ ڪمري ۾ بند ڪري ٻاهران ڪڙو ڏيئي ڇڏيندا هيس. تارو ٻڌائيندو هو ته سندس ماءُ کي ڪڏهن دورا پوندا هئا.

هڪ ڏينهن گهر ۾ ويٺي پڙهيم ته منهنجي ماءُ مون کي اچي ٻڌايو ته تاري ماءُ اسان جي گهر آئي آهي ۽ تنهنجي ڏاڏي سان ٿي ويٺي ڳالهائي. تاري ماءُ پهريون دفعو اسان جي گهر آئي هئي. مان ٻه ڪجهه وقت وڃي وٽن ويٺس ۽ ان بعد ٻاهر وڃي راند ۾ شامل ٿيم. تاري ماءُ هاڻي ڪنهن ڪنهن ڏينهن اسان جي گهر اچڻ لڳي. سندس ڪچهري گهڻو ڪري منهنجي ڏاڏيءَ سان ٿيندي هئي.

اسان ٻاهر ميدان ۾ ونجهوٽي پي کيڏي ته تاري جي گهر مان رڙيون ٻڌڻ ۾ آيون. اوچتو گهر جو دروازو کليو ۽ تاري ماءُ ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. تارو ۽ تارڙي ۽ ليلو کيس ڌڪي اندر ڪرڻ لڳا، پر هوءَ پاڻ ڇڏائي سڌو اسان جي گهر هلي آئي.

تارو عجيب شڪل ڪري اتي بيٺو رهيو ۽ هيرابادي لهجي ۾ چيائين، "يار! ان چرڙيءَ کي اسان جي گهر موڪل."

"چري؟" حيرت مان منهنجون اکيون ڦاٽي ويون. مون کي ان وقت

ياد آيو تہ ڪجھ ڏينھن اڳ ڏاڏيءَ مون کان پڇيو ھيو تہ تاري ماءُ جو دماغ خراب تہ نہ ھيو.

تاري کي چيم، "پاڻھي ايندي.

ھونءَ بہ تہ اسان جي گھر ايندي ويندي آھي نہ؟"

چيائين، "اڄ دوڙو (دورو) پيو ائس."

"دورو؟ ڇا جو دورو؟" مون تاري کان پڇيو.

"سمجھين ڇو نہ ٿو يارڙا!" وڃي وٺي اڇيس.

گھر ۾ گھڙيم تہ تاري ماءُ منھنجي ڏاڏيءَ جي اڳيان ويٺي روئي رھي ھئي. ڏاڏيءَ ھر ھر مٿي تي پٺي ھٿ گھمايس.

تاري ماءُ چئي رھي ھئي، "امان! مان پاپڻ آھيان. مان پاپ ڪيو آھي- مھا پاپ. ٻہ دفعا گنگا اشنان ڪيو اٿم. ٻہ دفعا پاڻيءَ ۾ نياڻيون ڪارايون اٿم تہ بہ مون تان ڇوٽ نہ ٿو لھي."

منھنجي ڏاڏي وڏي پاڪر پاڻ لڳس تيئن ھوءَ وڏيون رڙيون ڪرڻ لڳي، "امان! مون کي نہ ڇُھُہ- توکي بہ پاپ لڳندو."

ڏاڏيءَ پاڪر پائي چيس، "اھين پاپ نہ لڳندا آھن ڌيءَ! ڪو اھڙو پاپ ڪونہ آھي جو توبھ ڪرڻ سان دور نہ ٿئي. تون ٻڌاءِ تہ سھي ڪھڙو پاپ ڪيو آھي تو؟"

تاري ماءُ ٻڌايو تہ ننڍي ھوندي ھوءَ پنھنجي گھر جي لاڳو پيءُ جي ڪڙھ ۾ راند ڪيڏي رھي ھئي. سندس پيءُ تيپدار ھيو، جو پنھنجي گھوڙي ڪڙھ ۾ ٻڌندو ھيو. ان ڪڙھ ۾ ھڪ ڳانءِ بہ ٻڌبي ھئي، جنھن جو کير گھر جا ڀاتي پيئندا ھيا. ان ڏينھن سندس پيءُ گھوڙيءَ تي چڙھي حد ۾ ويل ھو ۽ ڳانءِ وٺي ھئي چرڻ. ھوءَ ۽ سندس سھيليون ڪڙھ ۾ راند ڪيڏي رھيون ھيون. انھن مان ھڪ چيو تہ اچو تہ ڪچڙي پچايون. ھڪڙي ڇوڪريءَ پنھنجي گھران چانور آندا تہ ٻيءَ دال ۽ گيھ. گوپي (تاري ماءُ) وڃي گھران ديڳڙي ۽ ماچيس کڻي آئي. ڪڙھ مان ڪانا کڻي انھن تي سرن جا مارنگ بيھاري ڏانئون تيلي. اڇي ٻيڙ متو. سڄي ڪڙب کي اڇي

باه لڳي. ڪڙٻ جي ٻنيان هڪ ٻليءَ ٻلونگڙا باه جي تؤ تي نڪري ويا. ڇوڪرين جي دانهن تي ماڻهو اچي مڙيا، باه وسائي وڌائون. گوپيءَ کي ڏهه ڏينهن بخار تي پيو. تڏهن پڻ هني ته ڪن تي پڙلاءَ پيس. ماڻس چئي رهي هئي، "ڇوريءَ پاپ ڪيو آهي. ٻليءَ جو هڪ ٻونگڙو باه ۾ سڙي ويو آهي." ان کان پوءِ گوپيءَ تي هر طرف ڦٽڪار وسڻ لڳي. وڏيڪ ظلم ته ماڻس ڪيو، اٿندي ويهندي کيس پاپڻ سڏڻ لڳي. گوپيءَ جي ڪچڙي دل کي پاپ جي اهڙي ڇاپ ڇپي جو ٻه دفعا گنگا اشنان ڪرڻ، نياڻيون ڪارائڻ ۽ ٻانيڻن کي ڏڪڻا ڏيڻ بعد به نه لٿي. هڪ دفعو گنگا تي پنهنجي پيءُ جي گهران ۽ ٻيو دفعو شاديءَ بعد مڙس جي گهران اشنان لاءِ وئي هئي. ٻهرين گهر ۾ سندس ماءُ ۽ ٻئي گهر ۾ سندس سس گوپيءَ کي پاپڻ کان سواءِ سڏيندا ئي نه هئا. هن وقت سندس ماءُ ۽ سس سرڳواس ٿي چڪيون هيون، پر ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن هڪ يا ٻنهي جو آواز گوپيءَ تي ڪن جي گونجڻ لڳندو هو. هو کيس "پاپڻ" سڏيندي هيون.

سڄي ڳالهه ٻڌڻ بعد منهنجي ڏاڏيءَ گوپيءَ کي ڀڪر ڀري چيو: "ڌيءُ! پاپ اهو نه آهي. پاپ اهو آهي جو ڄاڻي واڻي ڪجي. باه اتفاقي لڳي هئي. تنهنجي نيت ته نه هئي پاپ ڪرڻ جي. ان کان سواءِ تون ٻه دفعا گنگا ۾ وهنتي آهين ۽ توهان جي مذهب موجب گنگا مان وهنجي نڪرڻ سان سڀ پاپ دور ٿي وڃن ٿا. تو برهمڻ به ڪارايا آهن ۽ نياڻيون به ڪارايون آهن، هاڻي پاپ رهيو ڪاٿي؟ اجايو جيءُ نه جلاءِ. توسان پنهنجن ظلم ڪيو آهي ۽ توکي پاپڻ چئي پاپ جو اهڙو گهرو احساس ڏنو اٿئون. تو اڻ ڄاڻائيءَ ۾ جو ڪجهه ڪيو آهي سو پاپ ٿي ئي نه ٿو سگهي. پر جي ڪٿي تو کو پاپ ڪيو به سو ڪڏهن جو ڌوپجي ويو.

تاري ماءُ رڙ ڪري چيو، "امان! پاپ ڪيو آهي- مها پاپ."

# ڪارمين

مس ٿاپا جي ڊگهن وارن جي تعريف ڪي اڏ ۾ ڇڏي، شمس پنهنجو نظرون دروازي ڏانهن ڦيريون، جنهن طرف اڪثر حاضرين جون نگاهون ڪڏهن ڪڏهن ويون هيون. شمس پنهنجي ٽوٽ منهن جي پاسي ۾ چپائيندي چيو، "شفيق هوندي ته ڏس."

شمس ۽ مان آرٽس ڪائونسل جي دعوت نامي تي نيپالي ڪلچرل ٽروپ جي خاص شو کي ڏسي رهيا هياسون، جو آرٽس ڪائونسل آڊيٽوريم ۾ هلي رهيو هو. هن وقت لاڪي ناچ ٿي رهيو هو، جنهن ۾ هڪ بدروح کي ڀڄائڻ لاءِ سعيد روح نچي رهيا هئا. اسٽيج جي جهڪي روشنيءَ ۾ بدروح جو ميڪ اپ ايڏو ته خطرناڪ ڏيک ڏئي رهيو هو، جو گهٽائي ڀار اُن طرف ڏسڻ جي بجاءِ ماءُ جي هنج ۾ منهن لڪائي رهيا هئا. سعيد روحن پنهنجي روحانيت سان بدروح کي مغلوب ڪرڻ جا جتن پئي ڪيا ۽ ذري گهٽ ڪاميابيءَ سان همڪنار ٿيڻ وارا هئا، ته شمس جي ٽوٽ منهنجي پاسي ۾ اچي لڳي.

مان به ان طرف نهارڻ لڳم. واقعي ڏسڻ جي چيز هئي. ناسي منڪسي ۾ سندس موزون جسم سمائجڻ جي ڪوشش ۾ ڪي اهڃاڻ ٻي ڇڏيا، جن تي هر هر نظر وڃي ٻي ٽڪي. ڀنؤر جهڙن ڪارن وارن ۾ خوني گلاب (ڇهچ ڳاڙهي) عجب نکار پيدا ڪيو هو. ميڪاپ کان وانجهي چهري تي جوانيءَ ۽ تندرستيءَ جي سرخي وري وري ڏسڻ لاءِ پئي آماده ڪيو. ايتري ۾ شمس جي ڪانا ڦوسي ٻڌڻ ۾ آئي. چيائين، "سچائين ٿو ته ڪير آهي؟"

"نه" مون جواب ڏنو.

"حد ڪيءِ يار! هيءَ ڪارمين نہ آهي."

بدروح مغلوب ٿي چڪو هو. هاڻي نيپالي آرڪيسٽرا سنڌي ڌن "پيرين پوندي سان، چوندي سان....." وڄائي رهيو هو.

"ڪارمين!" شمس موٽرن جي جهنگل مان جان ڇڏائيندي. ريو سنيما وٽان موڙ ڪاٽيندي چيو. "مان توسان شرط ٻڌڻ لاءِ تيار آهيان تہ ان ڇوڪريءَ ۾ اسپيني خون گردش ڪري رهيو آهي."

"اسپيني يا جپسي؟" مون شمس کي چيڙائڻ لاءِ چيو.

"اسپينش- جپسي" هن جواب ڏنو.

شمس تازو پراسپر ميرمي جو ڪتاب "ڪارمين" پڙهي پورو ڪيو هو ۽ هو ننهن کان چوٽيءَ تائين ڪارمين جي عشق ۾ اندو ٿي چڪو هو. کيس هر چوٿين ڇوڪري ڪارمين نظر ايندي هئي. اڄ نيپالي ڪلچر شو ۾ اڇڻ واري ڇوڪريءَ سان انهن جو تعداد ڊزن کي وڃي پهتو هو. مان شمس کي ياد ڏياريو تہ هي ٻارهين ڇوڪري آهي، جنهن کي تو اڄوڪي ڏينهن ۾ ان نالي سان نوازيو آهي. جواب ۾ چيائين، "ميان! ٻيون سڀ نقلي ڪارمينون هيون. هيءَ سئو سيڪڙو اصلي ڪارمين آهي. ڏٺو نہ هيئي تہ....." ان کان پوءِ سندس اصلي ڪارمين هئڻ جي باري ۾ اڌ ڪلاڪ ليڪچر ڏنائين.

گلستان رضيہ جا ورهواسي ان موقعي جي تلاش ۾ هوندا آهن تہ ڪي وڏيون موڪلاون ويجهون اچن تہ هو هنگاما ڪري پوليس ۽ انتظاميہ کي مشغول رکن، جيئن هو ڳوٺ وڃڻ لاءِ پنهنجي موقعي جي تلاش ۾ رهن ۽ وري ان موقعي تي..... اڄ بہ اتي هنگامو هو. پوليس ۽ عوام هڪ ٻئي سان لڪ ڇپ ڪيڏي رهيا هئا. ڪجهہ نشاني تان هٽيل پٿر ٽاٽي جي بلند چوديواريءَ تان اڏامي اندر اچي پئي ڪريا. جيتوڻيڪ اهي ڪنهن خاص نشاني کي ڇهڻ لاءِ نہ هنيا پئي ويا، پر انهن جو اثر ٽاٽي ۾ موجود

ماڻهن جي اعصاب تي ڪافي گهري ڇاپ ڇڏي رهيو هو. ساري ڏينهن جي هل هنگامي جو زور مغرب جي نماز کان اڌ ڪلاڪ ڪن اڳ ظاهر ٿيندو هيو. مغرب جي نماز بعد طرفين ۾ جنگ بندي عمل ۾ ايندي هئي. اهڙو معاهدو لکت ۾ ڪونه هو ۽ نه وري ڪو ڌرين ويهي اهو فيصلو ڪيو هو. پر ان تي عمل اهڙي باقاعدگيءَ سان ٿيندو هو جو مغرب جي نماز کان اڌ ڪلاڪ ڪن پوءِ پوليس ۽ ماجسٽريٽ "سڀ ٺيڪ" جي رپورٽ ڏئي وڃي گهر پيڙا ٿيندا هئا.

اڄوڪي رپورٽ لکائي پوري ڪيم ته شمس به گاڏيءَ سميت اچي پوليس ٿاڻي تي پهتو. ٻاهر رستي تي پٿر ٽڙيا پکڙيا پيا هئا، جي اڄوڪي لڙائيءَ جي شدت جو داستان ٻڌائي رهيا هئا. ٽريفڪ اڃا پوريءَ طرح بحال ڪانه ٿي هئي. نصير ڪاٽيج وٽان موڙ ڪاٽيندي اسان جي نظر وڃي هڪ فوڪس ويگن جي ڊانچي تي ڪتي، جنهن مان اڃان دونهون نڪري رهيو هو. شمس ايتري زور سان بريڪ هنئي جو باوجود پاڻ تي ضابطي رکڻ جي منهنجو نرڙ وڃي ونڊ اسڪرين سان لڳو. پر چڱو ٿيو جو گهڻو نقصان نه پهتو- نه مون کي ۽ نه ونڊ اسڪرين کي. شمس هيو به حق بجانب. اتي بيٺل ٻن ڇوڪرين مان هڪ ڪارمين هئي.

چانهه جو ڪوپ وٺندي مون شمس جي حالت ڏٺي. جذبات ۾ سندس هٿ ڏڪي رهيا هئا. اها حالت گهر ۾ موجود ٻين به ڏٺي. چانهه پيش ڪندڙ ڪارمين هئي.

اڄ شمس آسمان جي بلندين ۾ اڏامندو نظر پئي آيو. پنهنجي اڪيلي ڊنر سوٽ کي، جنهن کي تازو رفو ۽ ڊراءِ ڪلين ڪرايو هئائين، پاڻي هر هر آئيني جي اڳيان وڃي پئي بيٺو. هاٿي هن ڇوٽين نيڪ ٽاءِ ڪڍي هئي.

ڇيومانس، "اڄڪلهه ڪلر منچنگ ڏي ڪوبه ڌيان نه ٿو ڏي، البت ڪنٽراسٽ پسند ڪيو وڃي ٿو. انهن ٽائن مان ڪابه تنهنجي سوٽ تي

ڪنٽراسٽ نہ ٿي ڪري، البت مون وٽ هڪ ناءِ آهي..... پر هڪ شرط سان ڏيندوسانءِ. مان بہ اڄ توهان سان چانڊني لائونج ۾....."

"وڏو ظالم آن شفيق. ڪڏهن تہ بخشيندو ڪر. خبر اٿئي، مون سان ڪير ٿو ڊنر ڪائي؟"

"ڪير؟" مون پڇيو.

"ڪارمين" هن جي وات مان نالو بم گولي جان ڇٽو.

"وڏا بخت اٿئي يار. سنڀالي قدم کڻجانءِ. اهي ڇوڪريون ڇري باز ٿينديون اٿئي."

"ڇڏ يار! سندس ديدن جون دوناليون ڪافي نہ آهن ڇا جو خنجر جا ٿو دپ ڏين. جي ائين ٿيو بہ تہ مان ڇاتي ڪولي دل سندس خنجر جي نوڪ هيٺان ڏيندس."

"اها تنهنجي مرضي. پر يار منهنجي نيڪ ناءِ جو خيال رکجانءِ. نئين آهي، اڃا پاتي بہ نہ اٿم."

مان شمس جي خوش قسمتيءَ تي رشڪ ڪري رهيو هوس. واقعي ڪارمين هزارن ۾ هڪ هئي. رات جو هڪ وڳي جڏهن شمس اچي فليٽ جو در کڙڪايو تہ مان مٺ مٺ ڳورن پيرن سان پنڌ ڪري اچي سندس در کوليو. سندس منهن تي اطمينان ڏسي مان ساڙ ۾ سڙڻ لڳس ۽ جنهن وقت مون ڏانهن ٽوڪ ڀرئي انداز ۾ مسڪرائي ڏٺو تہ منهنجي دل حسد وچان زور زور سان ڌڙڪڻ لڳي.

آفيس کان موٽندي شمس مون کي ٻڌايو تہ اڄ هو ٻئي فلم تي وڃي رهيا آهن. فلم Exorcist هئي، جنهن لاءِ ٻڌڻ ۾ پئي آيو تہ فلم هلندي ڪافي مضبوط دل وارا ماڻهو ڪن مخصوص منظرن ۾ هال ڇڏي پاڻي پيئڻ جي بهاني ٻاهر نڪري ويندا هئا. مون شمس کي روڪيو تہ ان فلم جي بجاءِ ڪنهن ٻي فلم ۾ وڃن، ڇو جو ڪن ڪمزور دل وارين عورتون جي فلم هلڻ دوران بيهوش ٿيڻ جي غير تصديق ٿيل خبر پڻ ٻڌي هئم. شمس ٻڌايو تہ هو ڪارمين جي چوڻ تي ئي اها فلم ڏسڻ وڃي

رهيو هو. فلم تان موٽڻ بعد شمس جيڪي ڪجھ ٻڌايو تنهن ته مون کي اڳرن تي ٻي ليٽايو. هن ٻڌايو ته فلم ۾ ڪافي اهڙا منظر آيا، جن کي ڏسڻ سان ڪارمين پنهنجي سڄي هٿ سان منهنجي ڪڏهن هٿ کي پٺي پڪڙيو يا ڪڏهن ٻانهن کي زور سان پٺي جهليو. "هي ته ڏس" هن ٻانهن تان آستين پاسي ڪندي چيو. مون ڏٺو ته واقعي سندس ٻانهن تي چئن آڱرين ۽ آڱوٺي جا نشان موجود هئا، جڻ ڪنهن ماٺهوءَ سندس ٻانهن کي ڪافي زور سان گهڻو وقت جهليو هجي.

شمس ۾ ڪافي ڦيرو اچي چڪو هو. جو اڳي مون کان سواءِ تفريح لاءِ ٻاهر قدم نه رکندو هو، سو هاڻي مون کي صلاحيندو به ڪين هو. تفريح تان موٽڻ بعد هو اهڙيون اهڙيون ڳالهيون (ڪجھ ڪوڙ ڪجھ سچ) مون کي ٻڌائيندو هو، جنهن مان اهو اندازو نڪرندو هو ته ڪارمين جي هڪ هڪ گهڙي شمس کان جدا قيامت جي گذرندي هئي. مون شمس کي ڪافي شرمايو ۽ کيس ياد ڏياريو ته مان ڪهڙيءَ طرح نه کيس پنهنجي دوست ڇوڪرين جي محفل ۾ وٺي ويندو هئس ۽ ڪهڙيءَ طرح هو ساڻس بي تڪلفيءَ جو ورتاءُ ڪنديون هيون. شمس هٿ لوڏي، ڪلها ڪنن تائين آڻي چوندو هو، "يار! تنهنجون ڳالهيون سڀ صحيح پر مان به ڇا ڪيان. هوءَ ڏاڍي حاسد آهي. ڪنهن ٻي جو ساٿ قبول ئي نه ٿي ڪري، ايتريقدر جو پنهنجي سهيلي کي به پاڻ سان ڪٺڻ گوارا ڪانه ڪندي آهي. ٻي ڳالھ ٻڌ شفيق ڪارمين ۾ واقعي جپسي خون آهي. ان ڏينهن مون کي ٻڌايائين....."

ايتري ۾ فون جي گهنٽي وڄڻ لڳي. شمس ڳالھ اڌ ۾ ڇڏيندي، وڃي ٽيليفون جو رسيور کنيو. مون ڏٺو ته هو سارو ٻهڪي رهيو هو. چونگو رکندي چيائين، "ڪارمين هئي" خداحافظ به نه چيائين، سيٽي وڄائيندو ٻاهر نڪري ويو.

هڪ ڏينهن پڇيومانس، "آخر تنهنجو مطلب ڇا آهي؟ سندي ماٺهو ايتري ڪورٽ شپ ته نه ڪندا آهن. چوينس نه شاديءَ لاءِ." ڏٺم ته شمس

جو منهن لٿڪي آيو. چيائين، ”ڪارمين جو خيال آهي ته شادي هڪ جهنجهٽ آهي، جنهن ۾ هو گهڙڻ نه ٿي گهري. البت سندس چوڻ آهي ته هوءَ منهنجي گهري دوست آهي ۽ دوست ٿي رهندي.“

مان پڇيومانس، ”ائين ته نه آهي شمس ته ڪارمين جي نظر تنهنجي غيبي آمدني تي آهي، جا تون فراخ دليءَ سان مٿس خرچ ڪري رهيو آهين.“

”نه ائين نه آهي يار! هن جي مون سان محبت آهي، پر زبان سان ٻاسي نه ٿي.“

”اهو ته نيڪ، پر ٿورو ويجهو ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي اٿئي ڪڏهن؟“

”نه مون کي همت ئي نه ٿي ٿئي ساڻس بي تڪلف ٿيڻ جي.“

”جنهن ڏينهن تون بي تڪلف ٿيڻ جي ڪوشش ڪندين، ان ڏينهن جپسي خنجر مٿي تائين تنهنجي دل ۾ داخل ٿي چڪو هوندو.“ مون ورائيو.

هل پارڪ تي رتيل پروگرام هيٺ وچڻ جي تشهير جيڪا شمس ڪئي، تنهن آڌو نشريي جا سڀ ميٻيم شرمندا پئي نظر آيا. ان ڏينهن شمس ڏاڍو بي قرار پئي نظر آيو. شام ٿي ئي نه هئي ته هن هاليوڊ ميڪ اپ (مان ئي اهو نالو ڏنو هو سندس ميڪ اپ کي) شروع ڪري ڏنو. هن دفعي سوٽ البت نئون هو، پر نيڪ ٽاءِ مون واري. يارهين وڳي جنهن وقت شمس موٽيو ته سندس حالت ڏسڻ وٽان هئي- وار وکريل، ڳلو ڪليل، جنهن ۾ نيڪ ٽاءِ لڙڪي رهي هئي. قميص گهنج گهنج ۽ وڏي ڳالهه ته سندس ڇهري تي ننهن جا ٻه خونخوار گهاءُ هئا.

پڇيومانس، ”خنجر جي نوڪ کان ته بچي وئين نه؟“

چيائين، ”اڄ جون جپسي ڇوڪريون خنجر جي نوڪ جي بجاءِ پستول جي زبان سان ٿيون ڳالهائين.“

# سونل

"بابا، ڪا ڳالهه ٻڌاءِ."

"ڪهڙي ڳالهه؟"

"ڪا به."

"مان ته توکي سڀ ڳالهيون ٻڌائي چڪو آهيان، جي مون کي ايندي هيون."

"بابا!" آواز ۾ انگل به هو، التجا به هئي، جا گلڻ تاري نه سگهيو.

"پٽ! مان اڄ توکي سونل جي ڪهاڻي ٻڌايان ٿو."

"اها ڪهاڻي ته اڳ ڪانه ٻڌائي اٿو بابا!"

"هڪڙو هو غريب شخص- ڏاڍو غريب. ڏينهن جو ڪائيندو هو رات جو بک تي گذاريندو هو. پر ان جا خيال ڏاڍا مٺاهان هئا."

"خيال مٺاهان ڪيئن ٿيندا آهن بابا!" پوٽي سول ڪيو.

"هاڻي ڳالهه ٻڌندين يا سوال ڪندين؟" ڏادي رهڙ ڏئي ڪڍيس.

"ڳالهه ٻڌندس بابا!" ڇوڪرو رٺهارڪو ٿي ويو.

"اهو غريب شخص ڪمائيءَ جي خيال کان پنهنجي شهر کان ڏهه ڪوهه پري هڪ شهر ۾ ويو. اتي ڪيس سٺو ڪم ملي ويو."

"ڪهڙو ڪم بابا؟"

"وري سوال! مان ڳالهه ڪونه ٻڌائيندوسانءِ."

"بابا جيجڙا! مان هاڻي نه ڳالهائيندس." پوٽي جي آواز ۾ درد هو، التجا هئي.

"اهو شخص ڪاريگر هو. جايون سٺيون جوڙي سگهندو هو."

"اوهان به ته ڪاريگر هئا نه بابا؟"

ڏاڏي ڪاوڙ مان پوٽي ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ مرڪي ويٺو.

"ان نئين شهر ۾ ڪاريگر جي ڪم جو ڏاڍو قدر ٿيو. هڪ جاءِ ۾ هٽ هوندو هيس ته ٻي جاءِ بنائڻ لاءِ وٽس اڳواٽ ماڻهو اچي ويندا هئا. پر هو ٻيءَ جاءِ ۾ هٽ نه وجهندو هو، جيستائين پهرين جاءِ پوري نه ٿيندي هئي. ان ڪري ڪاريگر جي ساک پٽ قائم ٿي. ان سان گڏ ڪمائي به وڌيس. هاڻي هن ڪجھ ڏوڪڙ پڻ ميڙيا هئا. سندس خيال هو ته ڪم ختم ٿيڻ بعد هو ڳوٺ ۾ بچايل پئسن مان گذارو ڪندو، جيستائين ڪيس کو ٻيو مناسب ڪم ملي. هڪ ڏهاڙي.." گلڻ ٽٻيءَ ۾ پئجي ويو، ڳالھ ياد ڪري رهيو هو يا ڪي پراڻيون يادون!

"هڪ ڏهاڙي........" ڇوڪري جي آواز گلڻ کي خيالن جي دنيا مان ڇڪي ٻاهر آندو.

"هڪ ڏهاڙي........"، گلڻ ڳالھ شروع ڪئي، "استاد ڪاريگر هڪ امير ماڻهوءَ جي گهر جي مرمت ڪري رهيو هو." گلڻ ٻه ٽي منٽ ماٺ ٿي ويو، ان بعد هڪ ڊگهو ساهه کڻي چوڻ لڳو، "اڌ گهر کي رسيءَ تي چادرون ۽ پردا وجهي ڍڪيو ويو هو. باقي اڌ گهر جي مرمت ٿي رهي هئي."

گلڻ ماٺ ٿي ويو پوٽس اکين ۾ نهاريو. موتيي پاڻيءَ کان ڏنڊلايل ماڻڪين ۾ چمڪ اچي ويئي هيس.

"پاڻي ته پيار، روشن!" ڏاڏي چيو.

پوٽو پاڻي کڻي آيو. گلڻ ٻه ٽي ڍڪ پيري، ڪنگهڪر ڪري ڪهاڻي شروع ڪئي،

"انهن پردن پويان رهندي هئي سونل."

"سونل؟"

"نالو ته ڪو ٻيو هيس جو ڪاريگر کي ان وقت معلوم ڪين هو. هن سندس سون جي تارن جهڙا وار ڏسي دل ئي دل ۾ سندس نالو سونل رکيو. وار به ڪاريگر کي اتفاق سان نظر آيا هئا. هوءَ ان وقت ڪنهن

ڪم سان پردن پويان وڃي رهي هئي."

"سونل جو هٿ وري ڪير ڪان ٻه وڏيڪ اڇو هو. اهو ڪاريگر ان وقت ڏنو، جنهن وقت هوءَ پردي منجهان هٿ ڪڍي چانهه جي ڪٽلي مزدور ڇوڪري کي ڏني، جنهن کي ڪاريگر ٻاهرين ڪم لاءِ بيهاريو هو.... روشن پٽ! بيهه ٻيڙي دکائي وٺان." (ٻيڙي دکائي ڪش هڻڻ بعد) "هٿ ڏسي ڪاريگر ڪان ڪم وسري ويو. ڏهن ڏينهن بدران ڪاريگر کي پندرهن ڏينهن ڪم کي لڳي ويا. ان وچ ۾ ڪاريگر سونل جي سونهن چڱيءَ طرح ڏسي چڪو هو. سونل ڏاڍي سهڻي هئي، ڄڻ پرستان جي شهزادي"، گلڻ ڪان هڪ آهه نڪري ويئي.

"ها بابا پوءِ." روشن پڇيو.

"ڪم پوري ڪرڻ بعد ٻه ڪاريگر ان گهر ڪان لنگهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن گهر ۾ بيٺل سونل سان سندس اکيون ميل ڪائينديون هيون."

"ميل ڇا ٿيندو آهي بابا؟" روشن سوال ڪيو.

"جڏهن وڏو ٿيندين ته پاڻهي پتو پوندءِ." گلڻ ٿورو لڄي ٿيندي مسڪرائيندي چيو.

ٿورو ساهه پٽي، ٻيڙي ٻيهر دکائي، ڪش هڻي، کنگهڪر ڪري گلڻ ڳالهه شروع ڪئي، "اڳي هڪ شهزاديءَ جي ڳالهه ٻڌائي هئي مانءِ روشن، جا هڪ ديو وٽ ڪوٽ ۾ ڪڙيل هئي. ساڳي طرح سونل ٻه ماٽيلي ماءُ وٽ قيد ۾ پئي وقت ڪاٽيندي هئي. ڪاريگر پڇا ڳاڇا بعد هڪڙي مائيءَ هٿان سونل جي ماءُ کي سونل سان شادي جو پيغام موڪليو. پتو اٿي روشن! ماڻس ڇا جوائي موڪليو؟"

"ڇا جوائي موڪليو بابا؟"

"جوائي موڪليائين، ڏيڏريءَ کي زڪام ٿيو آهي ڇا؟ ڪاريگر کي آهن ڏهه هزار هڙ ۾؟ جڏهن ٿينس ته پوءِ پيغام موڪلي. جواب ٻڌي ڪاريگر جون لوندڙيون ڏوڻ لڳيون. جيئن وڏا ماٺهو تينءَ وڏي ٻڪ!

ڪاريگر ته ويچارو ڪمي هو. پيسو پيسو ميڙي اٺ هزار گڏ ڪيا هئائين.

"پوءِ ڇا ٿيو بابا؟ گلڻ کي ماٺ ٿيندو ڏسي روشن چيو.

"ڇا وري ڇا ٿيو. ڪاريگر کي پاڻ مارڻو پيو. جمع ڏينهن ۽ ٻين ڏڻ وارن تي به ڪم ڪرڻ لڳو. سال کن ۾ ٻه هزار ڪمائي ورتائين. هن پيري پنهنجي ماءُ پيءُ هٿان سونل جي شاديءَ جو نياپو موڪليائين. سونل جو پيءُ (سڳو) ۽ ماءُ (ويڳي) ضد ٻڌي بيٺا ته ڏهه هزار ته روڪ وٺنداسين، ان کان سواءِ شاديءَ جو سمورو خرچ به گهوٽ پريندو. آخر ڪاريگر جي ماءُ پنهنجا زيور وڪڻي پيسا هٿ ڪري پُٽ پرڻايو."

"چڱو ٿيو، " روشن جي منهن تي مرڪ اچي ويئي، سندس دل تان هڪ وڏو بار لهي ويو.

گلڻ ٿهڪ ڏنو ۽ چيائين، "ستاوارڙي تي سونل ڳوٺ وئي ته وڃي اتي بند ۾ پئي. ماڻس چيو ته اسان وٽ رواج آهي ته ستاوارڙي تي گهوٽ سس کي هزار رپيا سلام ڪرڻ جا ڏيندو آهي. ڪاريگر وٽ هاڻي هڙ ۾ ٽڪو به ڪونه هو، سو ڪٿان ٿو هزار رپيا آڻي. راڄ مهاڄڻ ميڙيائين، سيني چيو ته اهڙو رواج ته اسان نه ڏٺو آهي ۽ نه ٻڌو. هٿون پيڪا ڏيءَ کي هڙئون وڙئون ڏيندا آهن. ان ريڙهه پيڙهه ۾ پريا ڇهه مهينا گذري ويا."

"ڇهه مهينا؟" روشن حيرانيءَ مان چيو.

"ها بابا ڇهه مهينا هڪ ڏينهن ڪاريگر کي هڪ ڇوڪري چٺي اچي ڏني. چٺي سونل لکي هئي. ان ئي ڏينهن اڌ رات جو ڪاريگر سونل جي گهر جي پٺين دروازي وٽ موجود هجي. ڪاريگر ويو. ڪتن جي پٺي باهوڙ پئي. پريان چوڪيدار "کهڙو کهڙو" پئي ڪيو. آخر دروازو کليو. سونل ٽن لٽن ۽ چادر ۾ ٻاهر نڪتي. ٻئي ڄڻا پنڌ ئي پنڌ جهنگ جهر لتاڙيندا، ڪرڙن ڪنڊن مان رستا ڪندا صبح جو اچي اسٽيشن تي پهتا. ريل ۾ چڙهي اچي گهر پيڙا ٿيا. اهي ئي ست ڏيهن گذريا ته پوليس اچي ڪاريگر جي در تي پهتي. پڪڙي وڃي لاڪپ ۾ هنيائونس. ساهرن

الزام هنيو هيس ته ڇوڪريءَ سان گڏ گهر مان سامان ۽ روڪڙ چوري ڪري ويو آهي." ګلڻ ساهي پٽي وري چوڻ لڳو.

"ڪاريگر انهن ڏينهن ۾ ڊپٽي صاحب جي جاءِ پٽي جوڙي. ان ڏنو ته ڪاريگر ڪم تي نه آيو آهي ته ٽپي باهه تي ويو. معلوم ٿيس ته ڪاريگر ته قيد ۾ آهي. ڪيس سارو حال معلوم هيو. ٽاٽي تي ويو ۽ وڃي ڪاريگر ڇڏائي آيو. سو روشن سائين! ڪاريگر ۽ سونل کي هڪ سهڻو پٽ پيدا ٿيو، جنهن جي شادي ڏام ڏوم سان ڪيائون. هاڻي انهن کي هڪ پوٽو آهي تنهنجي عمر جو."

"پر بابا!" روشن چيو، "بابا ننڍو ته چوندو آهي ته ڏاڏي امان جا وار سون جي تارن جهڙا هئا، جي سج جي روشنيءَ ۾ پيا جرڪندا هئا."

فالج ورتل سفيد وارن واري سنڌس ڏاڏي، جا هڪ ڇپگل کٽ تي ليٽيل هئي، ان جي اکين مان ٽپ ٽپ ڪري ڳوڙها ڳڙڻ لڳا.

# جهنم

"نواب" لاءِ اهو پهريون ڀيرو ئي هو جو پنهنجي يتيم پوٽيءَ کي خالي پيٽ سمهڻ ڏنو هئائين. اڳي ايئن ڪڏهن به ڪونه ٿيو هو. بخارن کيس ايترو ته نِبل ۾ هيٺ ڪري ڇڏيو هو جو پنجن ڏينهن تائين جهوپڙيءَ مان نڪري نه ڪين سگهيو هو. سندس ميڙي چونڊي به انهن پنجن ڏينهن ۾ ختم ٿي چڪي هئي؛ ڪجهه کاڌي تي، ڪجهه دوائن تي.

وڏيءَ عمر ۾ دم جي بيماريءَ سبب هو گهڻو گهمندو به ڪونه هو. گدائيءَ تي نڪرندو هو ته ٻن ٽن گهٽين جي ڦيري ۾ ئي ٽن ويلن جيترو ملي ويندو هوس. جمعي ڏينهن جامع مسجد ۽ عيدن تي عيدگاه جي ٻاهران وڃي ويهندو هو. الله مالڪ آهي؛ ڪجهه نه ڪجهه ملي ويندو هوس.

اڳيان ڏينهن ته آهن ئي ڪونه. ماڻهن جا قلب ڪارا ٿي ويا آهن، اڳي ڏيندا ڪين هئا ته ڏکوئيندا به ڪين هئا. ۽ هاڻي..... ڏوهه سندن به ڪونه آهي. مهانگايون به آهن ڳاٽي ڀڳيون! ماڻهو ڏين ته ڏين ڪٿان؟ ڏيڻ وارا هٿ آهن ٿورا ونڻ وارن جو حساب ئي ڪونه آهي. تنهن هوندي به هڪ ئي ڦيريءَ ۾ نواب جو گذر سفر ٿي ويندو هو.

"زينت" ڄائي ته چوٿين ڏينهن ماڻس مئي. پٽس به ڪونه نباهيس ڇهن مهينن ۾ ڇوري ڪري ڇڏي ويس.

نواب پٽ ۽ نُنهن جي موت جي سور کي ساندي پوٽيءَ جي پرورش ۾ لڳي ويو. هوءَ هاڻي اڃا اٺن ورهين جي ٿي هئي. نواب کيس نه پاڻ سان پنڌ تي وٺي ويندو هو ۽ نه وري اڪيلو ئي ڇڏيندو هوس. چوندو هو، جيسين جيئرو آهيان، تيسين ويٺي عيش ڪري. مري ويس ته ڀاڳ سندس.

فقير لاءِ پنيو تڪر عيش نہ آهي تہ ڇا آهي؟

ڇهين ڏينهن نواب جو بخار ٽٽو. بدن جو سور بہ گهٽ هوس ۽ کنگھ ہِ بہ ڪافي گهٽتائي آئي هيس. ٽن ڏينهن ڪان رڳو ڇانهہ تي گذر هوس. اڄ ٿورڪ محسوس ڪيائين تہ گهر ۾ رڳو هوس الله جو نانءُ. پاڻ تہ اهو ڏينهن بہ انهن ئي گذاري ها، پر يتيم پوٽي اها بہ راتاڪون لنگهڻ تي هئي. اٿيو تہ پنواٽي اچي ويس؛ ويهي رهيو. هڪ بخارن جو پيڙيل پيو خالي پيٽ؛ قدم هلن تہ ڇاتي؟ ڪنجهندي ڪرڪندي جيئن تيئن ڪري اٿيو، پر پرانگهون وڌائين تہ اکين اڳيان انڌاري اچي ويس؛ ويهي رهيو. ساهہ پٽي وڃي لٽ ڪنيائين، ان جي ٽيڪ تي هلندو وڃي گدائيءَ جو وٽو ڪنيائين. رڙهي ٽيو جهوپڙيءَ ڪان ٻاهر. در وٽ ئي ٿڪو ڏئي ڪري پيو ها پر در جي ٿاڪ ۾ هٿ ڦٻيس ۽ بچي ويو.

زينت ڏاڏي کي اهڙي حال ۾ اڳي ڪونہ ڏٺو هو. وڌي وٽس پهتي. چيائينس "ابا، اڄا بيمار آهين. مان ٿي وڃان گداءَ تي."

نواب آلين اکين سان زينت کي ڏٺو. چيائينس، "زينت پٽ، سمجهان ٿو قبر تي ڪوڪاري، پر جيسين ساهہ جو سڳو سرندو رهندو تيسين تو کي گداءَ تي نہ موڪليندس."

بہ قدم وڌيو پر وري ويهي رهيو. اکين آڏو اونداهہ اچي ويس. زينت ڊوڙي وڃي هٿ ورتس. چيائينس، "بابا! تون تہ گهمي بہ نہ ٿو سگهين. هلي گهر ويهہ، مان ٿي وڃي ماسي سيا ڳيءَ ڪان اٽو وٺي اچان."

"نہ پٽ نہ،" نواب چيو، "اڳي بہ دفعا ڪانئس اٽو ورتو اٿئي. هر هر گهرڻ هوڙهائي آهي. مان رڙهندو وڃان ٿو پنڻ. جهٽ موٽي ايندم."

زينت ڪان رهيو نہ ٿيو؛ چيائينس، "بابا! بيهہ مان بہ ٿي توسان گڏجي هلان." ڏاڏي کي ڪجھ چوڻ بہ نہ ڏنائين. ڊوڙندي وڃي جهوپڙيءَ مان پوتي ڪڻي آئي ۽ اچي ورتائينس هٿ کان.

ڪجھ لٺ جي ٽيڪ، ڪجھ زينت جو سهارو، نواب هاڻي ڪجھ

چرڻ جهڙو ٿيو.

ڏينهن ٻه ٽئي هئا سردين جا. سج ٻه اڃا ڪني مس ڪڍي هئي. گهرن جا دروازا اڃا بند هئا. ڪڏهن ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهو پئي نظر چڙهيو نه ته ٿيو پلو. ٻه گهٽيون گهمي ويا پر نه مانيءَ پور ٿي ملين ۽ نه وري ڪو ڏوڪڙ پئسو. ٽينءَ گهٽيءَ ۾ پهتا ته اڇي نواب کي کنگه جو دورو پيو. کنگهندي کنگهندي هڪ دروازي جي دڪيءَ تي ويهي رهيو. هن ائين سمجهيو ته هو اڳتي رڙهي به ڪين سگهندو. ٻه منٽ مس ٿيا هئس ته دروازو کليو ۽ ڪنهن رکي آواز ۾ چيس، "اڙي ڪير آهين؟" نواب سهڪندي جواب ڏنس، "سائين! بيمار آهيان. ساهي پٽڻ لاءِ ويٺو آهيان. وڃان ٿو."

"هل بابا! هتان هل، ڪنهن ٻئي در تي وڃي ساهي پٽ."

"وڃان ٿو سائين!" چئي نواب لٺ جي ٽيڪ تي اٿي کڙو ٿيو. زينت اڇي هٿ کان ورتس. زينت لاءِ هي تجربو نئون هو. هن سمجهيو ٿي ته پنڻ ڪو سهنجو ڪم آهي، پر جڏهن پنهنجي ڪنن سان چڙٻون ٻڌائين ته پتو پيس ته پئي اڳيان هٿ ٽنگڻ ڪيڏو نه اهنجو ڪم آهي. هن کي هاڻي احساس ٿيو ته هڪ گره جيڪو هوءَ کائيندي هئي سو ڪيڏو نه مهانگو هوندو هو.

کنجهندو، ڪُٽڪندو، کنگهندو ۽ سهڪندو نواب اڇي بازار پيڙو ٿيو. اتي ٽنگون پڙ ڪڍي بيٺس، سارو جسم ٽڙڪڻ لڳس، زينت سهارو ڏئي هڪ بند دڪان جي پرسان وڃي ويهاريس ۽ چيائين: "بابا اتي ويهه ته مان ٿي ڪجهه پني اچان." نواب ايتري ته ڪمزوري محسوس ڪئي جو خواهش هوندي به زينت کي وڃڻ کان روڪي ڪين سگهيو. ويهڻ سان ئي اڇي نواب کي کنگه ايري. اجا کنگهيائين پئي ته دڪاندار اڇي ٻانهن کان ورتس. جهڪي ڪٺي اٿاريائينس ۽ چوڻ لڳس.

"اڙي پوڙها! مرٽو اٿئي ته ڪنهن ٻئي دڪان تي وڃي مر- دڪان ٿي نه کوليو اٿم ته منحوس جي منهن پيو آهيان."

نواب اٿي ان طرف وڃڻ لڳو جنهن طرف زينت وئي هئي. ٻه قدم کنيائين ته مٿو ڦرڻ لڳس. هيڏانهن هوڏانهن واجهه وجهڻ لڳو ته من ڪٿي ويهڻ جي جاءِ ملي، پر جنهن طرف ٻي ڏٺائين ته ائين ٿي محسوس ڪيائين ته هرڪو ڪيس هٿن سان پيو اشارا ڪري ته هيڏانهن نه اچ. سندس دماغ ۾ هي اکر هٿوڙي وانگر وڄي رهيا هئا. "اڙي مرڻو اٿئي ته ڪنهن ٻي دڪان تي وڃي مر......" آوازن مان جان ڇڏائڻ لاءِ اڳتي وڌيو. هن جي اکين اڳيان اونده ڇانئيل هئي. هو نه ڏسي ٿي سگهيو ۽ نه ٻڌي. هن کي بس هڪ ئي احساس هو ته زينت هن طرف وئي آهي ۽ کيس به ان طرف وڃڻ کپي. هو ان طرف وڌڻ لڳو.

زينت تي هڪ نانوائيءَ رحم ڪري رات جا بچيل مانيءَ جا ٽڪرا ڪٿي ڏنا. زينت کي ڄڻ الائي ڇا مليو! مانيءَ جي ٽڪرن کي پوتيءَ جي پلوَ ۾ ويڙهي خوش خوش ڏاڏي ڏانهن موٽڻ لڳي. واٽ تي ماڻهن جو ميڙ ڏٺائين. سمجهائين ته ڪو بازيگر هوندو. دل چڪ ڪيس ته پر هن پنهنجي ڏاڏي کي ڏيکارڻ پئي گهريو ته کيس ڪيتري نه ڪوڙ ساري ماني ملي آهي. سوچيائين ته ڏاڏي کي چونديس، "بابا! هاڻي تون پنڻ نه ويندو ڪر، مان پني پئي ايندس- مون کي پنڻ اچي ٿو."

زينت جڏهن دڪان وٽ پهتي ته ڏاڏي کي اتي ڪونه ڏٺائين. اتي رڳو ٽڪون ۽ ڪانگهارا پيل هئا. هيڏي هوڏي نهاريائين پر ڏاڏو نظر ڪونه آيس. هڪ واتهڙوءَ کان پڇيائين، "ڪاڪا! منهنجو ابو هتي ويٺو هو. ڪاڏي ويو؟"

"جهنم ۾" واتهڙوءَ تڙيءَ مان چيس. نرم ۽ معصوم دل ۾ ڄڻ چيٽ چيي ويئي.

"جهنم ۾!- جهنم ڇا آهي؟" هوءَ سوچڻ لڳي.

زينت ساڳين پيرن تي موٽي. سامهون اهوئي ماڻهن جو ميڙ متل هو. سوچيائين متان ڏاڏو ان گوڙ ۾ هجي. ويجهو پهتي ته ڏٺائين ته سندس ڏاڏي جي لٽ ميڙ جي ٻاهران پئي پيئي هئي. ماڻهن جي ٽنگن ۽ پاسن مان

جاءِ جوڙيندي وجي وچ ۾ پهتي. ڏنائين ته سندس ڏاڏو ڪريو پيو هو ۽ ان جي پرسان رت جو ڍُبو نظر پئي آيو. پوٽيءَ جو پلؤ سندس نَنڍڙن هٿن مان ڇڏائجي ويو ۽ مانيءَ جا پاروٽا ٽڪر ٿي هن جي ڏاڏي جي رت ۾ پيا.
زينت سوچيو "شايد جهنم اهو آهي."
"ابا" ڪري وجي ڏاڏي جي ڇچريل ۽ ڇيٽاڙيل لاش تي ڪري.

# تنهنجي نالي ۾

جٽاڌاري نيل ڪنٺ ڪيلاش پربت تي هڪ غفا ۾ هران مرگھ شالا تي ويھي پدم آسڻ رمائي تپسيا ڪري رهيو هو. سندس مستڪ تي چندر مان جي جوت جرڪي رهي هئي. ان جي جٽائن مان گنگا مائي نڪري ڳڙگاٽ ڪندي ور وڪڙ کائيندي راجا ڀاگيرٿ جي وڏن ڪي نروان پراپت ڪندي پاپ هريندي پنهنجي پڪيڙيندي وهي رهي هئي. ڪيلاش پتيءَ جي پنيان سندس واهڻ نندي ڍڳو چري رهيو هو.

اوچتو پري کان ويڻا جي جهنڪار ٻڌڻ ۾ آئي. نارد مني هري ڪيرتن ڪندو شري نارائڻ جي مهما ڳائيندو مهاديو جي پر ۾ اچي بيٺو. سندس چپن تي مسڪراهٽ ۽ اکين ۾ شوخي هئي. ويڻا جي تارن تي زور سان هٿ هڻندي، نارد 'نارائڻ نارائڻ' جو جاپ ڪرڻ لڳو.

شو مهراج، جو پٿر جي بت وانگر هڪ هنڌ ويٺو هو تنهن ۾ هلڪي چرپر پيدا ٿي. اکيون کولي نارد ڏانهن نهاري مرڪي ڪٽي ماٺ ڪئي. نارد شنڪر کي اکيون کوليندي ڏسي پنهنجي ويڻا کي وڏيڪ واڄٽ ڪديايو ۽ وڏي آواز سان نارائڻ نارائڻ پڪارڻ لڳو.

شو شنيو، نارد ڏانهن نهاري مني پاڀوھ مان پڇيو، "نارد مهراج، اڄ وري ديو لوڪ ۾ ڪهڙي آڳ لڳائڻ آيو آهين؟"

"آڳ! مان لڳائڻ نه پر آڳ وسائڻ آيو آهيان. اها آڳ جا تنهن جي نالي ۾ لڳائي وڃي ٿي."

"منهن جي نالي ۾! نارد، ڳجهارتون ڇڏ ٻڌاءِ معاملو ڇا آهي؟"

نارد هٿ ٻڌي سيس نوائي چيو، "هي ڀولانات! دئيتن ۽ ديوتائن جيڪو سمونڊ ولوڙي امرت ڪڍڻ کان اول وک وٺو ڪديو هو ۽ جو تو ٻي ديوتائن جو سومان ڪيو هو، ان وک جو قدر ڪرڻ وارو دنيا ۾ رهيو ئي ڪين آهي. هرڪو پاڻ لاءِ امرت ۽ ٻي لاءِ وک جو ٿو ويچار ڪري."

"نارد، پرولين ڪي پري ڪري ڪا سٺين ڳالهه ٻڌاءِ."

"ڪهڙي ڳالهه ٻڌايانءِ مهراج، هل ڳڏجي ته سمورو حال اکين سان ڏسايانءِ."

شو مهراج ۽ نارد مني وِمان ۾ سوار ٿي دهليءَ جي ٻاهران اچي لٿا گورک ناٿ جي ششن جو اوچڻ اوڏي شهر جي وڏي شومندر ڏانهن روانا ٿيا. شوالي جو پيتلي ڪلس پنهنجي چهنب آڪاش جي ڇاتيءَ ۾ ٽنبي رهيو هو. شو مندر جي در تي سنگ مرمر جو نندي ڍڳو اکيون کولي هر ايندڙ ويندڙ کي تڪي رهيو هو. اتان لنگهندي شو مسڪرائي ڏنو. مندر مان سنکن ۽ گهنٽن جا آواز اچي رهيا هئا. شو مهراج ۽ نارد جي عام انسانن جي ڪپڙن ۾ هئا سي ٻه هڪ هنڌ تي ويٺا. وچ مندر ۾ ڪاري پٿر جو شو لنگ ڪتل هو، جنهن تي ڪوري ڪنگريءَ مان جل ڌارا لاٽ ڪري ڪري رهي هئي. هر ڀڳت ڀڳتي ۾ لين هو.

اوچتو سنکن ۽ گهنڊن جو آواز بند ٿي ويو ۽ سيئي ڀڳت بم بم مهاديو جو نعرو هڻي گوڏا کوڙي ڏنڊوَت ڪرڻ لڳا. ڀڳتي پوري ٿي ته اٽڪل ڊزن کن نوجوان اڳتي وڌيا. انهن مان هڪ ڄٽو جو سنڌن ليڊر ٿي نظر آيو ٻه قدم اڳتي وڌيو ۽ چوڻ لڳو، "مان شو سينا جو سپاهي." نوجوانن مان هرهڪ چوڻ لڳو، "مان شو سينا جو سپاهي."

"پرتگيا ٿو ڪريان."

"پرتگيا ٿو ڪريان" نوجوانن اچاريو.

"ته جيسين منهن جي ديش ۾." نوجوانن وعدو ڪيو.

"هڪ به ڳئو گهاتڪ جيئرو آهي، تيسين مان سکي ٿي ڪين سمهندس."

ٻارهن نوجوان هڪ آواز ۾ مٿيان اکر اچارڻ لڳا.

نارد چمڪندڙ اکين سان شو مهراج ڏانهن ڏٺو. شنڪر سارو وسو ٿي ويو ۽ نارد کان پڇڻ لڳو، "ڇاهي سڀ ڪجھ منهن جي نالي ۾ ٿي رهيو آهي؟"

# ڊونا

اڄ ٻہ پليٽ فارم تي ان وقت پهتس جنهن وقت ريل جي رفتار ۾ ڪجهہ تيزي اچي چڪي هئي. ڪي ماڻهو ڊوڙي ڇلانگ ڏئي ريل ۾ سوار ٿي رهيا هئا. پر مٽان- ان مٽان تہ ماريو آهي نہ- ڪِري پوڻ جي احساس منهنجي قدمن کي پليٽ فارم سان جڪڙي ڇڏيو. قدمن ڇڏائڻ لاءِ جيئن ڪوشش ڪيم تيئن بدن مان ڌرڙي نڪري ويئي ۽ سجاڳ ٿي ويم. اکيون ٿائيم پيس ڏانهن ڪڄي ويون، ٽپو ڏيئي هنڌ مان اٿيم ۽ سڌو غسلخاني ۾ گهڙي ويم.

شاور هيٺان سوچڻ لڳم تہ سيمسٽر ٽيٽا هئا ٻہ تہ اسان جي زماني ۾! اڳيان ٻہ تہ هئا. سال سڄو عيش ڪندا هئا، پويان ٻہ هفتا ڪتاب ڏسي وڃي امتحان ۾ ويهندا هئا ۽ پاس ٿيندا هئا! اسان ٻہ تہ آهيون، هڪ سيمسٽر ٽرم پورو ٿي نہ ٿو ٿئي تہ ٻيو تيار. هڪ امتحان جو ٽڪ اڃا لٿوئي نہ آهي تہ ٻيا اوجاڳا! ۽ وري- ڪيڏو نہ احتياط رکون ٿا استادن جو؟ ڇڻ اسان جي قسمت جون واڳون سندن ئي هٿ وس ۾ آهن، ۽ اٽينڊنس! اڳي ڪير ليکيندو هو انهن ڳالهين کي. اٽينڊنس- اڙي دير تہ نہ ٿي وئي آهي اڄ ٻي؟ ڊپارٽمينٽ- پليٽ فارم، اٽينڊنس- ريل، استاد- گارڊ! ڪن ۾ زوردار سيٽي وڄي. اڄ ٻہ اٽينڊنس جي ريل هٿ مان نڪرڻ واري هئي. ڦٽي ٻہ نہ ڏنم، پنهنجي ڊپارٽمينٽ ڏانهن روانو ٿي ويم.

اڄ ئي مون ڪيس ڏٺو، هوءَ سهيلين سان پنهنجي ڊپارٽمينٽ ڏانهن وڃي رهي هئي. زاهد ٻڌايو هو: "عرفان! ڏسڻ پسڻ وٽان آهي هوءَ." پهرين نظر ۾ تہ ٻيلي نہ لڳي. سانورو رنگ، گول چهرو، گهنڊيدار وار، پر سندس انگ انگ خاص طرح گهڙيو ويو هو ۽ ان جسم تي ڪارڊراءِ جي چست

پنڪ ڊريس! مان ڪيس ڏسندوئي رهجي ويس. هو ٿهڪ ڏينديون منهنجي اڳيان لنگهي ويون، نور جي لاٽ ۽ خوشبوءِ جي لهر ڪجھ وقت تائين منهنجن حواسن تي ڇانئجي ويا. ڪا خاص ته نه آهي: پر ڪيڏي ڪشش اٿس منجهس؟ هوءَ تازو يونيورسٽي ۾ آئي هئي.

▲ فشن ۽ فيوزن (Fission and Fusion)- استاد سمجهائڻ لڳو، فشن ته آهي ٿي نه سندن وجود، ڪيس ڏسڻ سان ٿي منهنجي جسم جا ايٽم ٽٽڻ لڳا ۽ فيوزن....؟

ڌماڪو! انڊلٺ جا ست ئي رنگ ۽ وڏيڪ! ڪنييءَ وانگر ڦهلجندڙ دونهون: تباهي! قيامت! مان خواب ڏسي رهيو هوس. ڪنيي وانگر ڦهلجندڙ دونهون سميٽجي رهيو هو، گلابي رنگ هر طرف ڦهلجڻ لڳو ۽ هوءَ پنڪ ڪارڊ راءِ ڊريس ۾ ظاهر ٿيڻ لڳي. ٻيو ڌماڪو ٿيو ۽ هوءَ لاتعداد پروٽون، نيوٽرون، اليڪٽرون وغيره ۾ تقسيم ٿي ويئي.

"ڊونا!" مان هڪ وڏي دانهن ڪري جاڳي پيس.

"يوريڪا،" آرڪميڊيز وهنجڻ جي ٽب مان دانهون ڪندو ٻاهر ڀڳو.

"ڊونا،" مون آرڪميڊيز وانگر هڪ وڏو مسئلو حل ڪيو هو- سندس نالي جو مسئلو.

هوءَ ان نالي سان يونيورسٽيءَ ۾ مشهور ٿي ويئي، نه رڳو اسان ڇوڪرن ۾ پر پنهنجن سهيلين ۾ پڻ..

"هيلو."

"ڪير عرفان؟"

"اوهان ڪير ٿا ڳالهايو؟"

"مان ڊونا آهيان."

"مان عرفان نه آهيان،" منهنجي دل هڪ ڌڪ ڳسايو.

مون ڏڪندڙ هٿن سان ٽيليفون جو چونگو ڪريڊل تي رکيو.

"مان عرفان نه آهيان، ڊونا! مان عرفان آهيان. مان عرفان آهيان." منهنجي رڳ رڳ رڙي اٿي.

"مان عرفان نہ آهيان،" مون رڙ ڪئي.

چوڪيدار، جو مون کي هاسٽل جي ڪمري مان سڏي آيو هو، سو حيرانيءَ سان تڪڻ لڳو. مان سندس اکين ۾ اکيون کپائي چيو، "مان عرفان نہ آهيان!"

"پر اوهان ان وقت تہ چيو هو، "مان عرفان آهيان."

"مان ان وقت عرفان هئس، هاڻي عرفان آهيان، ٽيليفون وقت مان عرفان نہ هئس،"

مون دل ئي دل ۾ چيو، خيالن ۾ چوڪيدار کي مخاطب ٿي چوڻ لڳس، "خبر اٿئي چريا! ڪنهن جو ٽيليفون هو."

"ڊونا،" مون چرڪ ڀري زاهد ڏانهن ڏٺو، هو چئي رهيو هو، "کي مان تنهنجو خط پهچايو هو."

"ڪهڙو خط؟" مون ڳيت ڏيندي پڇيو. مون کي پنهنجو آواز بہ اوپرو پئي لڳو.

"اهو خط، جو توکان اُن ڏينهن گم ٿي ويو هو،" هن وراڻيو. "ڊونا کي مان خط لکندو هوس، پر اُهي ڪيس نہ هٿون هٿ ڏيڻ لاءِ هوندا هئا نہ پوسٽ ڪرڻ لاءِ. لکي، بہ- ٽي دفعا پڙهي ڦاڙي ڇڏيندو هوس. انهن مان هڪ گم ٿي ويو هو!" منهنجو لونڊڙيون ڏنوڻ لڳيون. رڙ ڪري زاهد کي چيم، "هيءُ ڇا ڪيئي، بيوقوف!"

▲ امان! مان احتياط ڪريان ٿو. امان، تنهنجو تابعدار پٽ، تنهنجو حڪم مڃي رهيو آهي. امان، مان گاڏيءَ کي چرندو ڏسي، پليٽ فارم تي هوندي بہ اُن ۾ سوار نہ ٿيندو آهيان. امان، مان ائين احتياط ڪندي، گاڏيون وڃائيندو رهيو آهيان. امان، مان ڊونا کي ٽيليفون تي ٻڌائيندس تہ مان عرفان نہ آهيان. يونيورسٽي اچڻ کان اول بابا چيو هو، "عرفان اُتي وڃي رهيو آهين جتي قدم قدم تي مها ڄار آهي- ڪروئيڙي جي ڄار کان بہ وڌيڪ مضبوط ۽ ظالم سنيالي قدم کڻجانءِ پٽ!"

"بابا، مان سنيالي قدم کنيو آهي. بابا! مان ڪيس پڌايو آهي ته مان عرفان نه آهيان. ابا! مان عرفان آهيان، تنهنجو عرفان. مان امان جو عرفان آهيان. ڊونا جو عرفان نه آهيان. امان! مان تنهنجي گود ۾ لڪڻ گهران ٿو. تنهنجي رئي جي پلاند هيٺ. مون کي بچاءِ. امان، مون کي بچاءِ ابا، مون کي بچاءِ، هن چار ڪان- مها چار ڪان- ٽيليفون جي تار ڪان. ڊونا ڪان!"
اُن رات مون ٽرئنڪلائيزر جون ٻه ٽڪيون ڪاڏيون.

▲ "ڊونا ڪير آهي؟" هن مون کان پڇيو.

"ڊونا ته اوهان آهيو نه؟" مون کيس چيو.

"نه، مان ته فرح آهيان."

"ڇا اوهان ڊونا نه آهيو؟"

"آهيان ٻه ۽ نه ٻه."

"اها ڳالهه مون کي سمجهه ۾ ڪانه آئي."

"عرفان! مون کي ٻڌاءِ ته اصلي ڊونا ڪير آهي، جنهن جو مون تي نالو رکيو اٿئي؟"

"ڊونا! اصلي ڊونا ته اوهان آهيو. اوهان کان سواءِ ٻي ڊونا جو وجود ئي نه آهي زماني ۾."

"اهو نالو اوهان مون تي ڇو رکيو؟"

مون وراٽيس، "مون جڏهن اوهان کي ڏٺو، ته محسوس ڪيم ته اوهان ڊونا ئي آهيو. ان ڪري اوهان؟ کي ڊونا سڏڻ لڳم."

"فرح نالو برو آهي ڇا؟" هن پڇيو.

"جهڙيءَ طرح هر بهترين ڊريس اوهان جي جسم لاءِ هوندي آهي، اهڙيءَ طرح هر سٺو نالو اوهان جوئي آهي. فرح، ڊونا، اُشا، اهي ته سڀ اوهان جا نالائي آهن نه؟" مون چيو.

"ڏس عرفان! يا ته تون فلاسافر آهين يا پاڳل. تون آهين ڇا؟"

"مان عرفان آهيان،" مون معصوميت سان چيو. هو مون کي عجيب نظرن سان تڪڻ لڳي.

▲ پيداوار ئي اهڙي ماحول جي آهيان، جتي قدم قدم تي احتياط
ڪيو ويندو آهي ۽ احتياط سان هلڻ جي تلقين ڪئي ويندي آهي. جتي
ڪنهن به قسم جي رسڪ (Risk) ڪڻ وڏو گناهه سمجهيو ويندو آهي.
مون اُن گهر ۾ اکيون کوليون، جتي سواريءَ لاءِ اهڙي ٽانگي جي اٽڻ لاءِ
چيو ويندو آهي، جنهن جو گهوڙو سرڪش نه هجي؛ مان اُن گهر ۾ وڏيس،
جنهن ۾ ريل جي وڃڻ کان اڌ ڪلاڪ اڳ پليٽ فارم تي موجود هجڻ
لاءِ چيو ويندو آهي؛ مان اُن گهر ۾ جوان ٿيس، جتي پليٽ فارم جي
موجود هوندي به ريل چرڻ بعد اُن تي سوار ٿيڻ جي منع ڪئي ويندي آهي؛
مان اُن گهر جو فرد آهيان، جتي ريل جو بند ڪراس ڪرڻ کان اول اپ ۽
ڊائون ٽرينن جي وقت جي پڇا ڪئي ويندي آهي. مان اُن گهر ۾ رهان
ٿو. جتي جوان جماڻ پٽ گهر مان ٻاهر وڃڻ لاءِ، ماءُ ۽ پيءُ جي اجازت
وٺندا آهن. مون اُن ماحول ۾ ٻاويهه سال حياتي گذاري آهي، جتي هر ڳالهه
۾ ماءُ ۽ پيءُ جي صلاح وٺڻ لازمي سمجهي ويندي آهي.

يونيورسٽي اچڻ کان اول، پهريون دفعو منهنجي والد اُن ڳالهه تي مون
ساڻ ڳالهايو جا ڳالهه اسان وٽ ٽابو (Taboo) آهي. سيڪس تي
ڳالهائيندي، بابا چيو هو، "عرفان! فلرٽ (Flirt) ڪڏهن به نه ڪجانءِ. اُن
طرح پنهنجو وقت به برباد ڪندين ۽ ٻئي جو به. ائين ڪرڻ سان پاڻ به
اخلاق جو دامن ڇڏيندين ۽ ٻئي کي به خوار خراب ڪندين. پٽ! محبت
هڪ مقدس جذبو آهي. پاڻ روڪي نه سگهين ته محبت ڪجانءِ ائين
ڪرڻ لاءِ سر جي سٽي ڏيٽي پوئي ته پٺتي نه نهارجانءِ."

مان حيرانيءَ مان والد صاحب کي ڏسندو رهيس. حيران ته هيءَ
صلاح اهو ماڻهو ڏئي رهيو آهي، جنهن هميشه اعتدال سان هلڻ لاءِ ٻئي
چيو آهي.

▲ڇا مان ڊونا سان فلرٽ ٿو ڪريان؟
ڇا مان ڊونا سان محبت ٿو ڪريان؟
فلرٽ؟

محبت!

محبت؟

فلرٽ!

مان پاڻ کي چور سمجهڻ لڳس. اهو چور، جو رات جي اونداهيءَ ۾ پهريون ڀيرو ڪنهن گهر ۾ گهڙيو هجي ۽ اوچتو اليڪٽرڪ بٽڻ جي ڪلڪ جي آواز سان گڏ سندس ظاهر ۽ باطن ايڪس ري پليٽ وانگر صاف ۽ ظاهر ڏسڻ ۾ اچي.

سامهون ريل بيٺي هئي ۽ مان پنهنجي پيرن هيٺان پليٽ فارم کي گسڪندو محسوس ڪرڻ لڳس.

# جڏهن رئوف جون گڏنس خراب ٿيون!

اها ڳالهه ان وقت جي آهي، جڏهن رئوف پنهجون گڏنس خراب ڪري چڪو هيو. اسان کي پتو تڏهن پيو، جڏهن همراهه ساٿو ٽي در جي چانئٹ وٹ ڪرندي ڪرندي بچيو. مرٿينگ حالت ۾ چيائين، "دوستو الوداع! چيو چوايو معاف ڪجو. زندگي آهي ته قيامت ۾ ملنداسون." اسان ٽيني (مان، خميسو ۽ شمون) کل روڪي نه سگهياسون، جنهن تي رئوف باهه ٽي وبو ۽ رڙ ڪري چيائين: "ظالمو! ڪجهه ته خدا جو خوف ڪريو، مان مري رهيو آهيان ۽ اوهان کلو پيا!"

خوف جي لفظ چوڻ وقت خدا جي خوف يا بيماريءَ جي شدت سبب رئوف جو سڄو بند ڌڪڻ لڳو. اسان دوستن ايمرجنسي ميٽنگ گهرائي جنهن ۾ رئوف بيماري سبب شامل ٿي نه سگهيو. ميمبر ۴/۳ موجود هئڻ سبب ڪورم پورو هيو. خميسي رٿ پيش ڪئي ته بهتر ائين آهي ته رئوف کي ڳوٺ پهچايو وڃي، ان رٿ کي ڪنهن به ٽيڪو ڪونه ڏنو، ان ڪري پاس ٿي نه سگهي. اسان جي ڪئش بوڪ ۾ (جنهن ۾ هر روز چئني ڄڻن جي گڏيل آمدني ۽ خرچ ڪاٽي بئلنس ڪڍندا هناسين) باوجود پندرهن رپين ڏيکارڻ جي حقيقت ۾ هٿ ۾ سادا ٻارهن رپيا هئا، (صبح جي نيرن جو خرچ اڃا ڪتاب تي ڪونه چاڙهيو هيوسين) جيڪي رئوف جي ڳوٺ جي ويجهي اسٽيشن تائين ڏهن ورهين کان گهٽ رئوف جي اڌ ٽڪيٽ لاءِ پورا ڪين هيا. آخر منهنجي رٿ ته رئوف جو هتي باقاعدي علاج ڪيو وڃي متفق طور پاس ٿي. هاڻي اهڙي حڪيم يا ڊاڪٽر جي تلاش هئي جو انهن پئسن مان گهٽ ۾ گهٽ ٽن ڏينهن تائين رئوف جو علاج ڪري. باقي رهيو اسان جي خوراڪ جو

مسئلو ان جو ضامن تہ خدائي آهي.

اسان چارئي باوجود ڳوٺائي نہ هئڻ جي ڇهہ مهينا (مجبور مزوريءَ خاطر) گڏ رهڻ ڪري ڀائپيءَ جي رشتي ۾ ٻڌجي چڪا هئاسون. مان سيني ۾ ننڍو ۽ وڏيڪ پڙهيل (مئٽرڪ پاس هيس) هئڻ جي ناتي منشي ۽ بورچيءَ جي عهدن تي مقرر هيس، چارئي ڄڻا صبح جو مزورن جي پڙيءَ تي وڃي ويهندا هياسون. جتي اسان مان ڪنهن نہ ڪنهن يا ڪن يا سيني کي مزوري ملي پوندي هئي، هرڪو پنهنجي آمدني اچي مون وٽ جمع ڪرائيندو هيو ۽ خرچ سيني جي گڏيل آمدنيءَ مان ڪيو ويندو هيو. اسان مان ڪنهن بہ ڪڏهن اها شڪايت ڪانہ ڪئي هئي تہ فلاڻو ٿورو ٿو ڪمائي ۽ مان گهڻو.

ڪم تي ايندي ويندي ڏکڻ جي پاڙي ۾ منهنجي نظر هڪ دواخاني تي پوندي هئي، جنهن جو بورڊ پڙهي حڪيم صاحب وانگر پنهنجي طبعي عمر ختم ڪرڻ تي اچي پهتو هيو، مون رڙ ڪري چيو تہ ڇو نہ يارو رئوف جو علاج حاذق حڪيم حامد ميان کان ڪرايون جو ڏکڻ جي پاڙي ۾ رهندو آهي. حڪيم صاحب ڏٺو تہ سيني هيو، پر سندس ناليءَ ۽ حذاقت مان واقف بہ ڪين هيا، سواءِ منهنجي جنهن سندس نالو لقبن سميت بورڊ تي پڙهيو هيو.

مولو دائي جي گڏهہ کي پلاڻي ان تي رئوف کي ويهاري اسان سڀ جلوس جي صورت ۾ حاذق حڪيم جي دواخاني ڏانهن روانا ٿياسون، (اسان سيني ۾ مولو بہ شامل هيو، جنهن انڪشاف ڪيو هو تہ سندس گڏهہ هن جي موجودگيءَ ۾ ڏکهي ڏانگ کان سواءِ هڪ قدم بہ اڳتي وڌڻ جو روادار ڪونہ هيو) ڦهريائين گڏهہ پنهنجا پويان پير اهڙي طرح زمين ۾ ڪپايا جو واقعي مولا بخش (مولوءَ) جي همت ۽ محنت ئي هئي، جا انهن کي اتان جدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي. مولوءَ جي گڏهہ جي گهہ جي مشهوري چوٽ چڙهيل هئي، ان ڪري جتان پئي لنگهياسين تہ ٻارن ۽ وڏن جي ٽولين تاڙين ۽ ٽين جي دٻن کي ڪاٺين سان وڄائي اسان جي آجيان پي ڪئي. ان بي هنگم موسيقيءَ جو اثر گڏهہ جي ابتن سبتن ۽ ٻڌن ٽپن مان صاف پي نظر آيو، ٻارن جي ميڙ اسان جو حاذق حڪيم جي دواخاني تائين ساٿ ڏنو. ان ئي گوڙ ۽ شور سبب حڪيم صاحب پنهنجي

دواخاني جي اڪيلي ٽن ڄنگهن واري ڪرسي جنهن جي چوٿين طرف ڪان سرون ڏنل هيون، خالي ڪري دروازي وٽ اچي ويٺو. دواخاني جي دروازي تي جلوس کي ويهندو ڏسي حڪيم صاحب حيرانيءَ ۾ ڪاوڙ مان هڪ اهڙي رڙ ڪئي جا انهن ڇوڪرن جي طوفان بدتميزيءَ کي بند ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي، جنهن ڪري ڳليءَ جي گهرن جون تقريباً سڀ دريون کلي چڪيون هيون، جن مان ننڍيون، وڏيون ۽ وچيون مردانيون، زنانيون ۽ ٻاراڻيون ڳچيون نڪري گوڙ شور جو ڪارڻ تلاش ڪري رهيون هيون. اسان کي پناهه دواخاني ۾ گهرڻ ۽ گڏهه جي واپس ڪرڻ بعد ئي ملي.

گڏهه تان لاهي جنهن وقت رئوف کي اسان ٽئي ڄڻا هوش ۾ آڻي رهيا هئاسون ته ان وقت حڪيم صاحب جي جلال واري رڙ ٻڌڻ ۾ آئي، "يار جون گڊنس خراب ڪري هاڻي آيا آهيو مون وٽ!"

مان به هوڙهيائي ڪري پڇي ويٺم "حڪيم صاحب! اهو گڊنس ڇا ٿيندو آهي؟"

حيرانيءَ مان مون ڏي ڏسندي حڪيم صاحب وراڻيو "ميان! توکي گڊنس جو پتو به ڪونه آهي، پڙهيل ڇا آهين؟"

مان مٿڙڪ جي لڄ رکڻ لاءِ چيو: "مان اڻ پڙهيل آهيان حڪيم صاحب."

حڪيم مون ڏانهن اهڙي نگاهن سان ڏٺو جي ڇني رهيون هيون، "تڏهن ته اهڙا ٻاراڻا سوال ٿو ڪرين نه؟"

چيائين، "ميان گڊنس چنبو آهي گُردن کي. انسان جي جسم ۾ ٻه گڊنس ٿينديون آهن، هڪ ساڄي طرف ۽ ٻي کٻي. انهن کي سنڌيءَ ۾ ٻڪيون سڏبو آهي."

ان ڏينهن مون کي معلوم ٿيو ته فزيالاجيءَ ۾ جي مان ڪڊنيز (Kidnies) پڙهيون هيم، سي طب جي زبان ۾ گڊنس سڏبيون آهن.

حڪيم صاحب رئوف جي نبض ٽپاسيندي چيو ته، "اها ساڄي حرڪت ليور (Liver) جي آهي، جنهن جي خرابيءَ جا اثر گڊنس تي پيا آهن. نتيجي ۾ استسقا جا اهڃاڻ صاف ۽ واضح نظر اچن ٿا. اوهان قارورو به ته نه آندو آهي نه؟ خير فڪر نه آهي تشخيص مون ڪري ڇڏي

آهي، وقت سر پهتا آهيو. تجويز ۾ مون وٽ فلفل گرد حنظل جي لعاب ۾ چاليهہ ڏينهن تہ ڪيل موجود آهن، استعمال سان روز هڪ بہ اجابت ٿيندي ۽ هفتي ۾ همراھ.

"الله ڪي پيارو ٿي ويندو." منهنجي وات مان نڪري ويو، حڪيم صاحب اکين ۾ شوخي ۽ منهن تي مسڪراهٽ آڻيندي مونکي "نامعقول" جهڙي خطاب سان نوازيو.

فرق صاف ۽ ظاهر هيو، باوجود پيرانہ سالي ۽ منهن تي سختي هئڻ جي حڪيم صاحب جي دل گلاب جي گل وانگر نرم ۽ نازڪ هئي، مان ان کي وڌيڪ نرم ڪرڻ لاءِ چيو، "حڪيم صاحب! اسان سڀ پرديسي آهيون، اسان وٽ ڪل ساڍا ٻارهن رپيا آهن. ان موجب علاج ڪجو، حڪيم صاحب منهن تي مرڪ آڻي چيو، "بچا فڪر نہ ڪر، پنج رپيا لڳندا هفتي جي دوا جا پنج رپيا لڳندا، انگيشن جا باقي اڍائي رپيا سي اوهان گڏهہ جي بجاءِ ٽانگي جي سواريءَ ۾ ڪم آڻجو."

حڪيم صاحب ٽيبل جي سڄي طرف واري خاني مان هٿ جيڏي سرنج ۽ اشهد آڱر جيڏي ڪٽيل سئي ڪڍي. مون ڏٺو تہ رئوف جي منهن تي پگهر جا ڦڙا ظاهر ٿيڻ لڳا. هٿ ٻڌي حڪيم کي چيائين، "سائين مان يوناني علاج ڪرائڻ آيو آهين. سئي نہ هڻائيندس، اوهان دوا جا پل ڏهہ رپيا وٺو، مون کي ٻن هفتن جي دوا ڏيو."

هاڻي بہ جڏهن رئوف جي ليور (Liver) يا گڙدن (Kidnies) جي خراب ٿيڻ جا اهڃاڻ نظرايدا آهن تہ حڪيم حامد ميان جي انجيڪشن جي حوالي سان اهي خودبخود ختم ٿي ويندا آهن ۽ پنج ڏينهن اسان ٽنهي سان گڏ مزدورن جي پڙي تي بيٺل نظر ايندو آهي.

چرچو - سايا

## ڊائريءَ مان ٽڪرو

### ١٠- آڪٽوبر ١٩٧٧ع، ڪراچي.

مشتاق اڄ لاڙڪاڻي مان ٽيليفون تي خبر ڏني ته منهنجو دلي دوست الله بخش انصاري فوت ٿي ويو. رب مرهيس.

## ڪجھ خط

ڳاڙهي موري
٦- مارچ ١٩٤٤ع

جناب الله بخش انصاري صاحب.

السلام عليڪم! حيرت وئي ويم، جڏهن 'اديب سنڌ' جي هڪ شماري ۾ سرورق تي پڙهيم: 'لکپڙھ لاءِ پتو: الله بخش انصاري، انيس نزديڪ امام بارگاھ لاڙڪاڻو.'" ان ۾ حيران ٿيڻ جي ڪا ڳالھ ڪانہ هئي، سواءِ ان جي تہ منهنجو نالو پڻ الله بخش آهي، ذات جو مان بہ انصاري آهيان ۽ تخلص بہ ساڳيو اٿم! ڇا ائين تہ نہ آهي، اسان ٻہ جسم ۽ هڪ روح آهيون؟ مهرباني ڪري ورندڙ ٽپال ۾ ورندي ڏيندا.

توهان جو
الله بخش انصاري

لاڙڪاڻو
١٢- مارچ ١٩٤٤ع

دوست انصاري صاحب.

وعليڪم السلام! واقعي حيرت جي ڳالھ آهي. نالو ۽ ذات ساڳي تہ گهڻن ماڻهن جي ٿي سگهي ٿي، پر ان سان گڏ تخلص بہ ساڳيو هجڻ هڪ عجيب اتفاق آهي. مان اوهان بابت وڌيڪ ڄاڻ رکڻ گهران ٿو. اوهان جي عمر ڪيتري آهي ۽ اوهان ڇا ڪندا آهيو؟ اميد تہ جواب ڏيندا.

اوهان جو
الله بخش انصاري

ٻاڙهي موري
٣٠- مارچ ١٩٤٤ع

سائين الله بخش انصاري صاحب.

سدا سلامت هجو' مان خيرپور ضلعي جي هڪ ڳوٺ موريءَ جو رهندڙ آهيان. عمر ويهارو سال کن آهي. ڳوٺ جي پرسان ئي هڪ واهڻ ۾ سنڌي ماستر آهيان. اوهان بہ مهرباني ڪري پنهنجي حال احوال کان واقف ڪندا ۽ اهو بہ لکندا تہ اوهان پنهنجو تخلص تبديل ڪندءَ يا مان ڪريان؟

اوهان جو پنهنجو
الله بخش انصاري

لاڙڪاڻو
٨- اپريل ١٩٤٤ع

برادرم الله بخش انصاري

منهنجي عمر پڻ ويهہ ورهيہ آهي. قد پنج فوٽ ست انچ، مٿي تي رڍ جي ان جهڙا وار آهن ۽ شڪل آفريڪا جي رهاڪن جهڙي. مئٽرڪ پاس آهيان ۽ روينيو ۾ ڪلارڪي ڪندو آهيان. جناب حاجي محمود خادم 'اديب سنڌ' رسالي کي ترتيب ڏيندو هو. ان جي بدلي دادوءَ ٿي آهي. براج ڪاتي ۾ ملازم آهي، ان ڪري 'اديب سنڌ' جي سرورق تي منهنجو پتو لکپڙهہ ڪرڻ لاءِ ڏنو اٿائين. منهنجو خيال آهي تہ اوهان پنهنجو تخلص بدلايو تہ چڱو. منهنجا نظم اُن تخلص هيٺ ڪافي شايع ٿي چڪا آهن. وري بہ اوهان جي مرضي.

اوهان جو
الله بخش انصاري

ڳاڙهي موري
١٦- اپريل ١٩٤٤ع

ادا انيس!

اهو تخلص اوهان کي نيبه هجي. مان بدلائي 'حباب' رکيو آهي. يار! اها خوشيءَ جي ڳالھ آهي، جو هم عمر آهيون. چا ائين بهتر نہ ٿيندو تہ هڪ ٻئي سان روبرو ملجي نہ تہ بہ اوهان پنهنجو فوٽو موڪلي ڏيو تہ ڏسان. منهنجو آفريڪا ۾ رهندڙن جهڙو دوست نڪين نقشين ڪيئن آهي! اهو بہ عرض ڪرڻ مناسب سمجهان ٿو تہ منهنجي شڪل بہ گورن انگريزن جهڙي ڪانہ آهي.

اوهان جو ياءُ
'حباب' انصاري

موري
٦- آگسٽ ١٩٤٤ع

ادا انصاري!

١٦- جولاءِ جي منجهند جو ٽيهڻ اس ۾ ڪنهن ضروري ڪم سان سائيڪل تي خيرپور ويو هيس. موٽندي ڏينهن لڳي ويو. ٽي چار ڏينهن تہ هوش ڪونہ هو. هفتو کن ڏاڍي ڪمزوري رهي. ڪجھ ساھ ڪڻ جهڙو ٿيم تہ اوهان جي خط جي پڇا ڪيم. هڪ جي بجاءِ ٻہ خط اوهان جا آيل هئا. تفصيل وار حال ٻئي دفعي لکندس. اجا ڪمزوري آهي. مٿو ٿو ڦاٽي. اوهان تعجب ڪندا هوندا تہ منهنجي اکرن کي ڇا ٿي ويو آهي. مان پاڻ پنهنجا اکر سڃاڻي نہ ٿو سگهان. شايد بيماري سبب قلم پوري طرح پڪڙي نہ ٿو سگهان. هاڻي خدا حافظ.

اوهان جو
'حباب'

موري
۲۰- آگسٽ ۱۹۴۴ع

برادرم الله بخش انصاري صاحب!

اسلام عليڪم! اوهان کي هڪ ڏک ڏيندڙ خبر ٻڌايان ٿو تہ اوهان جو دوست الله بخش انصاري چار ڏينهن اڳ فوت ٿي ويو. رب بخشيس، منهنجن پيارن دوستن مان هو. مرڻ گهڙيءَ تائين اوهان کي ياد ڪندو رهيو. توهان جي ايڊريس بہ ان وٽان معلوم ٿي هئي. مرحوم هڪ فوٽو مون سان گڏ ڪڍايو هو. خيال هئس اوهان ڏانهن موڪلڻ جو، پر يار تہ راهہ رباني وٺي ويو. فوٽو موڪليان ٿو. فوٽي ۾ ٽوپيءَ سان مان بيٺو آهيان. مرحوم ڪرسيءَ تي ويٺو آهي. منهنجي سڄي پانهن سندس ڪبي ڪلهي تي رکيل آهي.

مان بہ سنڌي ماستر آهيان.

غمزده

غلام عباس سومرو

پتو:

سنڌي اسڪول موري،

پوسٽ ڳاڙهي موري.

لاڙڪاڻو
۲۸- آگسٽ ۱۹۴۴ع

ادا غلام عباس!

اوهان جو خط پڙهي روئي ويٺس. الله جنت ۾ جاءِ نصيب ڪريس، آمين. الله بخش 'حباب' ڏاڍو پيارو ماڻهو هو. روبرو ملي ڪين سگهياسين، پر خطن مان ئي سندس خلوص جهلڪي رهيو آهي. هاڻي سواءِ صبر ۽ تحمل جي ڪري بہ ڇا ٿو سگهجي. اطلاع لاءِ ٿورائتو آهيان. گهر اڪيلو آهي، نہ تہ اچي اتان ٿي وڃان ها. مرحوم جي پونئرن سان منهنجي پاران رضا الله جي ڪري ڇڏجو.

اوهان جو

الله بخش انصاري

حيدرآباد
١٧- آگسٽ ١٩٥٦ع

برادرم الله بخش انصاري حباب:

مٺا ٻہ ڪڏهن جيئرا ٿيا آهن ڇا؟ سچ ٻڌايو اوهان ساڳيا 'حباب' آهيو، جنهن ڪي ١٩٤٤ع ۾ مان لاڙڪاڻي مان خط لکندو هيس، يا ان جا روح آهيو. ڪ نہ اوهان اهيو ئي ٻيا ماڻهو. مهرباني ڪري جواب ڏئي منهنجي حيرت دور ڪندا. اوهان جو نظم تازي 'فردوس' رسالي ۾ پڙهيو هيم. اوهان اهو نظم عالم ارواح مان تہ ڪونہ لکيو هوندو. جواب جلد ڏئي منهنجي حيراني دور ڪندا.

مان اڄ ڪلهہ ڳوٺ سڌار کاتي جي هيڊ آفيس ۾ اسسٽنٽ آهيان.

پتو:
گهر نمبر B-11
لطيف آباد نمبر٦ ، حيدرآباد

اوهان جو
الله بخش انصاري انيس

ڳاڙهي موري
٣٠- آگسٽ ١٩٥٦ع

ادا انيس!

ميٺو پيو تہ مٺا ٻہ جي اٿندا آهن. ياءُ! مان تہ توکي ماري ويٺو هيس. ١٩٤٤ع ۾ لاڙڪاڻي مان يار محمد اوهان جي دوست لکيو هو تہ اوهان وڏي تپ ۾ فوت ٿي ويا هئا! معاملو ڇا آهي؟ مان تہ سمجهي نہ ٿو سگهان. مان ساڳيو الله بخش انصاري آهيان ۽ اوهان پڻ! ٻئي مري وڃڻ بعد جيئرا آهيون. آهي نہ حيرانيءَ جي ڳالهہ!

'حباب'

حيدرآباد
٦- سيپٽمبر ١٩٥٦ع

ادا حباب!

مون کي ته ماستر غلام عباس سومري، اوهان جي دوست خط لکيو هو، ته اوهان فوت ٿي ويا آهيو. ان فوٽو به موڪليو هو، جنهن ۾ اوهان ڪرسيءَ تي ويٺل هئا ۽ هو بيٺو هو. يارمحمد نالي ڪو منهنجو دوست ڪونه آهي، جنهن خط لکيو هوندو.

اوهان جو
'انيس'

موري
١٧- سيپٽمبر ١٩٥٦ع

انيس!

سمجهيم- اهو سڀ ڪجھ غلام عباس جو کيل ٿو ڏسجي. مان کيس اوهان جا خط ڏيکاريندو هيس. ٻي ڳالھ ته موريءَ ۾ مستقل پوسٽ آفيس ڪانه هئي. اهو ڪم اسڪول جو هيڊماستر ڪندو هو. غلام عباس اتي ماستر هو. ان ئي شايد چرچي طور اوهان کي پنهنجي حقيقي نالي سان ۽ مون کي يار محمد جي نالي سان خط لکيا هوندا. خير ڇا به ٿيو، هاڻي ٻئي مري جيِ اٿيا آهيون. بهتر نه ٿيندو ته حقيقي مرڻ کان اڳ روبرو ملاقات ڪريون.

'حباب'

## ١٠- آڪٽوبر ١٩٧٧ع تي لاڙڪاڻي مان ٽيليفون ڪال

"هيلو"

"هيلو بابا! مان مشتاق ٿو ڳالهيان. اها بري خبر ٻڌائڻي هئي ته اوهان جو موريءَ وارو هم نام دوست ڪجھ ڏينهن اڳ فوت ٿي ويو آهي."

# انسان

"جيئري ڪک جو تہ مٽي لک جو." اهو پهاڪو هوند "حبوءَ" تي ٺهڪي اچي ها پر مٽي لک جو تہ نہ ٿيو، پر منجهانئس جان ڇڏائڻ لاءِ رحم دل قوم پندرهن روپيا روڪ ۽ ڪفن جو ڪپڙو وغيره مفت ڏنا.

ان ڏينهن ٽنڊي ڄام وڃڻ جي خيال کان اسٽيشن تي وڃي رهيو هوس، تہ ميونسپل ناڪي وٽ ميڙ ڏٺم. وڌي ويس ان طرف. ڏٺم تہ ميري چادر سان ڍڪيل ڪنهن جو لاش پيو هو.

"ويچارو حبو مري ويو." منهنجي ساڄي طرف کان بيٺل هڪ فقير چيو.

"انالله و انا اليه راجعون." هڪ مولانا ڏاڙهي تي هٿ ڦيرندي چيو.

"حبو ڪير هو؟" مون مولانا ڏانهن منهن ڪري پڇيو.

"حبو هڪ فقير هو. اسٽيشن جي ٻاهران پِندو هو." مولانا جواب ڏنو.

"حبو انسان بہ هو يا رڳو فقير؟" مون پڇيو.

"فقير" مولانا تڪڙ ۾ جواب ڏنو.

"ٺيڪ آهي مولانا! فقير ڪڏهن بہ انسان ٿي نٿو سگهي." مون چيو.

مولانا پنهنجي غلطي محسوس ڪئي ۽ تڪڙو تڪڙو ڏاڙهي تي هٿ ڦيرڻ لڳو. هو مون ڏانهن رحم طلب نگاهن سان ڏسي رهيو هو. مون کيس معاف ڪيو؛ جو هو خود انسان نہ هو پر مولانا هو.

قوم جو هڪ ٺيڪيدار، لاوارثن جو وارث، غريبن جو غمخوار لاش جي پير ۾ بيهي دردمنداڻي لهجي ۾ لاوارث جي ڪفن دفن لاءِ چندي جي ضرورت تي ليڪچر ڏئي رهيو هو. هر طرف کان پنجن، ڏهن ۽ پنجويهن پئسن جا سڪا ميري چادر تي وسي رهيا هئا. زنده قوم جو فقير مرڻ کان

پوءِ بہ فقير ئي رهي ٿو. ڪيس مرڻ بعد قوم جي پيسي پيسي جي ضرورت پيش اچي ٿي. منهنجو هٿ ڪيسي ڏي ڪڇي ويو ۽ جيڪي هٿ آيو سو چندي واري چادر تي اڇلائي ڇڏيم. گوڙ وڌي رهيو هو. هر طرف کان ڳجهون لاش تي اچي مڙيون. هي رحم دل ڳجهون ڊوڙندي ڪي ختم ڪرڻ لاءِ ڇُهڻ جي بجاءِ پئسن جو سهارو وٺي رهيون هيون. ميڙ ايترو وڌي ويو جو ٽرئفڪ بند ٿي ويئي.

آخر هڪ پوليس وارو وڌي آيو، جنهن ماڻهن کي پاسي ڪري ٽرئفڪ بحال ڪرائي. پوليس وارو روانو ٿي ويو تہ وري ٽريفڪ جام ٿي ويئي. بريڪ لڳڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو هڪ شاندار شورليٽ رستو نہ ملڻ ڪري بيهجي ويئي. ڪار مان هڪ صاحب لٿو ۽ ميڙ جو ڪارڻ پڇيائين. معلوم ٿيڻ تي تہ حبو فوت ٿي ويو آهي، صاحب پنهنجو ٽوپلو لاهي مرڻ واري جي عزت افزائي ڪئي. کيسي جي گهراين مان هڪ پٽون نڪتو ۽ هڪ ڏهن روپين وارو ڪڙڪندڙ نوٽ صاحب جي هٿ مان نڪري قوم جي ٺيڪدار جي هٿ ۾ پهچي ويو. ڳجهون هن خير جي ڪم تي ڪنڌ ڌوڻڻ لڳيون. منهنجي ساڄي طرف کان بيٺل فقير جي منهن تي مسڪراهٽ ناچ ڪرڻ لڳي. طنزيہ آواز ۾ "ڊاڪٽر ڪريم زنده باد" جو نعرو هنيائين. ڏهين رپئي جو نوٽ پنهنجي ڪم قيمت ڀائرن سان ميدان ۾ پهچي چڪو هو ۽ سامهون بيٺل هڏن جو پڃرو کيس تڪي رهيو هو.

"محمد ڀائي! ڇا آهي" هڪ متاري ڳجهہ هڪ سنهيءَ ڳجهہ کان پڇيو.

"حبو؟"

"اهو فقير ڇا جنهن کي قاتل لتا پيا هوندا هئا؟"

"ها اهو ساڳيو فقير."

هن جو ڪفن آءٌ ڏيندس." متاري ڳجهہ چيو. "آءٌ دڪان تي فون ٿو ڪريان ڪو ماڻهو وڃي ڪفن کڻي اچي."

قوم جي ٺيڪيدار ڪنڌ ڌوڻي هائو ڪئي. ساڄي طرف کان بيٺل فقير ڇپن تي مرڪ آڻي بلڪل جهيڻي آواز ۾ "سيٺ علي ڀائي ولي ڀائي زنده باد" جو نعرو بلند ڪيو.

دير جي احساس مون کي هي مزيدار ميڙ ڇڏڻ تي مجبور ڪيو. منهنجي ساڄي طرف کان بيٺل فقير پڻ منهنجي پٺيان اسٽيشن ڏانهن اچڻ لڳو.

حيدرآباد کان ڪوٽڪرا پار ويندڙ گاڏيون اڪثر ڪري ماڻهن سان سٿيل هونديون آهن. شروع ۾ جڏهن اچا ان طرف سفر ڪونه ڪيو هيم، ته ائين سمجهندو هيس ته اها ريل گاڏي نه آهي پر ڪڪڙن جي موڪلڻ جو منجو آهي. جنهن ۾ ڪڪڙ ۽ ڪڪڙيون ٺونسي هڪ طرف کان ٻي طرف موڪليا ٿا وڃن. اڄ انهيءَ گاڏيءَ ۾ سوار ٿيڻ بعد مون ائين محسوس ڪيو ته مان ڪڪڙ مان ڦري آنو ٿي ويو آهيان. ايتري ۾ هڪڙو هاٿي جهومندو ۽ جهوليندو ڪڪڙن جي ٽنگن ۽ سامان تي سفر ڪندو اچي منهنجي پرسان ويهڻ جي بجاءِ مون تي چڙهي ويٺو. مون ائين محسوس ڪيو ته ڄاڻ منهنجي بدن مان زردي- آني جي زردي ٿينديون ڪري وڃي سندس منهن ۾ لڳي.

"پاٿوا ٿورو سُري ته ويهه." هاٿيءَ مون کي چيو.

دل چيو ته اٿي هڪ تقرير ڪريان "اي ڪڪڙوا اي آنوا!.... اوهان جي حقن کي پائمال ڪيو وڃي ٿو. هاٿي اوهان جي منجي ۾ داخل ٿي اوهان جي حقن سان گڏ اوهان کي لتاڙي ۽ چيپاٽي رهيا آهن، اٿو پنهنجن ڇهڻ سان...."

"السلام عليڪم،" ميڙ ۾ بيٺل مولانا گاڏيءَ ۾ نزول فرمائيندي چيو. منهنجي تقرير جا اچا دل ۾ تيار ٿي رهي هئي ۽ زبان مان ڪانه نڪتي هئي؛ اڌوري رهجي ويئي. هاٿيءَ جي ڦهلجي وڃڻ ڪري منهنجيءَ ڇاتيءَ تي زور آيو ۽ ڦڦڙن مان بلغم نڪري ڳلي ۾ اٽڪي پيو، جنهن کي خارج ڪرڻ لاءِ کنگهڻ جو سهارو وٺڻو پيو. کانگهاري اڇلڻ لاءِ هيڏي هوڏي نظر ڦيرايم. دريءَ تي هاٿيءَ جو مڪمل قبضو هو. اتڻ جي جاءِ ملڻ مشڪل پئي نظر آئي. ان ڪري کانگهاري کي ٻنج جي هيٺان اڇلائي ڇڏيم. هاٿيءَ مون ڏانهن ڪاوڙ مان ڏٺو- ڪجھ وقت اهڙي طرح ڏسڻ کان پوءِ ڪنڌ ڦيرائي دريءَ مان ٻاهر ڏسڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو:

"پاڻ ته ٽئين درجي ۾ آهن، پر ٻين کي به سلھ ٿا ڏيڻ گهرن."

مون کي پنهنجن ڦڦڙن ۾ ڪروڙين جيوڙا پلجندا محسوس ٿيڻ لڳا.

"ادا! هتي اچي ويھہ." هڪ آواز ڪن تي پيو. منهنجيون اکيون اوڏانهن کڄي ويون. گاڏيءَ جي پرينءَ سيٽ تي ميڙ ۾ ويٺل فقير نظر آيو، هو ڪڪڙ ۾ تبديل ٿيڻ بعد ٻہ فقير ٿي ڏسڻ ۾ ايو. هن ڪنڌ ۽ هٿ جي اشاري سان پاڻ ڏي سڏيو. ڪاٺ ۽ گوشت جي ديوارن مان جان ڇڏائي فقير وٽ وڃي پهتس. فقير سري پري دريءَ وٽان مون کي جاءِ ونئي ڏني. مان دريءَ کان ٻاهر ڏسڻ لڳس. ڏهن روپين جي نوٽ کي گهورينڌڙ هڏائون پيرو وڏيون وڏيون وکون وجهي هڪ گاڏي ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.

"اوهان حبوءَ کي سڃاڻيندا هئا؟" فقير مون کان پڇيو.

"نہ" مون ڪيس جواب ڏنو.

فقير هڪ وڏو ۽ سرد ساهہ کنيو. هاڻي مون پنهنجي طرف کان ڳالهائڻ جي شروعات ڪئي. "مون کي رڳو اهو معلوم آهي تہ حبو هڪ فقير هو. پر اوهان ٻڌائي سگهندا تہ ڏهين جو نوٽ ڏيندڙ صاحب ڪير هو؟"

"اهو ڊاڪٽر ڪريم هو."

"ڊاڪٽر ڪريم؟" مون پڇيو.

"ها سائين! ڊاڪٽر ڪريم، غريبن جو همدرد، جنهن جي خيراتي اسپتال شهر جي چؤنڪ ۾ آهي. ان ڊاڪٽر ڪريم نئي حبوءَ جي هٿ مان دوا جي شيشي کسي هاري ڇڏي هئي، انهيءَ ڪري جو حبوءَ وٽ دوا جا چار آنا ڪونہ هئا. ڊاڪٽر ڪريم جي خيراتي اسپتال ۾ رڳو دوائن جا پئسا ورتا ويندا آهن. چار آنا يا اٺ انا."

فقير جي اکين ۾ چمڪ ۽ هن جي چپن تي نفرت نچي رهي هئي.

"پلا اهو ڪفن ڏيندڙ ڪير هو؟"

"سيٺ ولي ڀائي شهر ۾ ڪپڙي جو وڏو واپاري، جنهن جو لکن جو ڪاروبار هلندڙ آهي. مهينو کن اڳ پنهنجيءَ گهرواريءَ سان ڪراچيءَ کان موٽيو هو. جنهن وقت هو اسٽيشن کان ٻاهر نڪتو تہ حبوءَ هٿ ڊگهو ڪري ڪانئونس خيرات گهري. سيٺ حبوءَ جي لباس ڏانهن نهاري ڳاڙهو ٿي ويو. ڏانهنس اشارو ڪري چيائين:

"هٽ بي شرم! اگهاڙو ٿو ٿئين."

منهنجي صلاح مڃي ٻئي ڏينهن حبو سيٺ وٽ ويو ۽ اڱهڙ ڍڪڻ لاءِ ڪائونس گوڏ جو ڪپڙو گهريائين، پر ڊڙڪا ڏيئي سيٺ هن کي دڪان تان لاهي ڇڏيو. هاڻي ساڳيو سيٺ حبوءَ کي ڪفن پهرائي اماڻي رهيو آهي.

فقير جي منهن جون نسون اُڀري آيون. سندس آواز ۾ نفرت هئي.

گارڊ سيٽي وڄائي. ريل ڪڪڙن، آنن، هاٿين، مولانائن، فقيرن ۽ هڏن جي پيرن کي ڪٽي ڪوڪرا پار ڏي وڌي وئي.

***

# اداس پليئر

هو اداس ڪنهن به صورت ۾ ڪونه هو ۽ نه وري پليئر ئي. اهو نالو مٿس ڪيئن پيو، سو هڪ راز آهي، جيڪو توهان کي ٻڌايان ٿو.

شائيننگ اسٽار ڪلب، پنهنجن يارهن پليئرن ۽ ٻارهين اسپيئر سان قمبر رواني ٿي، جتي 'لڪي اليون' سان ميچ کيڏيائون. لڪي نالي ۾ رڳي لڪي هئي، پر هئي ان-لڪي 'Unlucky'.

شائيننگ اسٽار ٽاس جيتي وڃي وارو ورتو. اوپننگ ۾ نور ۽ سرو ويا. نور جو چڪوئي پهريون لڳو. ٻئي بال تي ٻٽ ورائي ئي نه هٽائين ته آئوٽ ٿي ويو. سروءَ هڪ سڪسر هنيو ۽ ٻئي ڏڪ ۾ ٻه رنس ڪري اچي نور پيرو ٿيو. هاڻي اٿيو رحمت الله (جو ٽيم جي ڪئپٽن هجڻ سان گڏوگڏ پٽيوالو پڻ آهي، چو جو ڪٽ ڪائڻ ۾ ڪوبه پليئر هٿ ڪونه ورتائيندو اٿس، چوندا آهن ته ڪٽ کڻائڻ يا ته ڪئپٽن جو ڪم آهي يا ته پٽيوالي جو، مڙئي پيو پاڻ ڳن ڏيندو آهي). رحمت الله ٻٽ ڪلهي تي رکي گرائونڊ ۾ ائين اچي ڪڙڪيو جيئن جنگ جي ميدان ۾ سپاهي. اسڪور ۾ دستوري وڌي او ڪري ماٺ ڪري اچي ويهي رهيو. ان ڪان پوءِ ويا هڪ ٻئي پٺيان آئوٽ ٿيندا. واري وٺڻ بعد ليکو ڪيائون ته جملي اٺاويهه رنسون هيون. سراسري ٻه سڄيون ۽ هڪ رن جو ڪجهه حصو هرهڪ پليئر جي حصي ۾ آيو. ٻٽنگ پوري ڪري آيا بالنگ تي. اشتياق عباسي فاسٽ بالر هو. پهرين بال تي چوڪو لڳس ۽ ٽين بال تي ڇڪو ٻي اوور وٺڻ ئي نه ڏنائونس. اشتياق بال ڦٽو ڪيو ته وروءَ ڪنيو. ڏم لائي ڏنائين، ويو پليئر مٿان پليئر آئوٽ ڪندو. ليکو ڪيائون ته لڪي اسٽار جيڪي پهريون چوڏهن رنسون ڪيون هيون، سي سندن ئي آخري رنسون هيون. شائيننگ اسٽار جا ڏند سڄ جي ڪرڻن تي ستارن وانگر

چمڪڻ لڳا.

ٻي انگ ۾ ٻه ويهن اٺويهن جو فرق هو نه ته حال مڙئي ساڳيا هئن. انهيءَ رات جو ڊنر ڪائيندي رحمت الله انڪشاف ڪيو ته، "نيراني اداس پليئر جي منهن نه پوان ها ته اسڪور زيرو ڪڏهن به ڪونه ٿئي ها!" اداس پليئر جو نالو ٻڌندي ئي سيني ڪن ڪرا ڪيا. انوءَ پڇيو، "اهو اداس پليئر آهي ڪير؟" چيائين، "چاچو جيوٽو." رڙيون پنجي ويون. پليئرن ٻهرڀائين چمچن سان ميز ۽ پوءِ پليٽن کان ڪٽڻ شروع ڪيو. ميزبان جيڪڏهن ڪين ائين ڪرڻ کان نه روڪين ها ته ٻن جي بجاءِ ٻارهن پليٽون پڃي پون ها، يارهن پليئرن جون ۽ ٻارهين اسپيئر جي.

چاچو جيوٽو انهن پليئرن مان هڪ جو پيءُ هو. پليئر جو نالو هو اشتياق عباسي. چاچو جيوٽو، جو حقيقت ۾ جيوڻ بخش هو، سو هڪ مڪاني بئنڪ ۾ ڪيشيئر هو ۽ اشتياق عباسي سندس ٻيو نمبر پٽ هو. چاچي جيوٽي جي شڪل ئي ڪجهه اهڙي هئي جو ان مان اداسيءَ جا شعاع ادائي سئو ڪئنڊل پاور بلب جي روشنيءَ وانگر ڇٽي ڇٽي نڪرندا هئا. لوڏ به ڪجهه اهڙي نموني جي هئس ڄڻ، چاڻ ٻنٽ ڪٽي ميدان ۾ لٿو.

رحمت الله نالو ته چڱو رکيس، پر اشتياق کي ان ۾ اعتراض هو، چيائين، "بابو نه اداس آهي ۽ نه ئي پليئر، ان ڪري جيڪڏهن ڪو ٻيو پليئر پنهنجي پيءُ لاءِ اهو نالو چونڊيندو ته وڏي خوشيءَ سان کيس ان نالي استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏني ويندي." پر ڪنهن به ان درياهه دليءَ مان فائدو حاصل ڪونه ڪيو ۽ چاچو جيوٽو اداس پليئر ئي رهيو.

ياجوج ماجوج، تعداد ۾ الائي ڪيترا هوندا، پر جيڪڏهن اهو عدد ٻارهن آهي ته پوءِ عبدوءَ جو چوڻ سچ آهي ته، "اهي شائيننگ اسٽار ئي آهن." ياجوج ماجوج جون عادتون الائي ڪهڙيون هونديون، پر اها پڪ آهي ته شائيننگ اسٽار کان وڌيڪ خراب ڪونه هونديون. اداس پليئر ڪين سڏيندو ئي ڊائنامائيٽ هو.

هلندا به وفد جي صورت ۾ آهن انو ڪوريءَ کي دادوءَ لاءِ موڪل ڪپندي هئي، جا کيس نه پئي ملي. انوءَ جو پيءُ نبو، ٻاهر نڪتو ته در تي يارهن ڇوڪريون بيٺل ڏٺائين، هو پراڻن خيالن جو ماڻهو، ليٿو پائي واپس

وريو. اچڻ سان انو کي چيائين ته "ٻاهر ڪاليج جون ڇوڪريون آيون ٿي." انو حيران ٿي ويو، سندس ڪاليج ۾ ته هڪ ڇوڪري به ڪانه پڙهندي هئي. ڳالهه سمجهي ويو، مرڪي ڪٽي ماٺ ڪيائين، در تي زلزلو آيو. ٺڪ ٺڪ ڪنڊو وڄڻ لڳو. ماٺ مس ٿي ته ڪو در کي مڪن سان ڪٽڻ لڳو، نبو حيران ته مسئلو الائي ڇا آهي؟

انوءَ ٻڌايس ته، "ٻاهر ڇوڪريون نه پر ڇوڪرا بيٺا آهن." نبوءَ کي اعتبار ئي نه پئي آيو. قسم کڻڻ لاءِ تيار هو ته هو ڇوڪرا بالڪل ڪونه هئا، پر وري جو انوءَ کي خيال سان ڏٺائين ته اعتبار آيس، انو به انهن يارهن جو هم جنس نظر اچڻ لڳس. ٺڪري ٿيو ٻاهر، وڻ ويڙهيءَ وانگر وڪوڙي ويس. نبوءَ 'هائو' ڪري انوءَ کي موڪل ڏيڻي جان ڇڏائي.

شائيننگ اسٽار ڪلب ۾ دنيا جا وڏا وڏا مسئلا حل ڪيا ويندا هئا. هڪ ڏينهن رجب چيو، "يار، ابو ته پينشن تي آيو، پر مون لاءِ مصيبت پئدا ٿي! واندو ويهڻ ئي نه ٿو ڏي، ڪڏهن ڪتاب ٿو ٺهرائي ته ڪڏهن چارو ٿو لهرائي، ڪالهه به پنهنجي ٽيبل جو سڄو سامان مون کان چنڊايو هئائين.

سيني پنهنجا پنهنجا ويچار پيش ڪيا.

پر جيڪي اشتياق چيو، سو سيني کي پسند آيو. چيائين ته، "پيءُ کي واندو وهڻ نه ڏي جي هو واندو هوندو ته توکي واندو ويهڻ نه ڏيندو. ڇو نه کيس پنهنجي ڪلب جو ميمبر بڻايون!" سيني تاڙيون وڄايون. انوءَ ترميم پيش ڪئي ته، "سيني پليئرن جي پيئرن کي ڪلب ۾ ميمبر ٿيڻ جو حق ڏنو وڃي." ٻيهر تاڙيون وڄڻ لڳيون. اڃا انهن جو آواز پورو نه ٿيو ته رحمت الله اٿيو ۽ چوڻ لڳو، "اسان سڀڪجهه برداشت ڪري سگهنداسون، پر اداس پليئر جي، ڪلب ۾ موجودگي برداشت ڪانه ٿي سگهندي. هو نسورو بوريت آهي. پنهنجي موجودگيءَ سان پوري ڪلب کي بور ڪندو." ان ڳالهه جو اعتراف اشتياق پڻ ڪيو. ان طرح پليئرن جا پيئر شائيننگ اسٽار ڪلب جا ميمبر بڻجندي بڻجندي رهجي ويا.

ٻي ڏينهن تي سيني ميڃيو ته اهو فيصلو اسان جي بيوقوفي هئي. نه رڳو چاچو جيوٽو، پر ڪنهن به پليئر جو پيءُ ڪلب ۾ برداشت نه ٿي سگهي ٿو.

باقي ان ڏينهن رجب جي پيءُ لاءِ اهو فيصلو ٿيو ته ڪيس آلو چولن جي ريڙهي وٺي ڏجيس ته هو واندو نه ويهي، پر رجب مخالفت ڪئي. چيائين، "بابو ريڙهي ته مون کان نه ڇڪائيندو."

اشتياق صبح جو جيئن ڪاليج ويو هو، تيئن واپس ڪونه وريو. جيتوڻيڪ ڪيس ان وچ ۾ ٻه دفعا گهر اچڻو هو. هڪ ڪتاب رکڻ ۽ ٻيو ٻڌائڻ ته هو راند تي وڃي رهيو آهي. جيتوڻيڪ اهو ٻڌائڻ بڻ هو راند جي ميدان مان ئي ايندو هو. چاچي جيوڻي کي سيئني سمجهايو ته "اشتياق ڪٿي هتي هُتي هوندو." پر هن جي اداسيءَ ۾ ڪمي بلڪل ڪانه آئي، رهندو وڌي وئي ۽ شام، رات ۾ تبديل ٿي. سمجهائين ته، "فرسٽ شو تي ويو هوندو! فرسٽ شو پورو ٿيو ته خيال ڪيائين ته متان ٻيو شو ڏسي پيو موٽي! ٻيو شو پورو ٿيو ته معلوم ٿيس ته شهر ۾ قوالي آهي، متان اوڏانهن ويو هجي." قوالي پوري ٿي، پر اشتياق ڪونه آيو. اداس پليئر رهندو اداس ٿي ويو. رات جو ٽين وڳي رجب جي گهر پهتو. در کڙڪايائين گهڻي وقت ته ڪوبه ٻاهر نه نڪتو. آخر رجب جي پيءُ کنگهڻ ڪڙڪڻ بعد 'ڪهڙو؟' ڪيو.

ٻاهر نڪتو ته اداس پليئر ڏٺائين. معلوم ٿيس. "اشتياق اڃا ڪانه آيو آهي." رجب جي پيءُ ٻڌايس ته، "رجب به اڃا ڪونه آيو آهي. جوان جماڻ ڇوڪرا آهن ويا هوندا ڪٿي راند ڪيڏڻ. رات پنجي وڃي هوندن. سياڻي واپس ورندا، فڪر جي ڳالهه ڪانهي."

پر اداس پليئر جي اداسي دور نه ٿي ماڳهين ان جي اداسي ڏسي رجب جو پيءُ پاڻ به اداس ٿي ويو. اداس پليئر ٿڌو ساهه کڻي چيو، "ادا نواز، مان ته مرانءِ ٿو، اڪين اڳيان اونده اچي وئي آهي."

جي نواز دلداري نه ڏنيس ها ته اداس پليئر جي هارٽ فيل ٿي وڃي ها.

ٻئي ڏينهن شام جو اشتياق ڪلب ۾ ٻڌايو ته، "ا ِ سڄي رات ننڊ نه ڪانه ڪئي، اسان به عظيم غلطي ڪئي هئي جو ڪنهن به گهر اطلاع ڪونه ڏنو! ۽ ڪين اهو پتو به ڪونه هو ته ڪو ٻارهن ميل پري عبدوءَ جي ڪار اوچتو خراب ٿي پوندي ۽ ڪين سڄي رات مينهن جي واڙي ۾ گذارڻو پوندو."

ان ڏينهن شام جو اشتياق سيني جي ماني موڪلائي. سندس صحيح سلامت اچڻ تي چاچي جيوٽي خيرات ڪئي هئي ۽ ان ئي رات رحمت الله کي پنهنجو فيصلو بدلڻو پيو. هن ويجهو ڏٺو ته چاچو جيوٽو بلڪل اداس ڪونه هو. انڪان سواءِ اڌ رات جو رجب جي گهر وڃي چاچي جيوٽي اسپورٽس مين اسپرٽ جو برو مظاهرو پيش ڪيو هو، ان ڪري ان دعوت بعد رحمت الله چاچي جيوٽي تان، 'اداس پليئر' جي لقب ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو.

# ردي

"خدا جي واسطي رحمت مون کي نه ستاءِ. مون غريب تي رحم ڪاءُ. تنهن جو خيال آهي ته اهي به گهڙيون جيڪي گهر ۾ اچان ٿو، سي به نه اچان ڇا؟ هڪ طرف آفيس جي مصيبت ۽ ٻي طرف تنهنجو ويل. مان وڃان ته وڃان ڪاڏي؟"

رحمت جي دل ڀرجي آئي ۽ اکين مان لڙڪ لڙي پيس. "هي اهو ڪامران آهي، جنهن کي منهنجي هڪ هڪ ادا پسند هئي. ڏهه سال اڳ جڏهن مان پرڻجي آئي هيس، تڏهن جون حالتون اڄ کان ڪو گهڻو بهتر ڪونه هيون. ان وقت ڪامران هڪ ڪلارڪ هيو. فائيلن ۾ ڇپيا تيل ۽ قرض ۾ مبتلا. اڄ خدا جي مهربانيءَ سان هو گزيٽيڊ آفيسر آهي. به پئسا پاڇي به اٿس. پوءِ آخر هي سڀ ڇو آخر مون ڪيو به ڇا؟ دل ڪان مجبور ٿي اڇي سندس ڀرسان صوفي تي ويٺس ۽ سندس هٿن مان ڪتاب ڪسي ورتم- اها ساڳي حرڪت اڳي ڪامران ۾ زندگي پيدا ڪندي هئي ۽ هو بي خود ٿي مون کي ڇنبڙي پوندو هو. هو مون کان ڪتاب ڪسڻ جي ڪوشش ڪندو هو ته مان وري گرفت مضبوط ڪندي هيس. آخر هو منهنجي ٻانهن مروڙڻ لڳندو هيو. ڪهڙو نه مٺو مٺو سور ٿيندو هو، ان وقت: منهنجي اکين ۾ لڙڪ هوندا هئا ۽ وات تي ٽهڪ، هو مون کي وڌيڪ سزا ڏيڻ لاءِ ٻانهن ڇپياٽڻ لڳندو هيو. مان ڪانئس پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪندي هيس. تيئن هو پنهنجي گرفت کي وڌيڪ مضبوط ڪندو هيو... ۽ اڄ!"

رحمت سمجهي نه سگهي ته ڇو اها ساڳي حرڪت جا ڪجهه سال اڳ ڪامران ۾ خوشيءَ جي لهر پيدا ڪندي هئي، سا هاڻي ان جي ڪاوڙ جو باعث بڻجي رهي آهي. ڪتاب ڪسڻ وقت رحمت سمجهيو هو

۽ ڪامران اٿي ٻانهن مروٽيندو، پر ان جي بجاءِ سندس دل مروٽجي ويئي.
هوءَ ٻنهي هٿن سان دل کي پڪڙي ويهي رهي ۽ ڪامران پڻ پڻ ڪندو
ٻاهر نڪري ويو.

رحمت ۽ ڪامران جي شادي ڏهه سال اڳ ٿي هئي. پهريان چار سال
ڪن ۾ ڪامران مٿس ديوانه وار فدا هيو. پر ان بعد ويو ڪانئس پري ٿيندو.
هاڻي حالت اها هئي جو ڪامران وڏيڪ وقت آفيس ۾ گذارڻ لڳو ۽ راتين
جو ڪافي وقت ڪلب ۽ سئنيما ۾.

رات جو موٽندي ئي ڪامران ماني کائي وڃي بستري تي ڪرندو
هو. رحمت ساڻس ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندي هئي ته ٽڪ جو بهانو
ڪري ڪيس تاري ڇڏيندو هيو. هفتي جا ڇهه ڏينهن ته گزرندا هيا ائين،
پر وچڙيلن کي ملائيندڙ، مرادون پوريون ڪندڙ ستون ڏينهن جمع، سو به
هو سير شڪار ۾ صرف ڪري ڇڏيندو هو.

ڪامران، جو وقت گهر ۾ هوندو هو، سو رحمت لاءِ مصيبت جو
باعث هوندو هو. نوڪ جهوڪ، ڇهنگ ڦهنگ سندس هلندي رهندي هئي
۽ رحمت ويچاري سڀ ڪجھ پنهنجي صبر سان سهندي هئي. ڪيس اها ڳالھ
چڱي طرح ياد هئي ته پٽس وداع وقت چيو هيس، "پٽ هاڻي اسان جو حق
ختم. شاديءَ کان اول پيءُ جو گهر آهي ۽ ان بعد مڙس جو." چڱن جي
چڱي ڏيءَ هئي، ان ڪري چڱو ئي سوچيندي هئي. پور ته گهٽائي پوندا
هيس ته آخر ابو مانيءَ پور نه ڏيندو ڇا؟ واري انهن ويچارن ۾ پنجي ويندي
هئي ته ابو چوندو ڇا؟ هڪ اڌ دفعو خودڪشيءَ جو خيال به ڪيائين پر
پنهنجن ٻچن طفيل ۽ عزت کي ڏسي پنهنجي ويچارن کي دونهين وانگر
منتشر ٿيندي ڏٺائين.

هڪ ڏينهن رحمت سنجيدگيءَ سان ويهي ويچار ڪرڻ لڳي ته
منجهس ڪي اهڙيون اوڻايون آهن ڇا، جن جي ڪري ڪامران کانئس
نفرت ڪرڻ لڳو هو؟ هن محسوس ڪيو ته ٻارن ڄمڻ بعد فطرتاً سندس
توجه مڙس ڏانهن گهٽ ٿيو هو. شايد ڪامران جي بي رخيءَ جو سبب ئي
اهو هجي. ان خيال اچڻ بعد، رحمت ويهي هڪ پروگرام جوڙيو. ٻئي
ڏينهن ستين بجي نوڪر جي بجاءِ پاڻ چانھ تيار ڪري وڃي ڪامران کي
سندس ڪمري ۾ پهچائي. رحمت جي هٿ ۾ ٽري ڏسي ڪامران

مرڪڻ لڳو- هو سڄو ڏينهن موڊ ۾ رهيو. شام جو چڪي رحمت کي ڪٽي ڇاتيءَ سان لاتائين ۽ چوڻ لڳو تہ: "رحمت تون رحمت جو فرشتو آهين."

رحمت سمجهڻ لڳي تہ هن درد جو درمان هٿ ڪيو آهي- هاڻي هوءَ مڙس جي وڏون وڏ خدمت ڪرڻ لڳي- ڪامران ۾ بہ چڱو ڦيرو آيو. سڄو ڏينهن جمع جو گهر ۾ گذاريائين. رات جو بہ سويل اچڻ لڳو. بہ هفتا مس ائين گذريا هوندا تہ ڦرڪو ڦري ويو. 'ساڳيو لاتون ساڳيا چگهہ.' رحمت مٿي کي هٿ ڏيئي ويهي رهي.

اوچتو ئي اوچتو نئون انقلاب آيو. شهناز ڇا آئي، ڪامران جي طبيعت ئي بدلجي وئي. شهناز، ڪامران جي پراهين مائٽياڻي هئي، جا ان شهر ۾ ڪاليج ۾ داخلا وٺڻ آئي هئي. جيستائين ڪو گهر جو بلو ٿئي، تيستائين پنهنجي پاءُ سان گڏ اچي ڪامران وٽ رهي هئي.

هاڻي ڪامران ڏينهن جو گهڻو وقت ۽ سڄي رات گهر ۾ گهارڻ لڳو. ڏينهن ۾ بہ دفعا شيو ڪندو هيو ۽ گهمڻ جا ڪپڙا پهري بہ گهر ۾ ويٺو هوندو هو. ڪتاب، جي ڪامران جا گهر ۾ رفيق هوندا هئا، تن کي تہ هاڻي پڇندو بہ ڪونہ هو. هن تن منٽن لاءِ ڪو ڪتاب ڪڻندو هو تہ بيزار ٿي ڪٽي ڦٽي ڪندو هوس. يارن دوستن پهريائين تہ پنڌ ڪيا، پر بيماريءَ جا بهانا پڌي اچڻ ڪٽي بند ڪيائون. رحمت ڪامران جي زندگيءَ ۾ وڏو ڦيرو محسوس ڪيو.

هڪ ڏينهن رحمت چانهہ جو سامان کڻي ڊرائينگ روم ڏانهن پئي ويئي تہ هن جون اکيون دريءَ مان اوچتو ڪمري ۾ ڪنهي ويون، جيڪي ڪجهہ هن ڏٺو تنهن هن جي پيرن کي زمين سان جڙي ڇڏيو. هن ڏٺو ڪامران ڪتاب پڙهي رهيو هو ۽ شهناز پير پير ۾ وجهي ڏانهس وڌندي پي ويئي. رحمت جي ڏسندي شهناز صوفي جي پٺيان پهچي ڪامران جي هٿ مان ڪتاب ڪسي ورتو. ڪامران جي منهن تي ڪاوڙ ڊوڙي ائي. هن ڪتاب ڪسيندڙ کي ڪنڌ ورائي ڏٺو. اميدن جي خلاف رحمت جي بجاءِ شهناز کي ڏسي واڙو ٿي ويو. اوچتو ٽپ ڏئي اٿيو ۽ وڃي شهناز کي ٻانهن کان جهليائين ۽ لڳس ڪتاب ڪسڻ. ڪامران جي منهن مسڪراهٽ هئي ۽ شهناز جي وات تي ٽهڪ.

رحمت جا هٿ ڏڪڻ لڳا. ڪوبہ ۽ چانهہ دانيءَ جو ڪڙڪو ٿيو. رحمت جنهن وقت ڊرائينگ روم ۾ پهتي تہ ڪامران ڪتاب پڙهي رهيو هو ۽ شهناز پري ڪنڊ ۾ ويهي سوئيٽر اُڻي رهي هئي.

پريشاني لڪائڻ لاءِ پهريون سوال، جو رحمت جي زبان تي آيو، سو هيو، "اوهان اڄ سلوار ۽ سليمہ شاهي پهريندا نہ؟"

"نہ"، ڪامران جواب ڏنو، "مان سلوار تي بوٽ پائيندس. سليمہ شاهي ردي ٿي چڪي آهي."

"ردي" رحمت جي دماغ تي ڄڻ هٿوڙو لڳو. هن جون اکيون شهناز جي پريل بدن ڏانهن کڄي ويون.

# پريشان

"اها پريشاني ته وچڻ جي ئي نه آهي رئوف! ڪريم ورائيو، "زندگي نالو آهي پريشانين جو."

"تون ڀليل آهين ڪريم! پريشاني بذات خود ڪا شيءِ ئي ڪانه آهي. اها انسان پاڻ ئي ته پيدا ڪري. انسان پريشان ٿيڻ ڇڏي ڏئي ته پريشان ٿئي ڇو؟" رئوف جواب ڏنو.

"انسان جو خمير ئي پريشانين جو ٺهيل آهي. سندس ناهڻ ۾ خدا تعاليٰ مخالف عنصرن کي تربيت ڏني آهي. هوا جو ڪم آهي پريشان ٿيڻ ۽ پريشان ڪرڻ. ڪڏهن ڏٺو اٿئي هوا کي قرار؟ ڪڏهن هت ته ڪڏهن هُت. هوا گهلي مٽي، باهه ۽ پاڻي کي پريشان ڪري ڇڏيندي آهي. مٽي کي ئي وٺ، پريشان ٿي هوا جهڙي لطيف شيءِ کي ڪثافت جي چادر ٿي پهرائي. باهه سان ته سندس وير آهي. آدم ۽ ابليس جو قصو ته توکي معلوم آهي. وري پاڻي باهه جو دشمن آهي ۽ خاڪ جو ويري...."

"اها فلاسافي پاڻ وٽ قابو رک سقراط! تنهنجي خيال موجب هرڪا شيءِ پريشاني ۾ مبتلا آهي. آرام ۽ سڪون جو نالو دنيا ۾ آهي ئي ڪونه؟"

"اهو سچ آهي رئوف! دنيا ۾ سڪون آهي ڪٿي؟ هرڪا شيءِ گردش ۾ آهي. ٺهراءُ ته ڪنهن شيءِ ۾ آهي ئي ڪونه. هي نيوٽرون، هي پروٽرون، هي اليڪٽرون هميشه ڀيا هلن...."

"ڪريم! هاڻي بس ڪر، مون کي پنهنجين پريشانين ۾ ڀاڱي ڀائيوار نه ڪر..."

"سچ آهي دوست! هر انسان کي پنهنجي صليب پاڻ کڻي ئي کڻڻي آهي. مون کي پنهنجي صليب پاڻ ئي کڻڻ ڏي، يار!"

”ڪريم جڏهن انهيءَ ذڪر ڪئي. ٻڌاءِ ته سهي، تو شاهده سان ڳالهه ڪڏهن ڪئي؟“

”ها دوست! اهو ٻڌڻ جو ٻڌڻو ئي هئو. ڪڏهن نُور ۽ ظلمات، چڱائي ۽ برائي هڪ هنڌ رهيا آهن؟ لطافت ۽ ڪثافت جنم جنم جا ويري آهن. شاهده شاديءَ کان انڪار ڪيو يار!“

”پوئر ڪريم!“ رئوف ٿڌو ساهه کڻي چيو.

ڪريم ويچارو مڻ ماس جي، ڪٿي ٿي شاهده جهڙي ڀرپور عورت کي حاصل ڪري سگهيو. ايم- اي جي امتحان ۾ فيل، محبت جي امتحان ۾ فيل ۽ صحت ۾ ته ازل کان ئي فيل!

ساقي خاني جي ديوار بلغم جي نشانن سان تجريدي آرٽ جو شاهڪار پي نظر آئي. ڪمري ۾ چرس جو نيلو پيلو دونهون جا ٻجا ٿهليل هو. سندس مخصوص بوءِ گندگي، دونهين ۽ پگهر جي بوءِ سان گڏجي دماغ تي هٿوڙا پي هنيا.

”کنئون کنئون“ هڪ چرسي کنگهي رهيو هو.

”کنئون کنئون، آخ ٿو!“ ٻريان ڪنڊ ۾ هڪ چرسي بلغم ڪڍي رهيو هو.

ان کان پوءِ هر طرف کان کنگهڻ ۽ ٿڪڻ جو آواز پي آيو.

اهڙي ماحول ۾ هڪ پاسي کان ڇنل گودڙي ڍڪيل ڪريم پنهنجن پريشانين کي چرس جي دونهين ۾ گم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. ڪيس پنهنجو ننڍپڻ، اسڪول جا ڏينهن، ڪاليج جو وقت اکين اڳيان ڦرندا نظر آيا. بي- اي ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ اينڊ گولڊ ميڊلسٽ ڪريم ايم- اي ڪري نه سگهيو. هو زندگي جي امتحان ۾ ناڪام ٿي چڪو هو.

”هون!“ هڪ چرسيءَ سلفيءَ کي ڪريم ڏانهن وڌائيندي چيو.

ڪريم هڪ وڏو ڪش هنيو. ٻاهه جي هلڪي ڄڀي سلفيءَ مٿان نچي دونهين ۾ تبديل ٿي ويئي. هڪ هلڪي بوءِ فضا ۾ رقص ڪرڻ لڳي. چرس جي بوءِ- شاهده جي بوءِ! چرس ئي حقيقي شاهده آهي! يا شاهده ئي حقيقي چرس؟ ممڪن آهي ٻئي هڪ هجن. ڪين محسوس ڪري سگهجي پيو، پر جڏهن ڪين اندر ۾ وهارڻ جي ڪوشش ڪئي پي

وني ته هو ڊونهون تي پيو ويا ۽ وات، نڪ، اکين ۽ ڦڦڙن تي هڪ اثر ڇڏي پئي ويا. برو اثر!

....

"ڪنئون ڪنئون- سسٽر! مان مران ٿو!" هڪ مريض ڪنگهندي چيو.

"نه ٻاءُ! دل نه لوڙهه. تون ٺيڪ ٿي رهيو آهين، هيءَ گوري وٺ، چوسڻ سان آرام اچي ويندءِ."

"ڪهڙي نه چڱي آهين سسٽر! خدا توکي خوش رکي، تنهنجي دل جون مرادون پوريون ڪري. سسٽر شاهده! توکي گهڻا ٻار آهن؟"

"مون کي گهڻائي ٻار آهن ادا."

"گهڻا سسٽر؟" ٻي مريض ڪنگهندي پڇيو.

"گهڻا... توهان سڀ منهنجا ٻار آهيو. مان دنيا ۾ اڪيلي نه آهيان.... اڪيلي نه آهيان..." شاهده جذبات جي ڌارا ۾ وهندي چيو.

"سسٽر!"

سسٽر هڪ طرف هلي ويئي. اڪيلائي ۾ سندس اکين مان ٻه لڙڪ لڙي پيا.

ايڪس ري صاف آهي. سندس ڦڦڙ بيڪار ٿي چڪا آهن. منهنجي صلاح آهي ته ڪيس سينيٽوريم ۾ داخل ڪرايو. گهر ۾ رهڻ ڪري سندس پرگهور چڱيءَ طرح ٿي نه سگهندي ۽ **ان** ڪان سواءِ ٻين ٻارن کي ڇوت لڳڻ جو خطرو پڻ آهي. مسٽر ڪريم **کي بيماري** گهر ڪري ويئي آهي. سندس بچڻ جي اميد مڙيوئي گهٽ آهي. **معجزا** ٿي سگهن ٿا. ان ڪان سواءِ اڄ دوائون ۽ مڪينڪل ذريعا اهڙا **آهن، جو** نااميديءَ جي اونده ڪان اميد جي روشني وڌيڪ آهي. پر هي سڀ **ڪجهه** سينيٽوريم ۾ ئي سگهي ٿو.

ڪريم کي سينيٽوريم ۾ داخل ڪرايو ويو.

"سسٽر شبانه! هي دوا ائين نمبر کي پياري **اچو**.

"ڇو سسٽر شاهده! اوهان هميشه ائين نمبر وٽ وڃڻ کان ڪيائينديون آهيو؟"

"مون کي هن جون ويران اکيون تڪليف ڏينديون آهن سسٽر!

"عجب آهي! نرس کي ايڏو حساس ته نه ٿيڻ گهرجي شاهده."

"مون کي افسوس آهي سسٽر! پليز هيلپ مي."

سسٽر شبانه شاهده جي هٿن مان دوا وٺي مريض تائين پهتي ۽ ڏانهس وڌائيندي چيائين، "دوا آندي اٿم؛ اٿي پيئو."

"بيڪار آهي سسٽر! مان دوا جي اثر کان گهڻو اڳي وچي چڪو آهيان."

"اوهان غلط آهيو، مسٽر! گراف ٻڌائي رهيو آهي ته اوهان جي طبيعت مسلسل سڌري رهي آهي."

"هي ٿلها دلاسا آهن، سسٽر! خير مون کي دوا ڏيو."

"هاڻي ڪجھ آرام ڪريو." دوا پيارڻ بعد سسٽر شبانه چيو.

"آرام؟" مريض پٽڪيو.

مريض جي اکين ۾ هڪ خاص چمڪ پيدا ٿي ۽ سندس چپن تي اڻ لکي مرڪ- مرڪ جنهن ۾ سوين شڪوا، هزارين شڪايتون ۽ لکين پريشانيون لڪل هيون. پريشانيون جن جو انت هو نه شمار.

تون سچ ٿي چوين، سسٽر شاهده! اهي اکيون اداس ڪري ٿيون ڇڏين. شايد مريض کي پنهنجي حالت جو پورو پتو آهي. ان مريض ۾ الائي آهي ڇا؟ ائين محسوس ٿو ٿئي ته ڄڻ هو ڄاڻ فضا ۾ تحليل ٿي ويندو ۽ دونهين وانگر پريشان.

"پريشان!" سسٽر شاهده دستور کان وڌيڪ وڏي آواز ۾ چيو.

"مان پريشان آهيان سسٽر! مان چاهيان ٿو ته مون ۾ ايتري طاقت هجي ها جو رڙهي اوهان وٽ پهچان ها."

شبانه وڏي مريض وٽ آئي ۽ چوڻ لڳي، "اوهان گهڻو ٿا ڳالهايو مسٽر! اوهان کي وڌ ۾ وڌ آرام ڪرڻ گهرجي."

"آرام؟ دنيا ۾ آرام ڪٿي آهي سسٽر!"

"اوهان کي ننڊ ڪرڻ گهرجي پائو!" شبانه نرمائي سان چيو.

"ننڊ؟ ڪاش! مون کي ابدي ننڊ اچي سسٽر!

.....

"سسٽر شبانه، هن وارڊ ۾ هڪ ٻي به ته نرس آهي؟ مون اها ڏٺي ئي ڪانه آهي. اوهان جي غير حاضريءَ ۾ به ڪڏهن هو مون وٽ ڪانه آئي

آهي. اوهان نہ هونديون آهيو تہ منهنجو پاسو بہ وارڊ بواءِ اچي اٿلائيندو آهي ۽ دوا بہ اهوئي ڏيندو آهي. اهو ڪيڏو نہ ظلم آهي سسٽر! مان ڪيس محسوس ڪري سگهان ٿو، مگر هن کي ڏسي نہ ٿو سگهان. مان سندس بوءِ محسوس ڪري سگهان ٿو، پر ڪيس ڇهي نہ ٿو سگهان. هتي هوندي بہ هوءَ مون کان ڪافي دور آهي. دل چاهي ٿي تہ هي ڏنڌلائيندڙ اکيون ڪيس هڪ دفعو وري ڏسن."

"پاڻ نہ ٿڪاءِ ياءُ! ڪجھ آرام ڪر."

"مان ٿڪجي چڪو آهيان، زندگيءَ جي ڊوڙ مون کي ختم ڪري ڇڏيو آهي. مان آرام ڪرڻ چاهيان ٿو، پر آرام آهي ڪٿي؟"

هي جوهر، هي سالم مرڻ بعد بہ پريشان ٿيندا ئي رهندا... ٿيندا ئي رهندا... ٿيندا ئي رهندا...."

"خدا جي واسطي خاموش ٿيءُ."

"مان مري رهيو آهيان،" ڪريم جهيڻي آواز ۾ چيو.

"منهنجون طاقتون ختم ٿي رهيون آهن. رڳو.... هوءَ.... مون وٽ هجي.... جيئن مان.... آرام سان ساهہ.... ڏئي.... سگهان."

"ڪريم!" شاهده اڳتي وڌي آئي.

"شاهده! مون هتي اچڻ سان ئي توکي محسوس ڪيو هو. شاهده! منهنجون اکيون بي نور ٿي چڪيون آهن، مان توکي ڏسي نہ ٿو سگهان!" (ڪنگهندي) "توکي محسوس ڪري سگهان ٿو."

"سسٽر شبانہ! ڊوڙي وڃي ڊاڪٽر الياس کي وٺي اچ."

شاهده جي آواز ۾ درد هو.... التجا هئي.

"بيڪار آهي شاهده!" ڪريم ڪنگهندي چيو، "مون کي ڪجھ چوڻ ڏي." (سهڪو) "وقت ٿورو آهي." (ڪنگھ).

"رئوف منهن جو.... دوست هو. گهاٽو دوست ۽ رقيب بہ." (سهڪو)- "هن توسان شادي ڪئي- (سهڪو)- "مون کي افسوس ڪونہ ٿيو، پر (ڪنگھ) هن نالائق... توکي (زور سان سهڪڻ جو آوز).... توکي.... طلاق ڏئي مون کي پريشان ڪري ڇڏيو. (زوردار ڪنگھ جنهن

# آسائتي

ڪاري ڏامر جي سڙڪ ڪنهن نہ ختم ٿيندڙ سلسلي وانگر 'وڳڻ' کان 'واره' وچي رهي هئي. سندس مٿاڇرو اونهاري جي اسائيندڙ اُس ۾ تپي گرم هوا جا ڦيڪا فضا ۾ ڇوڙي گرميءَ ۾ اضافو آڻي رهيو هو. هن رستي جي ٻنهي طرفن ٽوٽ ۽ لوٽ زمين آسائتين اکين کي اجا بہ اُجائي رهي هئي. سڙڪ تان لارين ۽ ٽرڪن جا راڪاس دانهون ڪندا، ڏيل ڏڪائيندا هيڏانهن هوڏانهن پئي ڊوڙيا ۽ پنهنجي پٺيان دونهين ۽ مٽيءَ جا طوفان ڇڏيندا پئي ويا.

لاڙڪاڻي کان واره جو سفر جهڙو آهي ٿڪائيندڙ، تهڙو آهي بي رونق. ٽن ڪلاڪن جي بوريت وري بہ 'وڳڻ' ۾ ڪي قدر گهٽ ٿئي ٿي. هن هند تي لاريون ۽ بسون مڙيوئي اڌ ڪلاڪ کن ترسنديون آهن، جن مان مسافر لهي ڪَرَ موڙي پر وارين هوٽلن تي اونهاري جون ٿڌيون بوتلون ۽ سياري ۾ چانھ جون چسڪيون وٺي تازا توانا ٿي وري اڳتي روانا ٿي ويندا آهن.

وڳڻ کان پوءِ لارين جي ٻي منزل آهي 'لالورانوڪ' جتي پنج منٽ کن ترسي وري اڳتي ڏوڪينديون آهن، پنهنجيءَ منزل مقصود ڏانهن. لالورانوڪ کان ٻن فرلانگن تي جڏهن اسان جي لاريءَ جي رفتار ۾ ڪمي آئي تہ مون کي ڪُتڙيون وٺي ويون. لاري سڙڪ جي ڪناري بيٺل ڪبڙ جي وڻ وٽ اچي بيٺي. وڻ هيٺان هڪ ننڍڙيءَ عمر وارو فقير هڪ هٿ ۾ جست جو وڏو وٽو جهليو بيٺو هو. هن جي عمر ٻارنهن ورهيہ مس هئي.

لاريءَ جي بيهڻ سان هن جي منهن تي رونق ڊوڙي آئي. هن جون بي نور اکيون چمڪي پيون. پنهنجو وٽو وڌائي لاريءَ جي لڳ اچي لنگهيو. ڪنهن پنج پيسي اڇلي تہ ڪنهن ڏھ پيسي. نہ ڪجھ ڪيچيائين ۽ نہ

ڪجھ پڇيائين. دعا جا ٻہ اکر ٻہ زبان تي ڪونہ آندائين. لاريءَ کان پري تي ويٺو. نااميديءَ ۾ ڏک جو پتلو. هڪ ڌڌڪو آيو ۽ لاري هلڻ لڳي.

'واره' مان واپس ورندي منهنجيون اکيون ڪبڙ جي هيٺان ڪنهن ڪي ڳولي رهيون هيون، پر هو اُتي موجود ڪونہ هو.

ڪجھ ڏينهن کان پوءِ وري واره وڃڻ ٿيو. ڏسڻ لاءِ تہ هو اتي آهي يا ڪونہ. منهنجيون اکيون ڪبڙ ڏانهن کڄي ويون. هو اتي ويٺو هو. سراپا انتظار. لاري هڪ ڌچڪي سان بيهي رهي. فقير لاريءَ ڏي وڌيو؛ اڄ بہ هن جي بي نور اکين ۾ اميد جي تروري جي جهلڪ موجود هئي. وٽس ۾ پيسن ڪرڻ جو چمڪو عجيب پئي لڳو. دري مان ڪنڌ ڪڍي ڏٺم. ڪافي ڪجھ ملي چڪو هوس. مون کي پڪ ٿي تہ فقير اڄ ايترن پيسن ملڻ تي خوش ٿيندو، پر لاريءَ هلڻ وقت ڏٺم تہ هو هميشہ وانگر نااميديءَ جو پتلو پئي نظر آيو.

ڌنڌي سانگي انهن ڏينهن مٿيو ئي پيو واره وڃڻ ٿيندو هو. ڪبڙ هيٺان هميشہ اندو چوکر آسانتو ٿيو ويٺو هوندو هو. لاريءَ جي هلڻ وقت هن جي آس نراسائيءَ ۾ بدلجي ويندي هئي.... الائي ڇو؟ عام طرح مان واره پهرينءَ لاريءَ ۾ ويندو هوس، جيئن شام موٽي پڇڙن سان اچي سگهي ٿيان.

هڪ ڏينهن پهرين لاري نڪري وئي، ان ڪري ٻيءَ لاريءَ ۾ روانو ٿيم. لالورانوڪ کان لاري هلي تہ مون ڪٿي اکيون رستي ۾ کپايون. اڄ ڪبڙ اڪيلو هو. پوءِ معلوم ٿيو تہ هو صرف پهرئينءَ ئي لاريءَ تي ايندو هو.

ٺيڪو، جنهن ڪري مون کي واره وڃڻو پوندو هو؛ پورو ٿي چڪو هو. حساب ڪتاب سمجهي پائيوار ڏانهن باقي ڪري ڇڏيوم هوم. انهيءَ وصوليءَ لاءِ پنڌ پيا پوندا هئا. ڪن ٻين ڪمن ڪارڻ ۾ ايترو تہ مصروف رهيس جو مهينن کان پوءِ واره وڃڻو پيو. پائيوار وعدو بہ ان ڏينهن جو ڪيو هو. لالورانوڪ کان لاري هلي تہ منهنجيون اکيون وري ڪبڙ کي ڳولڻ لڳيون، اڪيلو ڪبڙ موجود هو، فقير ڪونہ هو. لاري اتي نہ بيٺي ۽ ڌڌڙ ۾ دونهين جا بادل ڇاهيندي، ڪبڙ کي پوئتي ڇڏيندي واره وڃڻ لڳي. اتفاق سان مون کي ڊرائيور جي ڀر واري سيٽ ملي ويئي هئي. ڪبڙ

کان اڳتي لاري هلي ته ڊرائيور کان پڇي ويٺس:

"ادا! اڄ فقير ڪونه هو؟"

هن رستي تان اکيون هٽائي مون ۾ ڪٽي ڪپايون ۽ چيائين: "مري ويو."

منهنجي بدن مان سيسرات نڪري ويا.

پڇيومانس: "ڪڏهن؟" چيائين: "پريو مهينو اچي ٿيو اٿس." افسوس جو اظهار ڪيم.

ڊرائيور پڇيو: "اوهانجو واقف هو ڇا؟" ڪنڌ ڌوڻي انڪار ڪيم.

چيومانس: "واره ويندي واٽ تي ڏسندو هومانس، اڄ ڪونه هو، ان لاءِ پڇيم. ويچارو ڪهڙيءَ آس سان پيو لارين کي تڪيندو هو!"

"ان جو به ڪو سبب هو." ڊرائيور ڳالهايو.

"ڪهڙو؟" مون پڇيو.

گاڏي 'ڪنڊي' وٽ پهچي چڪي هئي. لالورانوڪ ۽ واره جي وچ ۾ ڪنڊو نالي هڪ اسٽاپ آهي، جتي بسون اچي بيهنديون آهن. ٻه ٽي ماڻهو مڙيوئي پيا لهندا چڙهندا آهن. ڪنڊي مان گاڏي هلي ته ڊرائيور سگريٽ کي سوٽو هڻي چوڻ لڳو: "انوءَ جو داستان ڏاڍو درد ڀريو آهي."

"انو ڪير؟" مون ڪائونس پڇيو.

"سائين! انهيءَ فقير جو نالو انو هو. شروع ۾ ته نه انڌو هو ۽ نه وري پنڻ لاءِ ئي ايندو هو. آسائتو هو. ڪا آس رکي اچي اتي بيهندو هو.

آس پوري ٿيندي نه ڏسي هو نراس ٿي واپس ورندو هو. 'انو' منهنجي استاد جو پٽ هو. هيءَ ڊرائيوري انهيءَ استاد سيکاري آهي، استاد جو ڳوٺ به ڪبڙ سان لاڳيتو آهي. سڌ پئي ته ٽي، انهيءَ ڪري سڏبوئي ڪبڙ آهي."

"تنهنجو استاد جيئرو آهي؟" مون ڪائونس پڇيو.

"نه" ڊرائيور جواب ڏنو.

ڊرائيور لاريءَ کي بريڪ لڳائي. سامهون مينهن جو ڌڻ رستو پار ڪري رهيو هو. هاڻي ڌڻ رستي کان پار وڃي چڪو هو. ڌڌڪي سان لاري وري هلڻ لڳي. ڊرائيور سگريٽ جو پويون سُوٽو هنيو ۽ ٽوٽو دريءَ کان ٻاهر اڇلائي ڇڏيو. ٿورو ڪنگهيو ۽ چوڻ لڳو:

"سائين: سمورو داستان دل کي ڏکوئڻ جهڙو آهي. ٻڌندؤ ته اکين ۾ پاڻي ڀرجي ايندو. منهنجي استاد سان ظلم ٿي چڪو آهي."

"اهو ڪيئن؟" مون بيچينيءَ مان پڇيو.

لاري واٽر ڪورس ٽپي هاءِ اسڪول وٽ پهچي ويئي هئي. ڊرائيور بريڪ هڻي لاريءَ کي رستي جي هڪ طرف بيهاري ڇڏيو. واره اچي ويئي هئي، مسافر لهڻ لڳا. ڊرائيور ڪان موڪلائي مان پانيوار وٽ ويس. هو زمين تي ويل هو، شام جو گهر پهتو. حساب سمجهي چڪتو ڪيائين. اسٽنڊ تي پهتس ته لاري هلي چڪي هئي. مان پنيان سڏ ڪيا، جي منشيءَ ٻڌي ورتا ۽ لاريءَ کي بيهاريائين، جيڪا ٽپ ڀريل هئي. منشيءَ چيو ته ڪٿي اٽڪي پئو. ڊرائيور جي نظر مون تي پنجي وئي، سڏ ڪيائين ۽ پنهنجي ڀرسان ٽول باڪس تي گدي رکي مون کي وهاريائين. هيءَ ساڳي لاري هئي، جنهن ۾ صبح آيو هوس. ڊرائيور سگريٽ جو پاڪيٽ ڪڍيو، مون کي صلاح ڪيائين. ان بعد هڪ سگريٽ وات ۾ وجهي هڪ هٿ سان تيلي ٻاري ان کي دکايائين ۽ پوءِ انوءَ جو اڌورو داستان شروع ڪيائين.

"سائين! منهنجي استاد جو نالو محمد رمضان هو. مان وٽس ڀرتيائين ڪلينر هوس، دل جو ڏاڍو صاف ۽ سچو هو. رڳو ڇهن مهينن ۾ ئي مون کي پڙ ڪري ڇڏيائين."

"انو هن جو اڪيلو پٽ هو. جنهن سان استاد جي ڏاڍي محبت هئي. استاد ۽ مان صبح جو لاڙڪاڻي کان هلندا هئاسين ۽ شام جو واره کان واپس ٿيندا هئاسين. ان وقت هونديون هيون رڳيون ٻه لاريون. هڪ رات جو اچي واره بيندي هئي ۽ ٻي هئي اسان جي. رات اسان کي لاڙڪاڻي پوندي هئي. مالڪ هئا لالچي، مهيني ماسي ايلازن ۽ منٿن سان مس هڪ رات گهر ۾ رهڻ جي اجازت ملندي هئي ته ڳوٺان ٿي ايندا هئاسين.

صبح جو جنهن وقت اسان جي لاري ڪبڙ وٽ پهچندي هئي ته اتي انوءَ کي اگهه ئي بيٺل ڏسندا هئاسين. هن جي هڪ هٿ ۾ مانيءَ جي ڳنڌ هوندي هئي ۽ ٻئي هٿ ۾ لسيءَ جو جهارو. ان وقت انوءَ جي عمر ڇهه ورهيه کن مس هئي. اهڙيءَ طرح استاد ۽ انوءَ جي روز پئي ملاقات

تيندي هئي. استاد ماني کولي مون کي سڏ ڪندو هو. ٻه ٽي چڪ هو هڻندو هو ۽ ٻئي چڪ مان. لسي پي تازا توانا ٿي اڳتي روانا ٿي ويندا هئاسين. وچڻ کان اول منشي انوءَ کي ٻه ٽي آنا ڏيو ويندو هو. هڪڙي ڏينهن ڪيڙ وٽ پهتاسين ته ڏٺوسين ته اتي انو ڪونه هو. ان جي بدران هن جو مامو ماني جهليو بيٺو هو. ان مان معلوم ٿيو ته انو بيمار ٿي پيو آهي. استاد لاريءَ کي ڇڏي انوءَ جي خبرچار لهڻ لاءِ گهر ويو. جلد ئي موٽي آيو، ٻڌايائين ته: انو غش لڳو پيو هو. ڳالهايائين به ڪونه. ماني نڪتي اٿس. استاد جي انوءَ سان اها آخري ملاقات هئي..."

منهنجو انتظار وڌندو پئي ويو. سموري قصي کي ٻڌڻ لاءِ بيقرار هوس. ڪندي وٽ پهچي چڪا هئاسين. مجبوراً ڊرائيور کي ڳالهه روڪڻي پئي.

اڄ ڪندي ۾ گاڏي ڪجهه وڌيڪ ترسي. اٺ ڏهه ماڻهو انتظار ۾ بيٺا هئا، جن کي ويهڻ لاءِ جڳهه نه پئي ملي. ڪن لاريءَ جي مٿان وهاريو ويو. منشيءَ لاريءَ جي سائيڊ کي ٻه ڌڪ هنيا ۽ لاري رڙهي. مون کان انتظار سٺو نه ٿيو، ڊرائيور کي چوريم:

"اها پلا انوءَ جي تنهنجي استاد سان پوئين ملاقات ڪيئن ٿي؟"

"ٻئي ڏينهن استاد جو خون ٿي ويو."

بدن مان ڌرڙي نڪري وئي، پڇيم: "ڪيئن؟"

"ٻئي ڏينهن استاد جو وڳڻ وٽ هڪ ٽرڪ ڊرائيور سان جهڳڙو ٿي پيو. 'تون ڇا'، تون ڇا مان وڃي، هٿن ٻڌجين پيا، اُتي جو ٽرڪ جو ڪلينر، سو ٽرڪ مان لوهو هينڊل ڪڍي استاد کي مغز ۾ وهائي ڪڍيائين. اسين پهچون ئي پهچون؛ تنهن کان اڳ ئي استاد ڪري پيو. ڌڪ هنڊائتو هو، چڙهيون ئي ٻه هنيائين. انوءَ انهيءَ وچ ۾ بيمار هو. پيءُ جي موت جي ڪيس خبر ئي نه پئي، ڪنهن به ساڻس اها ڳالهه ڪانه ڪئي. اڪ ڪوليائين ته پيءُ جي پڇا ڪيائين. اڪ ڪهڙي ڪوليائين، مانيءَ ۾ ويچارو پئي اکيون وجائي ويٺو هو. پيرن پرو ٿيو ته ضد ڪرڻ لڳو ته ابي ڏي ماني کڻي ويندس. ماڻس روڪيس ته مٿي پاڻي وجهه، پوءِ ماني کڻي وڃجانءِ. پر هو هڪ تي ٿي بيٺو. لاچار ماڻس ماني پچائي ڏنس؛ جو هو کڻي مامي سان گڏجي اچي ڪيڙ هيٺان بيٺو. لاري آئي،

اندين اکين ڪنهن کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي. اڌ ٻوڙا ڪن 'انو پٽ' ٻڌڻ لاءِ آتا هئا، پر استاد ته حورن جي هنج ۾ هو. اسان سائنس ڪورڙ ڳالهايو ته استاد ڪراچيءَ ۾ مال وٺڻ ويو آهي، موٽي ايندو. وچڻ وقت منشيءَ انوءَ جي هٽ تي اٺ آنا رکيا..."

هلندي واٽ تي هڪ همراه هٿ ڏيکاريو. ڊرائيور بريڪ هنئي، لاري بيهي رهي. مسافر مٿي وڃي ويٺو. منشيءَ لاريءَ کي ٻه ڌڪ هنيا ۽ لاري وري هلڻ لڳي. ڊرائيور کنگهي وري ڳالهه شروع ڪئي.

"انو پوءِ روز اچي کبڙ وٽ ويندو هو. اسين به روز پيا کيس دلاسا ڏيندا هئاسين. منشي روز ٻه چار آنا هن جي هٽ تي رکندو هو. ڪجهه ڏينهن ماني آندائين، تنهن کان پوءِ جست جي وٽي ۾ رڳي لسي آڻيندو هو. جيڪا منشي ۽ مان پيئندا هئاسين. گهڻا ڏينهن ته انوءَ پيءُ جي پڇا ڪندو رهيو، پر پوءِ پڇڻ به ڇڏي ڏنائين. انهيءَ وچ ۾ انوءَ جي ماءُ به مري ويئي."

هاڻي هو لسي به نه آڻيندو هو. پر وٽو سو سندس هٽ ۾ هوندو هو. لاري ايندي هئي ته آسانڻ قدمن سان اڳتي وڌندو هو. ماٺهو هن جي وٽي ۾ ڪجهه نه ڪجهه اڇلائيندا هئا. اهڙيءَ طرح انوءَ پريا ڇهه سال ايندو رهيو. آخر گذريل مهيني مدي جو بخار ٿي پيس، هفتو به نه ڪڍيائين، فوت ٿي ويو. پر سائين! ڏسو، نينگو مرڻ وقت به ائين چئي ويو ته: "منهنجو مڙه ان کبڙ هيٺان پورجو، جتي بابي جي لاري بيهندي آهي."

"پوءِ؟" مون خيالن ۾ گم ٿيندي پڇيو.

"هو اتي ئي پوريل آهي." ڊرائيور روئڻ هارڪو ٿيندي چيو.

کبڙ وٽان لنگهندي منهنجيون نظرون ان ڏانهن کڄي ويون. "هو اڪيلو نه آهي، هن جي هيٺان جيڪا قبر آهي، سا اچاتائين "انو پٽ!" ٻڌڻ لاءِ آسائتي آهي."

# وڏي حويلي

"چاليهه ڏينهن مئي کي به ڌرتي جاءِ نه ڏيندي آهي. تون ته جيئرو آهين." نواز مون کي آٿت ڏيندي چيو: "نئون شهر آهي ۽ نوان ماڻهو. ڀرپاسا ته کاڻ پيو ايندءِ، پر جيئن جيئن وقت ويندو گذرندو تيئن تيئن لاڙڪاڻو تنهنجي رڳ رڳ ۾ رچي ويندو ۽ پوءِ....."

"۽ پوءِ؟" مون لقمو ڏيندي نواز کان پڇيو.

"۽ پوءِ گهڻن وانگر تون لاڙڪاڻي ۾ گم ٿي ويندين!"

۽ جڏهن گرميون آيون. اپريل ۾ ئي من منجهڻ لڳو. مئي ته جنسي ڪاڙهو هو. ۽ جڏهن انب پچڻ لڳا..... ۽ جڏهن ساريون پچڻ لڳيون....

هيئنرءَ سنڌ جي رهاڪوءَ، جنهن سال ۾ گرمي رڳا ڪي هفتا ڏٺي هجي، سو لاڙڪاڻي جي گرميءَ جي ڪوري ۾ پچندو پڄرندو هجي تنهن کي چاليهه ڏينهن ته ڇڏيو، چاليهه سال به هي شهر جيءَ ۾ جاءِ نه ڏيندو، ان ۾ گم ٿي وڃڻ ته رهيو الڳ. پر هڪ ڳالهه هتان جي گرميءَ ۾ البت عجيب نظر آئي، جا نه ڪراچيءَ ۾ محسوس ڪئي هيم ۽ نه وري حيدرآباد ۾ جڏهن بدن جو سارو عرق گرمي سبب نچوڙجي جسم جي مسامن مان ٿيندڙيون ڪري پاڻ سان•غلاظتون سميٽي وهي ويندو هو، ته هڪ طرح جي عافيت ۽ آرام جو احساس ٿيندو هو. اهڙو احساس جنهن جو بيان ئي نه ٿو ڪري سگهجي.

بنا بستر واڻ جي کٽ تي پاسا ورائيندي پگهر ڳاڙهيندي شام جو جڏهن اٿيم ۽ غسلخاني ۾ هئنڊپمپ مان ٻه بالٽيون پاڻيءَ جون بدن تي وجهي لتا پائي ٻاهر نڪتس ته پاڻ کي اهڙو هلڪو ڦلڪو محسوس ڪيم جهڙو گيس ڀريل ڦوڪڻو. پير ئي نه پئي ڌرتيءَ تي ٽڪيا.

مون کي لاڙڪاڻي آئي ست مهينا ٿيا هئا. ان دوران ٿي جڳهيون مٽايون هئم. هندن جون ٿهيل جايون. ڳڻن ۾ ڪڏيون، من پٺي موٽجھ ٿيو. اتي بہ نواز پهچي پيو. چيائين، "عارف لاڙڪاڻي جون جايون اِجھو اهي اٿئي. البت وڏي حويليءَ ۾ رهڻ تہ ٻي ڳالھ آهي."

پڇيومانس، "وڏي حويلي ڪٿي آهي؟"

ڪلي ڪٿي ماٺ ڪيائين. سوچيم وڏي حويلي متان ڪو مقامي محاورو هجي. ائين تہ نہ آهي تہ ڊسٽرڪٽ جيل جو ڏس ڏنو هجي. نواز سان اهڙو رستو تہ نہ هو منهن جو!

هڪ ڏينهن ستار پنهنجي گهر جو ڏس ڏيندي ٻڌايو تہ اهو وڏي حويليءَ جي وٽ ۾ آهي. ستار سان ملڻ ويس تہ ٻاهر کان وڏي حويلي ڏٺم. ٻاهران ئي ٻانيي ويس تہ اندر ڇا هوندي. ستار ٻڌايو، "اها جاءِ سيٺ سهجرام ڪيمچنداڻي ٺهرائي هئي. وڏ اُکيو ماڻهو هو. پٽ ۽ پوٽا، ڏيٺر ۽ ڏهنا ڪول ڪيون ويٺو هو. جاءِ بہ مڪ مان ٺهرايائين پر ويٺو رڳو ادائي سال. ورهاڱو ٿيو تہ جاءِ کي ٻاهران ڪلف هڻي ڀارت هليو ويو. ڀاڙي اوڙي وارن کان پيو گهر ۽ شهر جو حال پڇندو هو. بابي مرحوم سان هنس ياري، پر آهستي آهستي خط ۾ وٺي وٺي پوندي. آخر بند ٿي ويا."

چُنو ولد مُنو کي جاءِ ملي ڪليم ۾. ڪليم بہ الائي گهٽي جو هو. سچو الائي ڪوڙو. خبر خداءِ کي. ڏئجي پيو. جاءِ تہ پنهنجيءَ جاءِ تي پر جيڪا ان مان مَڏي مليس تنهن تہ اَڏي ڇڏيس. ڇا مليس؟ ٻاسي ئي نہ ٿو. هاڻي هو وڏيءَ حويليءَ جو مالڪ ٿيو ويٺو آهي. آهي بہ اڪيلو سر، ٻجاءِ ئي نٿو ڇڏي. ڏوڪڙ بہ جهجها ٿا ملنس. خيال اٿس تہ شايد اندر ڪو خزانو پوريل آهي."

اتفاقاً ٻي آچر تي چنو ولد منو سان گهاڙ واهہ تي اوچتي ملاقات ٿي. انهين ڏينهين جمعي جي بجاءِ آچر تي موڪل ملندي هئي. تازي پاس ڪدائي هئم ... ءَ جي شڪار جي. فائبر گلاس جي ڇڙي ڪٺي موڪلن ۾ وڃي ويهندو هوس گهاڙ واهہ جي ڪناري تي. ڪڏهن بہ تہ

ڪڏهن تي ڏيرا ملي پوندا هئا. پاڻ به ڪائيندو هئس ۽ پاڙي وارن کي به پهچائيندو هئس.

اهڙي آچر تي هڪ مختصر ماڻهو اچي منهنجي پر ۾ ويٺو. ڪڏهن مون واري چڙيءَ کي پڻي ڏنائين، ڪڏهن ان ۾ لڳل چمڪندڙ پتل جي چرخيءَ کي ۽ وري ڪڏهن سندس اکيون وڃي پيون ڪتيون رنگارنگي فلوٽ ۾، جو پاڻيءَ جي لهرين تي پڻي هيٺ مٿي ٿيو. هن جي ويهڻ جي انداز ۽ ڏسڻ جي نموني مان محسوس ڪيم ته يار به مون وانگر خبطي هو. ايتري ۾ فلوٽ پاڻيءَ تي هيٺ مٿي ٿيڻ لڳو. منهنجو سمورو توجه وڃي ان ۾ ڪتو. فلوٽ مُني حصي ڪان مٿي پاڻيءَ ۾ گم ٿي چڪو هو ۽ اجا به اندر ڇڪجيو پئي ويو. سَٽ ڏنم. ايئن محسوس ٿيو ته ڪُنڍي وڃي ڪنهن پٿر ۾ اٽڪي. هڪ وڏو هنداڻي جي سنگ جهڙو ڳاڙهو ڏيرو پاڻيءَ مان چار فوٽ کن مٿي اُڇلي ڇپ ڪري وڃي پاڻيءَ ۾ ڪريو. چرخي زر زر ڪري کُلڻ لڳي. پلاسٽڪ جي مضبوط ڏور هلڻ لڳي، ڏه فوٽ، پندرهن فوٽ، ويه فوٽ. باقي وڃي ڏهاڪو فوٽ ڏور چرخي تي رهي هئي ته مڇيءَ جي رفتار ۾ ڪجھ ڪمي آئي. مناسب وقت تي مان آهستي آهستي ڏور لپيٽڻ لڳم ته اوچتي زوردار ڇڪ آئي، ڏور ته سڄي کلي ويئي، پر ساڳي وقت چڙي نمي ٻيٽي تي ويئي. مان ائين پئي محسوس ڪيو ته جي ڇڪ ايتري زور سان جاري رهي ته چڙي منهنجي هٿ مان ڇڏائجي ويندي.

اندر جو وحشي انسان اڀري آيو هو. پٺي جي پيڙا ۽ تڪليف ڏسي جو اندر کي آرام ايندو آهي، سو محسوس ڪرڻ لڳس. شڪار اج پيٽ پرڻ لاءِ ته ڪونه ٿو ڪجي، ان جي پٺيان پراڻي زماني جي جنگين ۽ رت چاڻ جو جذبو ڪارفرما هوندو آهي. مان پنهي هٿن سان چڙيءَ کي چنبڙي پيس. منهنجي پور پور مان پگهر نڪري پيو. هٿ آلا ٿي ويا. مڇي زندگي بچائڻ لاءِ تڙپي رهي هئي، ۽ مان پنهنجي ذوق جي تسڪين لاءِ چڙيءَ کي جهٽيو پيو هوس. پتو نه آهي ته ڪيترو وقت هيءَ جدوجهد

جاري رهي. آخر تڪجي تنجي مڇيءَ ڪٽي پاڻ ڇڏيو. هاٿي هوءَ آهستي آهستي ڇڪجي ڪناري ڏانهن اچي رهي هئي. جڏهن ويجهي پهتي ته نه هيس ست ۽ نه ساهه. هاٿي هن جو پيٽ متي هو ۽ پني هيٺ. منجهس ڪانهه ڇرير موجود ڪانه هئي، سواءِ سندس ڪلين جي، جي آڪسيجن حاصل ڪرڻ لاءِ کُلي ۽ بند ٿي رهيون هيون. ماگ تي پهچڻ بعد جا حالت مسافر جي ٿيندي آهي سا منهنجي هئي. ٽنگون ڏڪي رهيون هيون ۽ بدن نستو ٿيندو پئي ويو. ان مختصر ماٿهوءَ مون ڏانهن ڏٺو، مان ڪنڌ سان هاڪار ڪئي، هن پنهنجي هٿ پاٽيءَ ۾ وجهي مڇيءَ جي ڪلين ۾ آڱريون ڦاسائي ڪٽي اچي رکيو ڪناري تي. ان ماٿهوءَ ۾ منهنجون اکيون حيرت مان ڦاٽي ويون. ايڏي وڏي ۽ سهڻي مڇي مون ان وقت تائين ڪانه ماري هئي. ان مختصر ماٿهوءَ پنهنجو نالو چنو ٻڌايو.

هاٿي جڏهن به مڇي مارڻ ويندو هوس ته چنو منهنجي پر ۾ اچي ويهندو هو ۽ پنهنجي ڪپڙي جي ٿيلهي مان پلاسٽڪ جي ڏور ڪڍي ان ۾ سانپا وجهي ڪندو هو گهاڙ واهه جي حوالي ۽ پاڻ ڪندو پان جي جڳالي. هڪڙي ڏينهن گهاڙ جي ڪناري لڙ پنجي ويو، پري ڪان ڪو دانهون ڪري رهيو هو "انسپيڪٽر اچي ويو، انسپيڪٽر اچي ويو." ۽ پوءِ گهڻائي ڇڙيون ۽ ڏوريون ڇڏي پنڌ سائيڪلن تي رستو ڏئي ڀڄڻ لڳا. چنو به تڪڙ ۾ ڏور ويڙهڻ لڳو ته مون کيس ايئن ڪرڻ کان روڪيو. جنهن وقت انسپيڪٽر آف فشريز مون وٽ اچي پاس پڇي ته ڪڍي ڏيکاري مانس، جڏهن چنوءَ ڏي وڌيو ته چيومانس ته اها ڏور منهنجي آهي. پاس ۾ هڪ ڇڙي ۽ هڪ ڏور جي اجازت آهي. هن محسوس ڪيو ته اها ڏور منهنجي نه هئي پر سواءِ چتائي ڏسڻ جي ڪجهه ڪري نه سگهيو، هليو ويو. ايجاتائين مون کي اهو پتو ڪونه هو ته اهو چنو وڏي حويليءَ وارو ئي هو.

هڪ ڏينهن اها ڳالهه به کلي پيئي. ڪنهن ڪم سانگي ستار سان ملڻ ويس. ستار ته ڪونه مليو پر چنوءَ کي وڏي حويليءَ جي دُر وٽ بيٺل ڏٺم. وڏي اچي مليو ۽ چيائين: "استاد! ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟"

ٻڌايومانس تہ ستار سان ملڻ آيو هوس. هو ڪونہ هو، موٽيو پئي ويس.
حويليءَ ڏي اشارو ڪندي چيائين تہ "هيءَ منهنجي جاءِ آهي، اندر اچو."
مان ڪم جو بهانو ڪيو، پر هو مون کي زوري وٺي ويو.

اندر گهڙڻ سان حيران ٿي ويس. جاءِ جو پڌر ايڏو تہ وڏو هو جو جيڪر سيڪڙات بنا تڪليف جي منجهس سائيڪل سکي سگهي. حويليءَ جي حالت ڏسي مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو. پڌر جو فرش جابجا اکڙيل هو، ڪمرن ۽ ورانڊن جا ٽائيلس اکيڙي هڪ طرف ڍڳ ڪري رکيا ويا هئا، گهر ۾ جابجا غلاظت جا ڍير پيل هئا، ۽ ڀتين ۾ جابجا ڇريون لڳل هيون. نہ هئا، نہ هئا تہ جاءِ ۾ ڊزن کن ڪمرا ۽ ٻہ وڏا هال هئا. هر ڪمرو ۽ هر هال ابتري جي ڏک ڏئي رهيو هو. ساري گهر ۾ رڳو هڪڙو ڪمرو مڙئي صاف ۽ سٺرو هو، جنهن ۾ چنو ميان رهندو هو. هڪ ڪنڊ کان کٽ وڇايل هئي جنهن تي هنڌ رکيل هو. چادر ۽ وهاڻي جي ڇَوَ تازو ڌوتل پئي معلوم ٿيون. کٽ جي طرف کان هڪ ٽيپائي پئي هئي، جنهن تي بہ سادي چينيءَ جون پليٽون ۽ ٻہ شيشي جا گلاس رکيل هئا. ان ئي ڪمري ۾ هڪ پاسي کان بالٽي پاڻيءَ جي ڀري پئي هئي، جنهن جي ڀرسان هڪ لوٽو پيو هو. ٿورو ڀرسان ڪنڊ ۾ گاسليٽ جو چلهو پيل هو، جنهن جي وٽ ۾ ٻہ ديڳڙيون هڪ چمچو، ٻہ ڪوپ ساسر ۽ هڪ ٿئو رکيل هو. ڪجھ ننڍا وڏا دٻا بہ پاسي اوسي کان پيل هئا. چنو وڃي لڳو چانھ ٺاهڻ کي ۽ مان وهاڻي تي ٻانهن رکي ليٽي پيس. ٿوري وقت ۾ چنو چانھ ٺاهي اچي منهنجي اڳيان رکي. چانھ پيئندي پڇيومانس تہ هي ڪوٽ ڪوٺان ڇاجي هئي؟ کلي کٽي بس ڪيائين.

"ڪجھ مليو؟"، مان چيو.

"اڃان نہ"، جواب ڏنائين.

"ڪو اُميد آسرو؟"، مان چيو.

ڪنڌ ڌوڻي انڪار ڪيائين.

چنو دستوري طرح اچي مڇيءَ جي شڪار لاءِ منهنجي ڀرسان ويهندو

هو. ان ۾ ڪيس فائدو ب هو. اول ت فشريز کاتي وارن جي دست رس کان ٻاهر هو ۽ ٻيو ت سندس چوڻ مطابق "گهاٽ ڄرايل هو." هو ب گهاگ شڪاري، اهڙو ڇپن ڪي چونو ڪٿو لائي اچي ويهندو هو، جو مجال آهي جو ٻڙڪ ٻاهر نڪري. سندس چوڻ هو ت "آواز تي مڇيون ٿهنديون آهن، شڪار بيڪار آهي." ڪڏهن ت ڪافي شڪار ملندو هو ۽ ڪڏهن ت هڪ "چال" ب ن ٿيندي هئي. وڏي ڳُتي حصيدار هوندا هئاسين. هو خالي هٿين هوندو هو ۽ مون وٽ مڇي هوندي هئي ت مناسب حصو سندس نذر ڪندو هوس. پاڻ ب ائين ئي ڪندو رهندو هو. وڏيڪ چوندو هو "عارف صاحب! مان اڪيلو آهيون، ۽ اوهان خير سان ٻارن سان ٿا رهو، مون ڪي مڇيءَ جا ب ٻيرا ئي ڪوڙ آهن."

هو مون سان هاڻي بي تڪلف ٿي ويو هو، ڏور ڀائي جو هئاسون. هڪ ڏينهن شڪار تي ويٺي ويٺي پڇيومانس ت "يار، ايڏي وڏي گهر ۾ اڪيلو رهندي، ڊپ ن ٿيندو ائٿي."

"ٿيندو آهي عارف ميان،" هن جواب ڏنو.

"ڪجھ ڏنو ائٿي ڇا؟" مون پڇيس.

"ڏسڻ ڇا جو. هوءَ اتي آهي"، هون چيو.

"ڪير؟" مون پڇيس.

"ڪالڪا"، هن جواب ڏنو.

"ڪالڪا!" مون حيراني مان پڇيو.

"ها، ڪالڪا. سندس بُت گهر ۾ موجود آهي ۽ مان ان کان ڊڄندو آهيان،"

مون چيس، "پر ان ڏينهن ت مون ڪالڪا جو بت ڪون ڏٺو."

جواب ڏنائين، "ڪمري ۾ آهي. بند ڪري ڇڏيو اٿمانس."

سوچيم ت شايد اڪيلو رهڻ جي ڪري، دماغ تي اثر پيو اٿس.

هڪ ڏينهن چيائين، "بابو، جاءِ وڪڻڻ ٿو گهران."

پڇيومانس، "گهڻي ڏيندين؟"

"پنجاهه هزار رپيا،" مون جواب ڏنو.
"پنجاهه هزار ته گهڻا آهن، جاءِ مون کي کپي، پنڌاءِ گهڻو ڏيان؟"
پڇيائين، "تون گهڻو ڏيندين؟"
"پنجويهه هزار"، جواب ڏنومانس.
کلي کڻي بس ڪيائين.
آخر سودو چاليهه هزار روپين تي ٿيو. ان وقت چاليهه هزار رپيا تمام گهڻا هئا. گهران پهريائين ته ڏاڍو ڪروڌ ڪيائيون، چيائون "لاڙڪاڻي آيا آهيون نوڪريءَ سانگي، هتي رهڻو آهي ڇا؟ اجايو ٿو پئسا ضايع ڪرين." جواب ۾ چيومانس "وٺي وٺي ته جاءِ ايترا پئسا به نه ڪندي ڇا؟" ۽ جڏهن جاءِ ڏنائين ته رڙ ڪري چيائين "هي ته محل آهي راجائي محل، پر جاءِ جي هيءَ حالت ڪئي ائن!"
اسان به مختصر ماڻهو هئاسون، مان، امان، گهر واري ۽ ٻه ٻار، اهي هئاسون ڪُل ڪٽنب جا ڀاتي.
هاڻي اسان آڏو مسئلو هو ايڏي ساري جاءِ جي مرمت ۽ صفائيءَ جو. ميڙي چونڊي جاءِ جي خريديءَ تي ڏئي ڇڏي هئم. جاءِ جي مرمت لاءِ قرض جي درخواست ڪيم، جا ڪمپنيءَ منظر ڪئي.
سرن سان لٽل هڪ دروازي ڏانهن اشارو ڪندي، چنوءَ ٻڌايو هو ته ڪالڪا جي مورتي ان ڪمري ۾ موجود هئي. مون ان ڪمري کي ڇيڙيو به ڪونه. ساري گهر جي صفائي ۽ وَس آهر ڪن ڪمرن جي مرمت بعد، هڪ ڏينهن ڪريي ڪٽي، انهيءَ سرن سان پوريل دروازي جي ڪن اُڪرّيل سرن کي ٻاهر ڪڍيم ئي مس ته ڀيون سڀ سرون ڌڙ ڌڙ ڪنديون اچي منهنجي اڳيان ڍگ ٿيون ۽ چوڌاري مِٽي ڦهلجي ويئي. منهنجي گهرواري نازان سِرن جي ڌهڻ جو آواز ٻڌندي ڀڄندي آئي. ٿورو مِٽي ٿمي ته نازان ڪمري ۾ اندر ليئو پاتو. ڏسڻ سان ئي رڙيون ڪندي وٺي اتان ڀڳي ۽ مون کي چوندي وئي "اندر نه وڃجانءِ، اندر نه وڃجانءِ." مان ڊڄندي ڊڄندي اندر ليئو پاتو. پهريائين ڪمري جي ماحول ته مون کي به

منجهائي وڏو، پر پوءِ به قدم اڳتي لنگهي ويس. سامهون هڪ سيمينٽ جي ننڍي تلهي تي ڪالي ديويءَ جي ڏيڍ فوٽ ڪن ڊگهي مورتي براجمان هئي. سندس ڪارو رنگ، تانبن جهڙيون پرندڙ اکيون ۽ ڳاڙهي رت جهڙي رنگ مان رنگيل لڙڪندڙ جڀ، چار هٿ جن ۾ ترار ۽ ماٿهوءَ جي مُنڍي وغيره، في الحال ته ڪنهن جي بدن ۾ سياندو ڦهلائڻ لاءِ ڪافي هئا. ان ڪان سواءِ ڪمري جو پيو ماحول به پراسرار هو. وچ ڪمري ۾ ترشول کُتل هو، جنهن جي اردگرد تيل جي آهوتين سان سٽيي زمين ۽ ڳاڙهي سندر جا ٽڪا ۽ ليڪا پاتل هئا. ڪمري ۾ مٽيءَ جا ته ۽ جابجا ڪوريئڙي جا جارا.

پاڙيسري ڀڳوانداس جي معرفت، مقامي شوالي جي مهنت باوا شنڪر گر کي گهرايم ۽ کيس چيم ته مورتي مون وٽان کڻي وڃي ڪنهن مناسب هنڌ رکي. مقرر تيل ڏينهن تي هو ڪن هندن سان مون وٽ آيو ۽ منتر اچاريندو، مورتي کڻي وڃي مندر ۾ رکيائين.

ان ڳالھ کي ٽي سال گذري ويا. مان به وس آهر وڏي حويلي جي مرمت ڪرائيندو رهيس. هڪ ڏينهن نازان صلاح ڏني ته مورتيءَ وارو ڪمرو بيڪار پيو هو ۽ هو به سيني ۾ ننڍيو، چونه ان کي صاف ڪري اسٽور روم بنائجي. مون هاڪار ڪئي ۽ آخر هڪ ڏينهن نازان ۽ مان ان ڪمري جي صفائي ۾ لڳي وياسون. صفائي ڪندي نازان منهنجو ڌيان هڪ ديوار ڏانهن ڇڪايو، جنهن تان مستطيل شڪل ۾ هڪ هنڌان پلستر اکڙي آيو هو. چيائين، "هتي خزانو ته پوريل ڪونه آهي؟" مان ڪريءَ سان ان کي ٺوررو اشارو ڏنوئي مس ته ڪجھ سرون ۽ پلستر اچي منهنجي اڳيان ڪريا. سامهون هڪ دري ظاهر ٿي جنهن ۾ لڪشميءَ جي مورتي رکيل هئي. نازان ان دفعي ڏني ٿي ڪانه، رهندو چيائين، "هي مورتي ڪهڙي نه سهڻي آهي." جواب ۾ چيومانس، "سهڻي چونه هجي، هيءَ دولت ۽ بخت جي ديوي آهي لڇمي".

ٿوري وقت ۾ وڏي حويلي اڳين اوج کي وڃي پهتي. سيني ڪمرن

جي مرمت ٿي چڪي هئي. ٽائيل لڳي چڪا هئا ۽ فرش بندي ٿي چڪي هئي. ان کان سواءِ ڪجهه موجوده زماني جون سهولتون به مهيا ٿي ويون، جن ۾ ايئرڪنڊيشنر، رنگين ٽي- وي، سوني گئس ۽ ريفريجريٽر به شامل هئا.

لڪشمي جي مورتي به نارائڻ گر جي هٿان مندر ڏانهن موڪلي ويئي. ڪن ماڻهن اهو پڻ هُلايو ته خزانو، جنهن جي چنوءَ ڳولا پئي ڪئي، سو ان دريءَ ۾ هو، جنهن ۾ مورتي رکيل هئي.

لاڙڪاڻي جو مئو پاڻي منهنجي رڳ رڳ ۾ رچي چڪو آهي. لاڙڪاڻي مون کي جيئري جاءِ ڏني. جاءِ به جاين جهڙي- وڏي حويلي.

# ڏي وٽ

محمد رمضان ۽ محرم علي ٻئي پڳ مٽ يار هئا. هئا ٻه مکڻ ۽ ماکي. نه رڳو پنهنجن لاءِ پر پراون لاءِ ٻه پارس هئا. سنڌن مصريءَ جهڙو مٺو ڳالهائڻ سڀڪنهن کي پيو وڻندو هو. پاڻ ۾ ٻه هُين ٻنهي دليون، هڪٻئي تان پيا گهور ويندا هئا. ملاقاتون پهريائين پاڻ تائين محدود هُيون، ٻارين ٻچين وري شيروءَ جي طُهر کان پوءِ اچڻ وڃڻ لڳا.

شير علي، محرم عليءَ جو هڪڙو ئي پٽ هو. ان کان اول نظر علي ڄائو هوس، جيڪو ڏهه ڏينهن زنده رهي راهه رباني وٺي ويو. پٿس اڪثر پيو ان جون ڳالهيون ڪندو هو. چوندو هو: "نظر علي مڙس مٿير ٿئي ها." نظر علي کان اول وري هن کي هڪ ڌيءَ ڦاپل نالي هئي، جيڪا شيروءَ کان ڇهه ورهيه ڪن وڏي هئي. هوءَ پيءَ کي پهرينئي ڌيءَ هئي. ڦاپل کان ٽي ورهيه پوءِ نظر علي ڄائو ۽ ان کان ٽي ورهيه پوءِ شير علي، جنهن کي پيءُ شيرو ڪري سڏيند هو. شيرو شڪل جو مور هو. ڪليل رنگ، بيضوي چهرو، ڪشادي پيشاني، جاڙا ڀرون، آبدار اکيون، سنهڙا ۽ سهڻا چپ، انب جي ڦار جهڙو نڪ، ڏيئن جهڙو پيو لڳندو هو. طهر تائين ماڻس پارايس ٻه ڏيناٽا لٿا.

طهر تي رمضان پاڻ موڪيو. غريبيءَ آهر چڱو پير ڀريائين. پيرو موچيءَ جو چوڻ آهي ته سوا سئو ربيا ته رڳو ناچن کي ڏنا هئائين، گهور گهاٻور تنهن کان سواءِ. اڄ ڪير ٿو ائين ڪري؟ محرم علي ٻه چڱو قدر ڪيس، پورو جوڙو جوٽس کي، ريشمي وڳو ڏيٽس کي ۽ بوسڪيءَ جي پڳ ڪيس ٻڌرايائين. رمضان ٻه دير نه ڪئي، چيائين: "محرم! پيلي ماٺهن ۾ منهنجو منهن مٿي ڪجانءِ، اڄ ته پڳ مٽايون." بوسڪيءَ جي پڳ

لاهي رکيائين محرم عليءَ جي مٿي تي ۽ ان جي ململ جي پڳ وٺي پاڻ ٻڌائين. اهڙا چنل روح اڄ آهن ڪٿي؟ جيڪڏهن ها ته هوند اها تباهي نه اچي ها، جنهن ٻنهي گهرن کي نهوڙي نيون.

رمضان جي نياڻي سياڻي به سونهن ۾ سرس هئي. هئي به سوختي، انهيءَ ڪري ماڻس هار سينگار مڙئي سرس ڪرائيندي هيس. شيروءَ جي طهر تي اڃا پنجن ۾ پير هئس. شيروءَ جي ماءُ ان وقت ئي سوچيو ته شيرو ۽ سياڻيءَ جي جوڙي به واهه جو لهندي. هڪ ڏينهن مڙس سان به ذڪر ڇيڙيائين. مڙسهنس کيس دڙڪا ڏنا ۽ چيو: "چو ٿي اسان جي دوستيءَ ۾ ڏڦير وجهين. مٿي ماٿني آهي جنجال، پوءِ اها محبت به ڪانه رهندي جا هاڻي آهي."

پر هوءَ مڙڻ واري نه هئي ڪانه، پنهنجي مڙس کي چوريندي هئي. محرم عليءَ کي وري ان خيال پٺي ماريو ته يار کي گار به ڏيان ۽ هو نه مڃي ته پوءِ دوستيءَ تان هٿ ته کڻڻو پوندو. ٻڌي ٻڌي هڪ ڏينهن آخر زال کي چئي ڏنائين، "وڃي ڪڏ ۾ پؤ! چو هرويرو ويهڻ وهه ڪري ڇڏيو اٿئي؟ وڃي پاڻ ڇاڻ."

رمضان ته پنهنجي هٿ کڻي اکين تي رکيا. پر سندس زال "نوران" پڙ ڪڍي بيٺي. چيائين، "ائين ڪو ٿيندو آهي ڇا؟ دوستي آهي پنهنجيءَ جاءِ تي ۽ مٿي ماٿني آهي پنهنجيءَ جاءِ تي، کيس به ته پٽ پرڻائڻو آهي."

پڇيائونس، "ڀلا توکي پٽ آهي ڪٿي؟"

چيائين، "ڪا سند ٿوري آهيان، الله جي مهربانيءَ سان اميد سان آهيان، مرشد قلندر ۾ لڪ اميدون آهن، پٽ ڄمندو."

چيائونس، "پٽ ڄمئي ته پوءِ ڏٺو ويندو. هرويرو جيڪڏهن گهرين ٿي ته محرم علي لکي ڏيندءِ ته پٽهن جي شاديءَ جو سمورو خرچ هو پريندو ۽ کيس پنهنجو پٽ ڪري پرڻائيندو."

پر هوءَ هڪ تي ٿي بيٺي. چيائين، اهي ڳالهيون ڪوڙيون. محرم مون کي لکي ڏي دستاويز تي ته پٽ ڄمڻ تي محرم علي کيس قابل جو

سگ ڏيندو."

گهٽوئي سمجهايانونس ته "ڦاپل آهي يارهن ورهين جي ۽ توکي جڏهن پٽ ٿئي ۽ اهو جيستائين اچي جوان ٿئي ته هوءَ اڌ وهيءَ کان به چڙهي ويندي."

مڙس به گهٽوئي سمجهايس پر هن ترڻ تي تيل ئي لائڻ نه ڏنس. چيائين، "ميان! اولاد ڏهه مهينا پيٽ ۾ سانڍين ته پتو پوءِ! راتين جا اوجاڳا مون ڪيا يا تو؟ سڄي رات ستو پيو ڦوڪون ڏيندو هئين..."

رمضان چيس، "وڃي کڏ ۾ پؤ رن!"

رن رڳو پاڻ ته کڏ ۾ نه پئي پر پاڻ سان گڏ ٻن پرين ترين گهرن کي به برباد ڪري ڇڏيائين. جيئن چاهيائين، ٿيو به ائين. اتفاقاً ڪيس پٽ ڄمي پيو. نالو رکيائونس ڏاڏي جو "نور محمد". ڦاپل هاڻي نوري جي نانوَ ۾ هئي.

سيائي ۽ شيروءَ جي شادي ٿي ويئي. ٻئي ڦوهه جواني ۾ هئا. ليليٰ مجنون جهڙي محبت ٿي وين.

نورو جڏهن ارڙهن ورهين جو ٿيو ته ڦاپل ٽيهن ۾ هئي. شاديءَ جي پهرين رات ئي نوري جي دل ۾ ڪٽر پئجي ويو.

ڦاپل جي زندگي زهر ٿي ويئي. هر وقت طعنا ۽ مهٽا پئي مليس. مڙس پنهنجي ليکي ته سسٽس پنهنجي ليکي پئي پريشان ڪيس. سهري جو البت مٽس هٿ هو. زال کي سمجهايائين ته هي سندس ضد جو نتيجو هو، هوءَ نه ان بي جوڙ شادي لاءِ ضد ڪري ها، نه اهي حالتون پيدا ٿين ها.

جواب ڏنائينس، "تون چئين چا ٿو رمون! دنيا نه ڏٺي اٿئي ڇا؟ اهي به عورتون آهن جن جا ويئي ويئي وار اڇا ٿي وڃن. ڪو ڏاريو مٿي جو وار به نٿو ڏسين. مون کي ته پرون ٿا پون ته ڇوريءَ کي پيٽ نه هجي!"

ڇوريءَ کي پيٽ ته نه هو پر ساهري گهر ۾ پيٽ پري ماني ڪانه ڪاڏائين. ماني اڳيان آيس ته هليس سسٽس جي ٽوڪ، ماني مان هٿ ڪڍي ڪڍندي هئي.

آخر برداشت جي بہ حد ٿيندي آهي. هڪ ڏينهن قاپل پار ڪيندي مٿي تي جنسي قرآن کڻي بيٺي. مڙس کي چيائين، هي پنهي جهانن جو وسيلو ساڪي آهي تہ منهنجو انگ ڀريائين تو ڏنو آهي. ڪوڙ ڳالهايان تہ ڪوڙهي ٿيان."

مڙسهنس کي اعتبار اچي ويو. قرآن مجيد وٺي اکين تي رکيائين. پَٽَ جي پوتي گهرائي ان کي ڀرايائين، پنجين رپئي جي مٺائي وٺي ورهايائين. ان ڏينهن کان قاپل سان مڙس جي خاطر ٿي. اهو حال جو ڏٺو نوران تہ ان جون پہ بہ ويون تہ چم بہ، ڪڙڪو ڪري چيائين، "ڪوڙو قرآن کنيو اٿائين." رمضان گهٽوئي سمجهايس تہ "اسان ڏٺو ڇا آهي؟ مسلمانن ڏٺو تہ اهوئي آهي خدا جو ڪلام؛ جي ان تي بہ اعتبار نہ ڪريون تہ ڇا تي ڪريون."

پر نوران هڪ تي ٿي بيٺي. چيائين، "مان چوان ٿي ڇوري خراب آهي! خراب آهي!! خراب آهي!!!"

مڙس پڇيس، "ڪا ثابتي اٿئي؟ تون ئي ٻڌاءِ، ڪا ثابتي ڏي تہ مان تہ ڇوريءَ کي خون ڪريان."

نوران ثابتي تہ پيش نہ ڪئي پر هر آئي وئي سان پئي سور سليائين تہ "ڪوڙ تي قرآن کنيو اٿائين."

هڪ ڏينهن نورو ڪهاڙي کڻي وڃي ماءُ تي بيٺو. چيائين، "امان! ڇو ٿي منهنجي قيامت ٻڪاري ڪرين: تو ئي اسان کي خراب خوار ڪيو آهي. شريف ماڻهو سچي ڳالهہ بہ لڪائيندا آهن ۽ تو ڪوڙي ڳالهہ کي واءِ واءِ ڪري اسان جي ٽڪي جي عزت ڪئي اٿئي. جتان ٿا لنگهون تہ ماڻهو آڱريون ٿا کڻن. توئي مون کي چيو هو تہ ڦاپي ڪنواري نہ آهي. اهو بلڪ ڪوڙ هو، پتو مون کي يا تو کي؟ جي اڄڪي چپ چوريا اٿئي تہ ڪهاڙيءَ سان ڳترا ڳترا ڪري ڇڏيندوسانءِ."

نوران اٿي وڃي ٽئي تان ٻئي هٿ پريا، منهن تي گهمائي اچي وچ صحن ۾ ويٺي. ٻئي چنبا زمين تي هڻي وري ٿي هنيائين منهن تي. پنس

ٻه- تي کهاڙيءَ جا ڳن وهائي ڪڍيس، پر رمضان اچي وچ ۾ پيو، پٽ
کان کهاڙي کسي ٻه تي چپاٽون وهائي ڪڍيائينس.

نوران ڪا بس ڪرڻ جي هئي. ايتري خواري مچايائين جو نوري
فيصلو ڪيو ته زال کي ڪهي وڃي ٿو پوليس ۾ پيش ٿيان. هڪ رات
ان خيال سان وڌيو به، پر زال جو معصوم چهرو ڏنائين ته هٿ ڏڪڻ لڳس،
وڃي کهاڙي رکيائين. ڪيس پڪ هئي ته قاپل پاڪ ۽ صاف هئي. ان
کي پتو نه پئي پيو ته آخر ان خواري مچائڻ ۾ ماڻس کي ڇا پئي حاصل
ٿيو.

نوران جو وات بند نه ٿيڻو هو سو نه ٿيو. نورو به اها بي سُري راڳڻي
ٻڌي ٻڌي تنگ ٿي پيو. هڪ ڏينهن قرآن مجيد اڳيان ڳچيءَ ۾ ڳارو
ڪري اچي ويٺو. چيائين، "ٻنهي جهانن جا وسيلا! مون کي توتي اعتبار
آهي، پر مان لاچار آهيان، منهنجي ماءُ ڏاڍي خواري مچائي آهي. ٻاهر
ڪنڌ به نٿو ڪڍي سگهان. بس! هڪ ئي رستو آهي، تون واهر وسيلو
ٿجانءِ.

ان رات نوري جون اکيون نه لڳيون. ڪڪڙن پهريون دس هنيو ته هي
آهستي آهستي کٽ تان اٿيو. ڪليءَ مان وڃي کهاڙي لاٿائين. قاپل
جي مٿان وڃي بيٺو. ٻه هٿيارڙي پئي هنيائينس ته وڃي پٽس پهتو، "متان!
سوئر!" ڪري وڃي کهاڙيءَ کي پڪڙيائين. کهاڙي کسي پٽ کي
ڏنائين ڏکو. ڪڙڪي تي نوران ۽ قاپل ٻئي جاڳي پيون. نوران اٿي به مات
ڪرڻ واري ڪانه هئي. لڳي قاپل کي پٽڻ ته "ڪوڳ! منهنجي جوان جماڻ
پٽ جي اچي ڪڍ پئي آهين."

ٻئي ڏينهن رمضان قاپل کي وٺي پيڪين ڇڏي آيو.

محرم علي ڪجهه ڏينهن کان بيمار هو. قاپل جي ڀڄڻ جي ٻئي
ڏينهن لانجهو ٿي ويو. ٽيون ڏينهن به نه ڪڍيائين. رمضان کي دلي صدمون
رسيو. جيڏو مڙس هو ايڏو چوتاڪ وڃي ڪريو. ڏندڻ پنجي ويس.

محرم علي جي مرڻ جي ٽئين ڏينهن تي، متاڌوءَ ٿي. انهيءَ رات

قابل ماءُ کي پيرائتي ڳالھ ڪري ٻڌائي. ھوءَ حيراني مان ڪيس ڏسڻ لڳي.
ھن کي اھو پتوئي ڪونہ ھو تہ ڪا نوارن ايتري ڪريل عورت ھئي. ان
وقت تہ ھوءَ خاموش ٿي ويئي، پر چاليھي تي صاف صاف جواب ڏنائين تہ
منھنجي ڌيءَ ساھري گھر نہ ويندي. نورو مڙس اٿس، جدا ويھي تہ ھوءَ زال
اٿس نہ تہ آلو آلو سڀ جو پلو.

نوران نانگ وانگر وٽ کائڻ لڳي. واڪا ڪري ويڻ ورائڻ لڳي.
ڏيڻس اچي وات کي ھٿ ڏنس. چيائينس، "امان! ڪھڙي عورت لاءِ ٿي
اھڙيون ڳالھيون ڪرين. مون کي ست قرآن ڏي تہ اھا ڳالھ ڪانہ آھي. مان
بہ تہ آخر ان گھر ۾ رھي آھيان."

ماڻس اچي مَتيس، "ڪلھ جي ڇوڪري ٿي مون کي سبق ڏي،
توکي ڪھڙو پتو، اسان جي گھر ۾ ڪي اھڙيون ڳالھيون ھلنديون آھن
ڇا؟"

"ڪري ڇا ٿي رن!" رمضان آيي کان نڪري ويو. ھڪ ھٿ پادر
۾ ۽ ٻيو ھٿ چنڊن ۾، اچي جوءِ کي ورتائين. خوب لاڪ لاٿائينس.
آخر گھلي وڃي گاڏيءَ ۾ ھنيائينس. گھر پھتي تہ اڌ مئي ھئي.

نوري جو گھر تباھ ٿي چڪو ھو. ھاڻي وارو ھو شيروءَ جي گھر جو.
نوران سيائيءَ کي سوين نياپا موڪليا، ھن جواب ڏياري موڪليس:
"امان، ڇو منھنجي ڪڍ اچي پئي آھين. ٻن ٻارن جي ماءُ آھيان.
پٽ جو گھر تہ تباھ ڪيئي، ھاڻي اچي ڌيءَ جي گھر کي لڳي آھين.
ڪجھ خدا جو خوف ڪر."

نوران في الحال تہ ڪٺي ماٺ ڪئي، پر اندر ۾ پئي سڙا ڪامان شڙا
ڪامان ڪيائين. پاڻس روشو ھڪ نالي چڙھيو ڌاڙيل ھو، ان کي گھرائي
لڳس سور سلڻ. ٻڌايائينس تہ "محرم جي مرڻ کان پوءِ رڳو ھوندو گھر ۾
شيرو. اول تہ ھن ۾ اھا ٿوم ڪانہ آھي جو اڳيان اچي، جي آيو تہ پوءِ مان
ڌورايو ڪين ڏيندي ماڻءِ."

هڪ شام جو شيروءَ جي گهر کي ڌاڙو لڳو، شيرو شهر ويل هو، پٺيان پنج ڌاڙيل ڪهاڙين ۽ لٺين سان اچي سندس گهر ۾ پيا. محرم علي جي جيڪا ميڙي چونڊي هئي سا به ڪنيائون. سيانيءَ کي ٻارن سميت وٺي دنبها هٽندا ويندا رهيا. ڪنهن کي همت ڪانه ٿي جو اڳ وٺين.

شيرو شهر مان موٽيو ته سندس گهر ۾ هل هنگامو متو پيو هو. ماڻس ڏندڻي پئي هئي. پاڙي وارن جو وارو وارو پئي پيو. هاڻي ڪهڙو وارو ٿئي ها جڏهن ڌاڙيل وڃي گهرن کان نڪتا هئا. شيرو ڀريائين ويو وڏيري وٽ، جنهن چيس، "بابا ڌاڙو آهي، راجوڻي ٿوري ٿيندي، وڃي پوليس ۾ فرياد ڪر."

پوليس فرياد ورتي. شڪ گمان لاءِ پڇيائونس، هن رمضان ۽ نوري جو نالو ورتو. پوليس ٻنهي کي گهرايو. ٻه ڏينهن لاڪپ ۾ رکي کين ڇڏي ڏنو. رمضان ٽئين ڏينهن جو سج به نه ڏٺو، گهر پهتو ته دل ٽٽي پيس.

ڏهن ڏينهن کان پوءِ سيانيءَ فرسٽ ڪلاس ماجسٽريٽ وٽ بيان ڏنو ته، "منهنجو مڙس ڪريل آهي. مون ۾ اجايا شڪ وجهندو آهي. ان ڏينهن نه نڪران ها ته مونکي ڪهاڙين مان ڪڏي ڇڏي ها، ڌاڙو ٻاڙو ڪجهه نه هو. مان اڪيلي خويشان خوشيءَ نڪتي هيس، سرڪار مائي باپ آهي. مان وات وڪيل آهيان. مڙس ڏي نه ويندس، پنهنجي ماءُ وٽ رهندس."

ڪورٽ جي ٻاهران شيرو ديسي پستول ڪوٽ جي کيسي ۾ وجهي مجنون مروٽي رهيو هو.

# مٿي

روزي، ربي ۽ راڻي چوڻ ۾ ته ٽي هيون ۽ عدد ۾ پڻ، پر حقيقت ۾ هو هڪ ۾ ٽي ۽ ٽن ۾ هڪ هيون. روزيءَ جو ذڪر ربي ۽ راڻيءَ جي بيان کان سواءِ اڌورو هو ته ٻئي طرف ربيءَ سان گڏ راڻيءَ ۽ روزيءَ جا نالا به ڳالهائيندڙ جي زبان تي ازخود اچي ويندا هئا. راڻيءَ سان به ساڳي ڳالهه لاڳو ٿي سگهي ٿي.

برڪو ڀنگي جڏهن فادر جيڪب کان ٻپتسما وٺي برڪت مسيح ٿيو ته نالي جي تبديليءَ سان گڏ سندس قسمت ۾ به ڦيرو اچي ويو. جتي سڙ جي تيلين جو وڏو ٻهارو سندس هٿن ۾ هوندو هو، اتي بانس جو ڊگهو ۽ ٿلهو ڏنڊو سندس هٿن ۾ نظر اچڻ لڳو، جنهن جي مٿين سري تان هڪ مضبوط ميخ مان ٻارهن تصويرن جو هڪ ڊگهو ۽ ويڪرو آلبم ڏور سان لڙڪيل هوندو هو. ان ڏنڊي کي صليب وانگر ٻنهي هٿن ۾ پڪڙي شهر جي چوراهن، ميلن ملاکڙن ۽ ٻين وندر جي هنڌن تي هو بيٺل نظر ايندو هئو. تصويرن ڏيکارڻ وقت سندس اکين جو چمڪو ۽ ڳالهائڻ جو انداز ڏسڻ ۽ ٻڌڻ وٽان هو. "هي جيسو آهي ڀڳوان جو سروپ ۽ سندس اڪيلو پٽ، جو اسان جي گناهن جو بار سر تي کڻي صليب تي چڙهيو. هيءَ ڪنواري ميري آهي، جنهن جي گود ۾ هن گل جنم ورتو. هي اهو طبيلو آهي، جنهن ۾ جيسو ڀڳوان، جو ڪرسٽ آهي، پيدا ٿيو. هي پورب جا ٽي مهاپرش آهن، جي شردانجلي پيش ڪرڻ لاءِ ستاري جو سهارو وٺي ڀڳوان جيسو جا چرن ڇهڻ لاءِ آيا هئا.

قاسم هاشم کان پڇيو: "ادا! هي ڪنهن جو ذڪر ٿو ڪري؟"

هاشم چيو: "ٻاءُ! هي گوري بادشاهه جي مذهب جو ذڪر ڪري رهيو آهي. ڏس پاڻ ڪارو صاحب آهي نه. مٿي تي ٽوپلو، بدن تي ڪوٽ ۽ هيٺ تي پتلون."

شياما پاما کي چيو: "آهي ته اسان جي برادريءَ جو، پر ڪرستان ٿيڻ سان ڪيڏي نه عزت ٿي آهي سندس!"

پاما چيو: "منهنجو پاءُ راڌو به وچي ڪرستان ٿيو آهي. مونکي به چوي ٿو، پر بابو ۽ امان انڪار ڪن ٿا. مان ته ڪرستان ٿيندس، پوءِ ڪٿي ابو امان ناراض ٿين."

ٻئي ساهيڙيون کلڻ لڳيون.

روزي روزڊسٽ فيس پائوڊر جي هلڪي ته چاڙهڻ بعد گلاب جو گل ٿي پوندي هئي ۽ پنهنجي نالي جي عزت رکندي هئي. ربي، رت جي گهٽائيءَ جي مرضي هئي. وقت بوقت ٿوري گهٽي تي سندس چهرو ياقوت وانگر ڳاڙهو ٿي ويندو هو، جنهن تي لال موهيڙا قنڌاري ڏاڙهونءَ جي ڪڻن وانگر جرڪندا نظر ايندا هئا. راڻي جنهن وقت کير جهڙا اڇا ڪپڙا پائي سوڙهي ڪوٽي پريل چاتيءَ تي ڪسي، مٿي تي ڪپڙي جي اڇي ڪئپ پائي اسپتال وڃڻ لاءِ نڪرندي هئي ته ماڻهن جون اکيون کڄي ونديون هيون.

پهرين ڏينهن جڏهن راڻي منهنجو ٽيمپريچر ڏسڻ لاءِ ٿرماميٽر لڳايو ته مان سندس چهري کي تڪيندو رهيس. ٿرماميٽر ڪڍي، ٽمپريچر نوٽ ڪري جڏهن پٺي ڏئي هلي، ته مون کي الائي چو ڪليوپيٽرا نيڊل وانگر لڳي قداور ۽ وڻندڙ.

روزي، ربي ۽ راڻي برڪت مسيح ۽ پاما جون ڌيئر هيون. ڪجھ اکر پڙهيون پڻ هيون. روزي ۽ ربيءَ پڙهائڻ جو پيشو اختيار ڪيو ته راڻي وڃي نرس ٿي. ٽيئي ڀينر برادريءَ ۾ عزت جي نگاھ سان ڏٺيون ونديون هيون.

راڻي اسٽاف نرس کي دانهن ڏني ته بيڊ نمبر ٥ مون کي تنگ ٿو ڪري. هڪ ڏينهن اسٽاف نرس مون ڏانهن وڌي آئي ۽ تنبيھ ڪيائين، مون کيس کلي چيو ته راڻيءَ کي سڏ ته روبرو فيصلو ٿئي. راڻي مينهن واءُ ڪندي اچي سامهون بيٺي. اسٽاف نرس کي چيم: "پڇيس ته مان ڇا ٿو ڪريان؟" راڻي سڄي ڳاڙهي ٿي ويئي. سڄي اک کي اڌ ٻوٽيندي چيائين: "هينءَ نه ڪندو آهين!" سڄو وارڊ کلڻ لڳو، اسٽاف نرس سميت. راڻي زور سان پير زمين تي هڻي هلي ويئي. اسٽاف نرس اڌ

گنيپرتا سان ۽ اڏ مرڪندي چيو: "تنگ نہ ڪريس بيڊ نمبر ٥."

ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جو زمانو هو. جپاني هندستان ڏانهن وڌي رهيا هئا. انگريزن ڪي جنگ جي محاذ سان گڏ آزاديءَ جي تحريڪن سان هندستان اندر منهن ڏيڻو پيو. مان ڪاليج مان نڪتس ئي مس تہ فوج ۾ جونيئر ڪميشن ملي. برما محاذ تي هياسون تہ آفيس جي پرسان گولي ڦاٽڻ ڪري جنگھ زخمي ٿي پئي.

هڪ وڏي عرصي کان پوءِ ڦٽ وري اٿلي پيو ۽ اسپتال ۾ داخل ٿيڻو پيو. اسپتال ۾ ٻيو تہ ڪم هيو ڪونہ. بستري تي ليٽي ليٽي پراڻيون يادون دل تي اڀري پئي آيون.

ننڍو هيس، شهر ۾ چوٻول پئجي ويو تہ والنٽيئر اڄ لوڻ ٺاهي جيل ۾ ويندا. مان حيران هيس تہ لوڻ، جيڪو پيسي ۾ ٻڪ جيترو پئي مليو، ان کي ٺاهڻ ۽ بعد ۾ جيل وڃڻ جو سبب ڇا آهي؟ مامي جي آڱر پڪڙي تجر باغ جي در وٽ وڃي پهتس، جتي هشام ماڻهن جا گڏ ٿيا هئا. هڪ طرف کان پوليس جي لال پڳڙين جو ميڙ بہ نظر پئي آيو. باغ کان ٻاهر هڪ ڪڙاهي چڙهيل هئي، جنهن ۾ ڪا پاڻيٺ پيل هئي ۽ ڪڙاهيءَ هيٺان ڏڀ ڪاٺين جا ٻري رهيا هئا. ڪجھ وقت بعد پوليس جون سيٽيون وڄڻ لڳيون ۽ ماڻهن ۾ گوڙ پئجي ويو. "لوڻ ٺهي ويو! لوڻ ٺهي ويو."

والنٽيئرن جن لوڻ ٺاهيو هو، سي خوشي وچي ٽانگي ۾ ويٺا، جنهن ۾ پوليس بہ ساڻن گڏ چڙهي پئي. ماڻهن جو جوش ڏسڻ وٽان هو. نعرا پئي لڳا، "انقلاب زنده باد، هندستان آزاد."

مامي بعد ۾ ٻڌايو تہ سرڪار لوڻ تي ٽيڪس وڌي آهي، جنهن ڪري ان جي مخالفت ۾ ماڻهن لوڻ ٺاهيو آهي.

ٻئي دفعي پتو پيو تہ شراب تي پڪيٽنگ ٿي رهي آهي. مان مامي سان گڏجي سيئو بازار ۾ نانڪرام جي شاپ تي ويس، جتي شراب جو وڪرو ٿيندو هو. شهر جون ننڍيون وڏيون ڇوڪريون دڪان جي ٻاهران بيهي نعرا هڻي رهيون هيون. "بند ڪيو، بند ڪيو، شراب جو واهپو بند ڪيو." ۽ "شراب خانہ خراب" انهن نعرن سان گڏ هندستان جي آزاد ٿيڻ ۽ انقلاب جي زنده باد ٿيڻ جا نعرا پڻ ٻڌڻ ۾ پئي آيا. پڪيٽنگ دوران

هڪ ٻہ گھوڙي بگي اچي دڪان جي ٻاهران بيٺي. ان مان هڪ مضبوط بدن جو ڪرڙوڊ ماڻهو پٽڪو ۽ سلوار پهريل هيٺ لٿو. دڪان ڏانهن وڌڻ وقت چوڪريون ڪيس ورائي ويون. "ادا ايڏاهُن نہ وڃ. پائو ايڏاهُن نہ وڃ." هو هڪ قدم وڌيو تہ جوانڙيون پانهون پڌي اڳيان بيهي رهيس. نہ مڙيو تہ هو سندس پيرن وٽ زمين تي ليٽي پيون. هڪ نوجوان نينگري وڌي وٽس آئي. چيائينس، "پاءُ اسان توکي اندر وڃڻ نہ ڏينديون سين. وڃڻو اٿئي تہ اسان کي لتاڙي پوءِ وڃ."

ان ماڻهوءَ جواب ۾ چيس، "مون کي نشي جي ضرورت آهي، جنهن جو پورائو يا تہ بوتل ڪندي يا ڪنهن حسينہ جو گلابي ڳل."

چوڪري پانهن پڌل حالت ۾ اڳتي وڌي ۽ ڳٽو اڳتي ڪري چيس، "چم بابا! پنهنجي نياڻيءَ جي ڳل کي چُم."

ماڻهوءَ کان دانهن نڪري ويئي. پٽڪي جو پلؤ لاهي ان کي ڦاڙي رئو ٺاهي ان نينگريءَ جي مٿي تي رکيائين ۽ ڏهن رپين جو نوٽ سندس هٿ تي رکي چيائين، "ڌيءَ! پليل پيءُ کي معاف ڪجانءِ. مان واعدو ٿو ڪريان تہ اڳتي شراب کي ڇهندس بہ ڪين." روئيندڙ اکين سان بگيءَ ۾ چڙهي همراه هليو ويو. پبلڪ ۾ پڪار پئجي ويئي. "بند ڪيو، بند ڪيو شراب خانہ خراب بند ڪيو."

"تنهنجي انٽ جو آواز مون تہ ڳوئڙن ۾ پڌو،
هرڪو ڳائيندو ٿي وتيو، فورا ٺاهيندو ٿي وتيو،
تنهنجي انٽ جي آواز........"

"دڪايل" کي ٽيڪي هٿ ۾ هئي ۽ پائي ٽولورام کي هارمونيم ڳچيءَ ۾ پڌل، ڪڏ ماڻهن جو ميڙ، ڪنهي هٿ ۾ ڪپهہ جي پوٽي ۽ سڄي هٿ ۾ پتل جي تڪلي. ڏاڍا ٺاهيندا، ڳائيندا گهٽي گهٽي گهمڻ لڳا. ڏهن مان ڇهن کي کدر جا ڪپڙا پاتل هئا.

"بند ڪيو بند ڪيو، وديشي مال بند ڪيو." نعرو اجا ڪنن ۾ گونجي رهيو آهي. سينو بازار جي چؤنڪ ۾ سون ماڻهن جو ميڙ: وچ تي ولايتي ڪپڙي جو ڍير، جن ۾ ساڙهيون، جمپر، روا، ڪوٽ، ٽوپلا، ٽايون، پلتونون وغيره، مٿان گاسليٽ جو ٽين هاريل، رڳو تيلي ڏيکارڻ جي دير، پيڙ اچي متو. ولايتي مال سڙڻ لڳو. نعرا لڳڻ لڳا، "انقلاب زنده

باد، هندستان آزاد."

هاڻي جتي هندستان آزاد جا نعرا پئي ٻُڌا، اتي پاڪستان زنده باد جا نعرا ٻه ٻڌڻ ۾ پئي آيا. مسلمانن تحريڪ هلائي ته هندستان آزاد ٿيڻ سان گڏ مسلمانن کي سندن اڪثريت وارن صوبن ۾ جدا ملڪ ٿي ملي. ميٽنگون، ڪانفرنسون، جلسا، جلوس ٿيڻ لڳا، "پاڪستان! پاڪستان، تنهنجو وطن منهنجو وطن پاڪستان! پاڪستان" "ڇا ڪپي؟ ڇا ڪپي؟ پاڪستان! پاڪستان."

ٻه مهينا اسپتال ۾ رهيم، جتي راڻيءَ سان گڏ روزي ۽ ربيءَ سان ٻه واقفيت وڌي وئي. هڪ ڏينهن معلوم ٿيو ته روزي هڪ ولايتي ٽاميءَ سان، جو هٿيارن جي نمائشي ٽرين سان آيو هو، هلي وئي. ربيءَ جي شادي پنهنجي هم پيشه استاد سان ٿي ۽ وڃي حيدرآباد رهي، جتي سينٽ فرانس اڪيڊمي ۾ هو مڙس جان سان گڏ ٻارن کي پڙهائڻ لڳي. اڪيلي ٿيڻ سبب راڻي ڪڏهن ڪڏهن مون وٽ اسٽول تي اچي ويهندي هئي ۽ هڪ بنگالي ڪرسچن بينرجيءَ جون ڳالهيون ڪندي هئي، جو ڪانگريس جو سرگرم ڪارڪن هو.

اسپتال مان موڪل ملڻ کان ٽي مهينا پوءِ معلوم ٿيو ته راڻيءَ جي شادي بينرجيءَ سان ٿي وئي هئي. مان جوڙي کي دل ئي دل ۾ دعائون ڪرڻ لڳس. راڻيءَ منهنجي اسپتال ۾ پنهنجن کان وڌ خدمت ڪئي هئي.

ورهاڱو ٿي چڪو هو. لڏپلاڻ جاري هئي. فوج مان ڊسچارج ٿيڻ بعد مون کي پوليس ۾ صوبيدار مقرر ڪيو ويو. منهنجي ڊيوٽي پاڪ ڀارت سرحد تي لڳائي وئي.

هڪ ڏينهن ايندڙ ويندڙ ماڻهن تي نظر رکي رهيو هوس ته منهنجي اڳيان ڪليوپيٽرا نيبل اچي لنگهي.

"راڻي!" مون کان رڙ نڪري وئي.

هوءَ بيهي رهي. هن سان گڏ بينرجي پڻ هو. غريب الوطني جا سيئي نشان پڌرا هيا. راڻيءَ جي اکين ۾ نه اها شوخي هئي ۽ نه مُک تي مرڪ، وسائل ڏيئي وانگر پئي لڳي. نه ڪو سامان ساڻ نه ئي ايندڙ ڏينهن لاءِ ڪا تمنا. سندس ساڙهيءَ جي پلوءَ ۾ ڪجهه ٻڌل هيو.

پڇيومانس، "سون جو ٻورو ٿي ڪٿي وڃين ڇا؟"

چيائين، "ان کان ٻه وڌي وٽ، ملڪ جي مٽي!"

# فرسٽ ڊليوري

اهو ڪير هو، جنهن چيو هو ته پهرينءَ نظر ۾ پيار ٿي ئي نه ٿو سگهي؟ هوءَ آئي، مسڪرايائين. منهنجي ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهي چيائين، "پاپا!"

"پٽ!" مون ڪيس موٽ ڏني ۽ پنهنجي ڇاتيءَ سان لاتو.

سندس پاءُ، جو ڪائنس ٽي سال ڪن وڏو پئي نظر آيو، مون وٽ ڊوڙندو آيو ۽ چيائين، "هن توکي بابا سمجهيو آهي."

"مان توهان ٻنهي جو چاچو آهيان، پٽ!"

مان شيخ زيد زناني اسپتال جي لان ۾ ويٺو هوس. اڄ منهنجي نياڻي عارفه جي فرسٽ ڊليوري ٿيڻي هئي. فرسٽ ڊليوري! يا الله تون پناهه ڏجانءِ. ان فرسٽ ڊليوريءَ ۾ ئي عارفه جي ماءُ فوت ٿي وئي هئي. ان بعد مون ئي عارفه جي پيءُ سان گڏوگڏ سندس ماءُ ٿي ڪيس پاليو.

ٻي شادي! مائٽن زور ته ڏاڍو پريو. عمر به ان وقت 28 جي لڳ ڀڳ هئي، پر آءٌ ماٽيلي ماءُ جي زبان جي ڪهرائي ۽ هٿن جي سختي ڏسي چڪو هوس ۽ نه پئي چاهيم ته عارفه پڻ ان عذاب مان گذري، جنهن ۾ منهنجو ننڍپڻ گذريو هو.

مون ڪيس ڇاتيءَ سان لائي آهستي چيو، "عارفه."

"هن جو نالو صوفيه آهي." پاڻس اعتراض ڪيو.

صوفيه منهنجي اکين ۾ نهاري مسڪرايو ۽ چيو، "پاپا."

صوفيه جي اکين ۾ نهاريندي، مون کي عارفه نظر آئي. اهي ئي پوري ناسي رنگ واري ماڻڪيءَ واريون ڇيرويون اکيون؛ اهي ئي گلاب جي پتين جهڙا ڳاڙها سنهڙا چپ؛ اهوئي ننڍو ۽ آخري ڇيڙي تي اڀ لڪو مٿي ورپل

نڪ ؛ اهي ئي مهارن مان تازو نڪرندڙ ٻه ڪير وارا ڏند. ان عمر جي عارف سڌ پڌ صوفيہ جهڙي هئي نہ؟ ائين تہ نہ آهي نہ ان عمر جون عارفائون ۽ صوفيائون هڪ جهڙيون نظر ايندڀون آهن!

ننڍڙو ڇوڪرو، جنهن مون کي صوفيہ جو نالو ٻڌايو هو، سو وارڊ کان ايندڙ هڪ ماٺهوءَ ڏانهن ڊوڙندو ويو ۽ چيائين "بابا! صوفيہ کي تہ ڏسو، چاچا کي تنگ ٿي ڪري."

صوفيہ ان ماٺهوءَ کي ڏسندي ئي منهنجي هنج مان ٽپو ڏئي اٿي ۽ ان ڏانهن ڀڄڻ جي ڪوشش ۾ ٻہ قدم کڻي ڪري پئي. ان ماٺهوءَ صوفيہ کي اچي کنيو. صوفيہ جي والد ۽ مون ۾ جيڪڏهن ڪا هڪجهڙائي هئي تہ اها هئي عينڪ، نہ تہ ٻنهي جي عمر، قد، بت ۽ بيهڪ ۾ ڪافي تفاوت هو.

هو وڏي اچي منهنجي ڀر ۾ ويٺو ۽ چيائين، "دوست! صوفيہ هر عينڪ واري کي تنگ ڪندي آهي. توکي ٻہ پريشان ڪيو هوندائين."

"نہ دوست، مون کي تہ سندس اکين ۾ پنهنجي ڌيءَ عارفہ نظر آئي."

"منهنجو نالو انور آهي، "ان ٻڌايو." هن جو نالو اڪبر آهي (ڇوڪري ڏانهن اشارو ڪندي) ۽ هيءَ ڇري ڇوڪري صوفيہ آهي. سندس والده ٽين ڊليوري ڪئي آهي. اڪبر کي ٻيو ڀاءُ اختر ڄائو آهي. اسان کي سپاٽي موڪل ملندي. اسان پيئنگ وارڊ ۾ آهيون. اوهان....؟"

"مان سٽين وارڊ ۾ آهيان، اڄ ئي آيا آهيون. منهنجي نياٽي عارفہ جي فرسٽ ڊليوري ٿيڻي آهي (منهنجي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو) توهان کي پتو آهي تہ پهرين ڊليوري جو خرچ پيڪا ڪندا آهن. عارفہ جو گهوٽ، شهاب انجنيئر آهي، هو دوائون وٺڻ ويو آهي اسٽور تان. منهنجو نالو فريد آهي، فريد احمد قريشي. ادا انور منهنجي دل ٿي ڏکي، عارفہ جي والده پهرين ڊليوريءَ ۾ ئي راهہ رباني وٺي راهي ٿي هئي ۽ هاڻي.... (آواز ڀرجي اچڻ ڪري وڌيڪ ڳالهائي نہ سگهيس.)

مان حيران هئس تہ ڇاجي ڪري هن ڌاريي ماٺهوءَ سان اهي سڀ

ڳالهيون پئي ڪيم. شايد ان جو سبب منهنجو ذهني تناءُ هو.
انور چيو، "خيال نہ ڪر دوست. فرسٽ ڊليوري هرويرو ايڏي خطري واري نہ آهي، جيڏي سمجهين ٿو."
"مان ڏڏل آهيان يار!" مون جواب ڏنو.
انور جي موڪلائڻ وقت مان ننڍڙي صوفيہ کي ڪٽڻ لڳس تہ هوءَ روئڻ لڳي. هاڻي پنهنجي پيءُ ۽ عينڪ پاتل غير ماڻهوءَ ۾ هوءَ تميز ڪري پئي سگهي.
شهاب اجان ڪونہ آيو هو. مان لان ۾ ويٺي، سندس انتظار ڪيو. لان جي ٽن پاسن کان گلن جا ٻارا هئا، جن ۾ مختلف قسمن جا گل پنهنجي رنگيني پَسائي رهيا هئا ۽ هڪ- رڳو هڪ- گلاب جو ٻوٽو گلن سان جهنجهيل نظر پئي آيو. گلاب سان ڪيڏو نہ پيار هو عارف جو؟ روز ٻہ گلاب جا گل وڏي ڏانڊي سميت ڪٽي انهن جا پن پٽي شيشي جي گلدان ۾ رکڻ وقت کهڙي نموني مختلف زاوين سان انهن کي ڏسندي هئي. سندس گلاب جي هڪ تصوير، جنهن تي ماڪ ڦڙا جرڪي رهيا هئا، نمائش ۾ ڪيڏي نہ پسند ڪئي ويئي هئي. ان رنگين فوٽو گرافي تي پهريون نمبر انعام مليو هيو ڪيس. اها تصوير فوٽوگرافيءَ جي هڪ ڪتاب "عڪس ۽ عڪاس" ۾ عارف جي پورٽريٽ سان گڏ شايع ٿي هئي.
گلاب! منهنجو ڏيل ڏکي ويو. گلاب لاءِ ئي تہ عارف چيو هو مون کي، "بابا! جي مان مري وڃان تہ منهنجي جنازي ۽ قبر تي گلاب جي گلن جو ڍير رکجو."
گلاب- مون هڪ وڏو سڏڪو ڀريو.
ڪار جي ٻيهڻ جي آواز، مون کي خيالن مان بيدار ڪيو. هو شهاب هو جو ڊوائن جو ڪارٽن ڪار مان لاهڻ لڳو.
"چاچا! توهان اتي ويٺا آهيون. اس ورائي وئي اٿو. اُٿو تہ ڪمري ۾ هلي ٿا ويهون."
ڪاريڊار مان هلندي، جڏهن پنجين نمبر ڪمري جي ڀرسان اچي

لنگهيم ته اوچتو در کليو ۽ صوفيه ٻاهر نڪتي. مان اوڪرُو ويهي، ٻانهون ڦهلائي چيو: "عارف" اهو نالو منهنجي زبان مان الائي ڇو نڪتو. صوفيه منهنجي ٻانهن مان نڪري، ننڍيا قدم کڻي، اندر ڪمري ۾ هلي ويئي.

"ڇا عارف- منهنجي عارف پڻ اهڙي نموني جلدائي سان پيءُ جي آغوش کي خالي ڇڏي هميشه لاءِ هلي ويندي؟

در کولي ڪمري ۾ ويس، سامهون عارف لوهي پلنگ تي ليٽيل هئي، سندس گلابي ڇهري تي هاٿي جڻ هيڊ هاريل هئي. چپن تي هلڪي مرڪ آڻي چيائين، "بابا مون کي اڪيلو ته ڇڏي نه وڃ. مون کي اڪيلائپ ۾ ڊپ ٿو ٿئي. شهاب ڪاٿي آهي بابا؟"

"دوائون وٺڻ ويو هو، ڊاڪٽر کي ڏيڻ ويو هوندو شايد، ڇاڻ آيو."

عارف ڪجه وقت منهنجي اکين ۾ نهاريندي رهي، آخر چيائين: "بابا! منهنجو بچڻ محال آهي، ڪمزوري وڌي ويئي آهي، سهاري کان سواءِ اٿي به نٿي سگهان."

"ڇئين ڇاٽي ڌيءُ! ڏاهي ٿي، ايئن دل نه لوڙهه، هن اسپتال جو اسٽاف وڏي ڄاڻ رکندڙ آهي. ان کان سواءِ وقت سر ڪم اچڻ جون مشينون به سڀ موجود آهن. تنهنجي والده جي ڳالهه ٻي هئي، ان وقت نه اهڙيون ڪارآمد دوائون موجود هيون، جي اڄ آهن ۽ نه اهڙو ڄاڻ رکندڙ عملو. ويم به ته اسپتال کان ٻاهر ٿيو هو سندس، هڪ ان ٽرينڊ دائيءَ هٿان. مان ميڊم نادره سان ڳالهايو آهي، سندس چوڻ آهي ته خطري جي ڪا به ڳالهه ڪانه آهي، ٿوري ڪمزوري البت آهي، پر ڪا به ڊپ جي ڳالهه ڪانه آهي."

"الله ائين ڪري ابا."

شهاب ٻڌايو، "ميڊم نادره جو چوڻ آهي ته عارف جي ڊليوري ڏاڍي ڏکي ٿيندي: هڪ ته پاڻ ڏاڍي ڪمزور آهي ۽ ٻيو ٻار به ڪمزور ٿو لڳي. الٽراسائونڊ ۾ ٻار صحيح پوزيشن ۾ به نظر نٿو اچي. سور به ڏاڍا ٿڌا اٿس. وري به دلاسو ڏنو اٿائين ته هر طرح جو احتياط ۽ ڪوشش ڪئي ويندي.

هونءَ بہ معاملو ايڏو ڏکيو نہ آهي، جيترو اسان سمجهون ٿا."

شهاب مون کي وٺندو بہ ان ڪري هو جو هن کي دلداري ڏيڻ جو ڍنگ ايندو هو. مان فطرتاً ڪمزور دل انسان آهيان، جنهن کي هر چيز جو اونداهو پاسو تہ يڪدم نظر ايندو آهي، پر ان جي روشن پهلو ڏيکارڻ لاءِ ڪنهن ٻئي جي ضرورت پوندي آهي. شهاب ان ڪم ۾ ماهر هو. مون سوچيو، "ڳالهہ ڪيتري نہ گهٽائي ڪري رهيو آهي شهاب! سمجهان ٿو تہ ڊاڪٽر نادره هن کي سيڪجهہ ٻڌايو هوندو. هو ڄاڻي واڻي دلاسا ڏئي رهيو آهي مون کي. ڪمزوري، ٻار ڪمزور، سور هلڪا، ٻار جي غلط پوزيشن. ڇا ائين تہ نہ آهي تہ سيزرين آپريشن ڪيو ويندو؟"

عارفہ ليبر روم ۾ هئي. شهاب ڪمري جي در وٽ بيٺو هو، ۽ مان لان ۾ صوفيہ کي سيني سان لائي ذهني ڪشمڪش ۾ مبتلا هوس. انور مون کي دلاسا ڏئي رهيو هو. مان ڪنڌ جو ڪٽي ليبر روم ڏانهن ڏسان تہ شهاب اتي موجود ڪونہ هو، منهنجي دل بي قاعدي ڌڙڪڻ لڳي، مٿي تي پگهر جون بوندون ظاهر ٿيڻ لڳيون، ڪنن ۾ سان سان جا آواز اچڻ لڳا.

"ڇا ٿيو؟ شهاب ڪاڏي ويو؟"

صوفيہ انور جي حوالي ڪري اٿڻ جي ڪوشش ڪيم تہ اکين اڳيان اوندهہ ڇانئجي ويئي. ڄنگهون ڏڪڻ لڳيون، ساهہ تڪليف سان کڄڻ لڳو، پير ٿڙڪڻ لڳا. ڪِرڻ تي هوس تہ شهاب اچي ياڪر ۾ جهليو ۽ آهستگيءَ سان چيائين: "چاچا مبارڪ هجيو، ڊليوري بنا تڪليف جي ٿي، عارفہ ۽ ڪڪو ٻئي نيڪ ٺاڪ آهن."

"پر فرسٽ..."

شهاب جو وڏو ٽهڪ، ان وقت مون کي برو بہ لڳو ۽ ڀلو بہ.

# ٽڪل مسافر

ڪيس پتو هو ته ان طرف چورن ۽ ڌاڙيلن جون ڏٺيون هيون. چوري، ڦر ۽ ڌاڙي ۾ لٽيل مال جو وڏو حصو ڪڇي جي ان ٽڪر ۾ عارضي طرح اچي گڏ ٿيندو هو ۽ ٿورن ڏينهن بعد اتان پتڻ رستي پار پهچايو ويندو هو. ان لٽ جي مال ۾ چوپايو مال، ڳئون، مينهون ۽ ڍڳا پڻ هوندا هئا، جي ساڳي نموني هن پر موڪليا ويندا هئا. ڪجھ مال ڀُنگ بعد مالڪن کي موٽي پڻ ملندو هو. ان ڄاڻ هوندي به هو ان طرف هلندو رهيو. سندس بچاءُ به ان ۾ ئي هو. "هن وقت تائين ڳوٺ ۾ ٻاھ ٻري چڪي هوندي،" هو خيالن ئي خيالن ۾ پنهنجي پيءُ جي اڇي ڏاڙهي ۽ پنهنجي زال جي ڪاري چوٽي پوليس جمعدار جي هٿ ۾ ڏسي رهيو هو. هن جي بدن کي ڪتريون وٺي ويون. اکين اڳيان نيرا پيلا الا اڏندي محسوس ٿئي ڪيائين.

"ڪمينو!" هن ڏند پيڪوڙي گار ڪڍي.

اڄ چوٿون ڏينهن هو ڪيس ان نموني ڀٽڪندي. هو سڙڪون، رستا ۽ راهون ڇڏي پيچرن تي هلندو، ڳوٺن ۽ واهڻن کان پاسو ڪندو، ڪڇي ۾ جهنگ جھر جھاڳي رهيو هو. پگھر ۽ مٽيءَ ڪري سندس بدن تي مير ڄمي ويو هو. ٿوري وقت لاءِ آرام ڪرڻ کان سواءِ هو لڳاتار گھميو هو، ان ڪري سندس پيرن ۾ بوٽ جي رڳڙ سبب هڪڙيون لڦون پيدا پئي ٿيون ته ٻيون ڦٽيون پئي. ڪن ڪن هنڌن تي ته گول ربي جيڏا ڦٽ به ٿي پيا هئس.

هاڻي هن ۾ وڌيڪ هلڻ ۽ سهڻ جي سگھ ڪانه هئي. هو ڇاهي پيو ته ڪنهن ٿڌي ڇانوَ ۾ ويهي ڪجھ ٽڪ ڀڃي. پوءِ ڇو نه ڪٿي

پوليس....

ڪجھ قدم اڳتي وڏيو تہ سندس نظر وڃي هڪ مسجد تي ٽڪي، جنهن جي ٻاهران نل بہ لڳل هو. مسجد جي پرسان سرنهن جي وڻ جي گهاٽي ڇانوَ هئي. هو اڳتي وڌيو، بوٽ لاهي وڻ هيٺان رکي وڃي نل جي پرسان ويٺو. نل کي هلائي ٻہ ٻڪ پاڻيءَ جا منهن تي هنيائين. ٻانهون ڌوئي جڏهن پيرن تي پاڻي وڌائين، تہ دانهن نڪري ويس. ڦٽن تي پاڻي پوڻ سان هن ائين محسوس ڪيو تہ ڄڻ انهن جاين تي ڪنهن ٻرندڙ اماڙي رکي ڇڏيس. رڙ نڪري ويس. "ابوءِ ڙي!

جمن مسجد جو در کليل ڏسي پڇڪيو، "ڇيو بہ اٿيمان تہ در بند رکندا ڪريو. بي زبان جانورن کي کهڙو پتو تہ هي پاڪ جاءِ آهي." هو وڌيو، قميص جي مٿين کيسي مان ماچيس ڪڍي ڏيئي کي روشن ڪيائين.

"اڙي ڪير آ؟" جمن کان دانهن نڪري وئي. پڇڪندي چيائين "ڪو مسافر ٿو ڏسجي پر هن طرف ڪيئن‌ءَ؟ ڪو ڀلجي آيل ٿو نظر اچي."

هو اڳتي وڌيو، مسافر جي ٻانهن تي هٿ رکيائين. "اڙي هن کي بخار آهي"، هو ڇپن ۾ پڇڪڻ لڳو. نيم بيهوش مسافر هٿن جي ڇهاءَ تي اکيون کوليون. "پاڻي،" هن جي ٿوٽ زبان مان آواز نڪتو ۽ وري گهل ٿي ويس.

جمن مسجد مان نڪري سڌو گهر ويو. دلي جي پاڻيءَ مان لوٽو ڀريائين. اسٽيل جو گلاس دريءَ مان کنيائين ۽ مسجد ڏانهن تکڙو وڃڻ لڳو. ويندي ويندي عيسيٰ، يعقوب ۽ شمن کي سڏيندو ويو ۽ چوندو وين تہ جلدي مسجد ۾ اچن.

ٿڌي پاڻيءَ جي ڇنڊڻ مسافر جو من سڌير ڪيو. هن اکيون کوليون. پاڻيءَ جي ٽن چئن ڍُڪن ان جي من جي ماندائي ڪنهن حد تائين دور ڪري ڇڏي. ان دوران عيسو، يعقوب ۽ شمن بہ اچي مسجد ۾

پهتا ۽ جمن ڏانهن سوالي انداز ۾ ڏسڻ لڳا.

جمن چيو "ڪو مسافر ٿو ڏسجي، ٿڪل ۽ ماندو. شايد بکيو به هجي. يار، ڪنهن وٽ ڪجھ تيار هجي ته کڻي اچي."

يعقوب ويو ۽ چانور کير کڻي آيو. مسافر ماني کاڌي ته جڻ اکيون کلي ويس. چئن ڏينهن ۾ هن پيٽ ڀري ڪجھ به نه کاڌو هو.

جمن وڃي بانگ ڏني. مسافر سميت سڀني وضو سارڻ لڳا. ان وچ ۾ رفيق به اچي پهتو. سڀني گڏجي سومهڻيءَ جي نماز ادا ڪئي. دعا گهرڻ بعد سڀ اچي مسافر جي پرسان وينا ۽ لڳس حال احوال وٺڻ. ضوري خيرعافيت بعد مسافر ٻڌايو ته هو ڳوٺان ويهڙ وڃڻ لاءِ نڪتو هو، پر رستو ڀلجي اتي اچي پهتو هو. ڳوٺاڻن سمجهيو ته مسافر سچ ٿو پئي ڳالهايو. ويهڙ ۽ ويهڙ طرف ويندڙ رستو اتان ڪافي پري هو. ماڻهو ڪيترو به ڀلجي پر هو رستي کان ڀل ۾ ايترو ته پري نه پئي وڃي سگهيو. جمن مسافر کي چيو ته هو بي فڪرو ٿي به ٽي ڏينهن آرام ڪري، بخار ۽ ٿڪ گهٽ ٿيڻ بعد هو سندس ويهڙ پهچائڻ جو بندوبست ڪندا.

رفيق، جنهن ڏوڪريءَ مان ميٽرڪ پاس ڪئي هئي، سو ڳوٺ ۾ درزڪي ڪم سان گڏ هلڪي ڦلڪي حڪمت به ڪندو هو. هو گهر ويو ۽ وڃي به ايسپرين جون ٽڪيون کڻي آيو. مهمان کي مسجد ۾ ئي هنڌ وڇائي ڏنو ويو. رفيق ڪيس ٽڪيون ڦڪائي موڪلائي وڃي گهر پيڙو ٿيو. ايسپرين جادوءَ جو ڪم ڪيو. ان جي ڦڪڻ سان مسافر جي ٿڪاوٽ دور ٿي وئي ۽ لڦن ۾ جيڪي چڪ پئي پيا، سي بند ٿي ويا.

مسافر ساري رات بي خبر سمهيو پيو هو. دوا ڪري بخار به هٽي ويو هئس. سندس اک ان وقت کلي جنهن وقت جمن صبح جي بانگ ڏئي رهيو هو. هو اٿيو، ڳوٺ کان پري ضروري ڪمن کان واندو ٿي، وضو ساري جماعت سان نماز ادا ڪيائين. ڳوٺاڻن ڏٺو ته نماز پڙهڻ بعد جنهن وقت جمن دعا ۾ چيو: "حقوٺ به رکيندين ناحقوٺ به رکندين منهنجا مولا" ته مسافر جي اکين مان ڳوڙها ڳڙي پيا. سڀني سمجهيو ته هو ويچارو

مصيبت جو ماريو هو.

مائي جنت، جا مسافر جي اچڻ کان واقف نہ هئي، سا جڏهن مسجد جي وٽ کان اچي لنگهي تہ سندس ڪنن تي قرآن مجيد جي پڙهڻ جو آواز پيو. اهو وقت تہ هو ڳوٺاڻن جي ڪم تي هجڻ جو. پٽ وٽان بيهي اندر ڏٺائين تہ هڪ ڏاڙهي ماڻهوءَ ڪي رحل تي قرآن مجيد رکي پڙهندي ڏٺائين. هو پڙهي بہ رهيو هو ۽ روئي بہ رهيو هو.

رفيق مسافر کي جنهن وقت چانهہ ڏيڻ ويو تہ ان جي نظر وڃي مسافر جي پيرن تي پيئي. ڦٽ ڏسي هو تڪڙو گهو موٽي آيو ۽ دلي جي ڍڪڻيءَ ۾ مکڻ وجهي ان ۾ زنڪ ۽ بورڪ گڏي آڻي ڏنائين مسافر کي. چيائينس تہ ڏينهن ۾ ٽي دفعا لائي.

مسافر کي ڳوٺ ۾ هفتو ٿي ويو هو. هڪ بہ دفعو بي دليو وڃڻ لاءِ چيو بہ هئائين، پر ڳوٺاڻن نہ پئي ڇڏيس. وقت گذارڻ لاءِ مسافر جنهن پنهنجو نالو نبي بخش ٻڌايو هو، سو ٻارن کي قرآن مجيد جي تعليم ڏيڻ لڳو. آهستي آهستي اذان ڏيڻ ۽ نماز پڙهائڻ بہ شروع ڪيائين. مسجد کي ٻهاري سهاري صاف پڻ رکڻ لڳو. هاڻي هو نبي بخش جي بجاءِ ملا نبي بخش سڏجڻ لڳو. ڳوٺ ۾ ملا جي شرافت ۽ عبادت جو ذڪر گهرن ۾ اڪثر ٿيندو هو. ڪن ماڻهن کيس دعا گهرڻ وقت يا تلاوت ڪرڻ وقت روئيندي بہ ڏٺو هو.

ٻوڙهي جنت، جنهن جو گذر سفر اڪيلي مينهن ۽ زمين جي هڪ ٻاري تي هو، تنهن کي ڪاٻاري ڏڪ لڳو، جڏهن لڳاتار ٽي ويلا سندس مينهن ونگ نہ وجهڻ ڏنو. رن زال، جنهن جو ولي وارث ٻارهن ورهين جي عمر واري پوٽي کان سواءِ ٻيو ڪونہ هو، ڳوڙها ڳاڙيندي رئو لاهي اچي ملان نبي بخش جي پيرن تي رکيو ۽ چيائين، "ملان! مون رن زال ۽ منهنجي يتيم پوٽي جو گذر سفر هڪ مينهن تي آهي، سا بہ ڪٿر ٿي پئي آهي، ڪنهن کي ويجهو اچڻ نہ ٿي ڏئي، مهرباني ڪري ڪو تعويذ لکي ڏي."

ملان حيرانيءَ مان ڪيس ڏٺو ۽ چيائين، "امان! مان گنهگار عيبدار ماڻهو آهيان. منهنجي دعا ڇا ڪندي؟"

"پيرَ پني وچي لڳندا. ابا! تون دعا ته لک." مائيءَ وراڻيو.

نبي بخش پني چنڪي تي 'بسم الله' لکي مائيءَ کي ڏني ۽ چيائينس، ته وچي مينهن جي سڱ ۾ ٻڌ. مائي ائين ڪيو. ان ئي ڏينهن مائي کير سان ڇُلڪندڙ بالٽي ڏهي اٿي.

ملان جو نالو وچي ويو. سندس دعا ۾ ڏاڍي اثرائتي هئي. اهو جمن واهڻ ته ڇڏيو، اوريان پريان جا ماڻهو به وٽس اچڻ لڳا. فصل مان واندا ٿي ڳوٺاڻ ملان کي هڪ جهوپڙي ناهي ڏني جنهن ۾ ٻه کٽون، ٻه موڙا، دلو پاڻيءَ جو ۽ گلاس رکي ڏنائونس. هاڻي ڳوٺاڻن جي واندڪائي جو وقت ملان نبي بخش جي اوطاق ۾ گذرڻ لڳو.

هڪ ڏينهن رفيق، ملان وٽ اڪيلائپ ۾ لنگهي آيو، چيائينس، "سائين! ٻين جا ڪم ته ڪرين ٿو، ٻيلي منهنجو به ڳچو تار."

نبي بخش تعجب مان ڪيس ڏسڻ لڳو. رفيق چيس، "سائين! مان بي- اي جي پرائيويٽ طور تياري ڪئي آهي. محنت به ڪافي ڪئي اٿم. هاڻي تون ڪو تعويذ لکي ڏي ته ڏوري ۾ ٻڌان."

نبي بخش کلي ويٺو ۽ تعويذ لکي ڏنائينس. گهر پهتو ته رفيق کي ياد آيو ته انگريزي ٽيڪسٽ جو ڪتاب ته هو ملان وٽ وساري آيو هو. ساڳين پيرين موٽيو. ڏٺائين ته ملان ڪتاب ۾ منهن وجهي ويٺي پڙهيو. سمجهيائين ته تصويرون ڏسندو هوندو پر جڏهن ڪيس ورق ورائيندي ۽ پڙهندي ڏٺائين ته وچي پڇيائينس، "ملان انگريزي ڄاڻين ڇا؟"

"مان بي- اي فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ڪئي آهي." ان ڏينهن رفيق کي ٽيوٽر مليو.

رفيق جا امتحان ويجها آيا. هن پوري طرح تياري ڪئي هئي. هو لاڙڪاڻي مان وچي ايڊميشن سلپ به وٺي آيو هو. ٽن ڏينهن بعد ڪيس لاڙڪاڻي سينٽر ۾ امتحان ڏيڻو هو. ملا نبي بخش اهي ٽي ڏينهن ڏاڍو

بيقرار رهيو. ٽنهي ڏينهن تي هن رفيق سان ڪلاڪ ڪن ڪن جون ڳالهيون ڪيون. لاڙڪاڻي وڃڻ وقت ان کي هڪ چٺي ڏنائين ۽ چيائين ته جي اهو ماڻهو جنهن لاءِ چٺي لکي وٺي آهي، منهان منهن نه ملئي ته چٺي ٻئي ڪنهن کي نه ڏجانءِ، واپس کڻي اچجانءِ."

امتحان پورا ٿيا. موٽڻ وقت رفيق سان ٻه ٻيا ماڻهو به ساڻ هئا. هڪ سٺ پنجهٺ ورهين جو پوڙهو ۽ ٻيو ٻارهن ورهين جو ڇوڪرو. انهن کي پري کان ايندو ڏسي نبي بخش جهوپڙيءَ مان نڪري انهن ڏانهن ڊوڙ پاتي. پوڙهي جي پيرن کي ڇهي ڀاڪر پائي وجي ڇوڪري کي ڪنيائين. ڇاتيءَ لائي ٻنهي ڳلن تان چميون وٺي آهستگي سان چيائين، "پٽ زمان!"

"بابا سائين!" زمان هيانو ڦٽي رڙ ڪندي چيو.

محمد شريف هڪ سنو تپيدار ليکيو ويندو هو. جهڙو هيو ڪم تي سوار اهڙو هو ڳالهائڻ ۾ مٺو. وهنوار ۾ به سنئون سڌو هو. سندس آفيسر منجهانئس راضي هوندا هئا ته ڪاتيدار به. تپي ۾ نڪرندو هو ته سندس ديرو ڪنهن وڏي آفيسر جي منزل کان گهٽ ڏک ڪانه ڏيندو هو. هن دفعي الائي هن جو ڊر ڪٿي هئي. جولاءِ جي پهرين هفتي ۾ بي باقي ڏيندڙ محمد شريف کي 28- جولاءِ تي اچا ٻه لک ڪن ڊل جي بقايا وصول ڪرڻي هئي.ان ڪري پوين تاريخن ۾ تپي ۾ هن هائيدوس مچائي ڏنو هو. وڏ- وڏيري کي به نه بخشيو هئائين. اٺيهين تاريخ تائين هڪ لک روڪ وصول ڪري چڪو هو ۽ سوا لک رپين جو وڏيري محمد هاشم جو ڏنل چيڪ سندس کيسي ۾ موجود هو، جنهن تي پهرين آگسٽ جي تاريخ پيل هئي. پر بي باقي ته جولاءِ جي 31- تاريخ تي ڏيڻي هئي! هو ڪريم ڏني سپروائيزرنگ تپيدار کي سندس اوطاق ۾ وڃي مليو. ڪريم ڏني ڏاڍي دٻ ڪڍيس.

"تنهنجي ڪري سرڪل بدنام ٿي ٿئي. ٻين تپيدارن ته بي باقي لکي ڏني آهي، توسان ڪهڙي ويڌن آهي؟ ٻه ڏينهن بي باقي ڏيڻ ۾ آهن.

پڌاءِ تہ سھين توکي اجا ڪيتري وصولي ڪرڻي آھي؟"

"رئيس وصولي تہ پوري ٿي وئي آھي. پر لک بقايا ھئي، ھڪ لک روڪ وصول ڪيو اٿم، سوا لک جو چيڪ ڪيسي ۾ موجود آھي."

"پوءِ دير ڇاجي آھي، لک بہ باقي."

"پر رئيس! چيڪ پھرين آگسٽ جو آھي."

"ڪنھن ڏنو آھي چيڪ؟"

"محمد ھاشم."

"محمد ھاشم زرگر؟"

"ھا سائين."

وچ، ھاٽي ٿي سکر وڃي سائٽس مل. ڪيس منھنجا سلام وڃي ڏيءِ چئينس تہ رئيس چيو اٿي تہ پھرين آگسٽ جو چيڪ نہ کپي 30- جولائي جو لکي ڏي. پيج پيج، ھاٽي ٿي گاڏيءَ ۾ چڙھہ. سڀاڻي ھو ڪراچي وڃڻو آھي. اھو بہ چئجانس تہ ان ھڪ ڏينھن جي وٿي ڪري تپي، سرڪل، تعلقہ سان گڏ ضلعي جي بہ بدنامي ٿيندي."

"پر ھي لک رپيا؟" محمد شريف پڇيو.

"اھي چالان سان گڏ مون وٽ ڇڏي وڃ. مان سڀاڻي پئسا پياري ڇڏيندس."

"پر سائين...."

"پر پر ڪي ڇڏ. مون تي اعتبار ڪونہ اٿي تہ ٻئي ڪنھن کي وڃي ڏي. پر اھي پئسا سڀاڻي ئي پيارجن. ھن دفعي ڇا ٿيو اٿي؟ ھونءَ تہ پئسا مون وٽ ڇڏي ويندو ھئين. ڪنھن پائي بہ ميري ٿي آھي تنھنجي؟"

"سائين، ڪم ٿي ويو، 30- جولاءِ جو چيڪ ملي ويو آھي."

"چيڪ مونکي ڏي. ڊوڙ وڃي لک رپيا پيار."

"پئسا اوھان ڪون پيارا آھن ڇا؟"

"مان پياريان ھا پئسا! ڇڏي وڃين ھا تہ پياريان ھا. ھاٽي ڊوڙ ٻئنڪ

بند ٿيڻ واري هوندي."

"پر سائين پئسا!"

"ڇا جا پئسا، دماغ خراب ٿيو اٿئي؟ جوئا ۾ هارايا اٿئي ڇا؟"

"سائين سکر وڃڻ وقت چالان ۾ پئسا اوهان وٽ ڇڏي ويو هئس."

"ڇريو آهين ڇا ڇٽ جا پٽ. پئسا ڪڏهن نه ته گهرايانءِ ته پوليس کي."

محمد شريف جو ساهه منجهڻ لڳو. اکين اڳيان اوندهه اچي ويس. دماغ ڏنوڻ لڳس. پري ڪان آواز ايندي محسوس ڪيائين، "يڃ ڇورا، ڪاٽي وڃي لڪ، جاڻ پوليس ڪڏهن لڳئي."

# پينشنر

پهه جيڪي هن پچايا هئا، سي واريءَ جي ڪوٽ وانگر اچي پٽ پيا. سوچيو هئائين تہ پينشن تي پهچڻ سان هو پنهنجي.... گهر جي لان ۾ صبح سويرو اچي ترڪي تي ويهندو. سندس اڏو ٽيبل تي تازي اخبار، عينڪ ۽ سندس پسينده سگريٽن رٿمينس جو پاڪيٽ پيل هوندو، جنهن مان هلڪو ڪش هٽي (سگريٽ کي ڇيڪن وانگر هن ڪڏهن ڪين ڇڪيو) دونهون نڪ مان خارج ڪري، چانهہ جي سرڪ ڀري (چانهہ جا سندس جيءَ جو جياپو هئي)، عينڪ اکين تي چاڙهي، هو اخبار جا عنوان ويهي ڏسندو (خبرون پڙهندو رهڳو اهي هيو جي نوڪريءَ دوران سندس ڪنهن تقريب ۾ ڪيل تقرير يا ڪنهن خير [يا نا خير] جي ڪم لاءِ ٺاپل اداري جي عمارت جي افتتاح بابت هونديون هيون. اهڙيون خبرون هو ور ور ڏيئي پڙهندو هو ۽ سندس کٻي طرف (سڄي طرف ننڍي ٽيبل تي تہ ٽيلفيون رکيل هوندو نہ؟) بگهڙ جي ڏک ڏيندڙ السيشن ڪتو "جاگر" ويٺو ڪيس تڪيندو.

"اٺ تہ سهين." جوٽس سندس نوڪريءَ جي ڏينهن جي نشاني وولن پلش بلينڪيٽ پري ڪندي چيو. "پهر سج چڙهي آيو آهي. اڃا پيو هوندين ڇا؟"

"اٿان ٿو سدوري،" اهو نالو پاڻ ڏنو هئائينس. سندس ۽ جوٽس جو اهو خيال هيو تہ سندس بخت ٺي شادي بعد وريو، جنهن ۾ سندس ڪوشش گهٽ پر سندس سهري جي سفارش وڌيڪ ڪارفرما هئي "پلا چانهہ ڇڪو تہ ڏي."

"ڏيانءِ ٿي. گرڙي تہ ڪر." جوٽس وراڻيو.

"ڪيان ٿو." هن ڪر موڙيندي اٿندي چيو.

"اڄ گوشت ڪاڻ تي دل ٿي ٿئي. ڇوڪرا ڇگو نه ٿا آڻين. اڌ سير آڻجان." پتاتا وجهي پورت ڪنديس مهانگ ته ٿيو آهي؟ توبه! نوڪريءَ تي هوندو هئين ته لکا به نه پوندي هئي. گوشت به کهڙو ڇگو وني ايندو هئو بورچي! سئو سستو ۽ سير جو سوا سير. توکي ته سودو وٺڻ به نه ٿو اچي. ڪڏهن تور به پوري ڏني اٿئون توکي؟ آنو سوا آنو هميشه گهٽ."

"سدوري! اهو ڪرسيءَ جو ڪرشمو هيو جو بورچي سستو سئو ۽ سير جو سوا سير گوشت، سو به سنڌائتو آڻيندو هيو. هاڻي ته ڪلسائي پر ۾ بيهڻ به نه ٿو ڏي. ڇوي ٿو ميان ڪروڌ ٿو ڪرين. گوشت پئي هنڊان وجي وٺ، مون وٽ ڪونهي. هڪ ڏينهن هٿن مان گوشت ڪسي ورتائين، رڳو اهو ڇيومانس: "ميان مون سان ساڙ اٿي ڇا؟ ٻين ڪي سُڌ پيو ڏين ۽ مون کي هڏا!!" ساڙ ته اهڙو آيو. !!! جي نوڪريءَ تي هجان ها ته......!"

"ڇا ڪرين ها پوءِ!" سدوريءَ وراڻيو، "شانا منهن تي چڙهي ويڻ ڪدي ويٺي هئي. توکي دانهن ڏنم ٿيو ڇا؟ به ڏينهن ٿاڻي تي ويهاري پوليس ڇڏي ڏنو نه مڙسهنس کي."

"تنهنجو ڇا خيال هو. ڦاهيءَ چاڙهايانس ها ڇا؟"

"هاڻي گهٽو ٿيو. گوشت وجي وني آءُ، ڇگو ته اگ ۾ ئي کپي ويو هوندو." سدوريءَ چيو.

"پر چانهه؟"

"ملئي ٿي. ساهه نه نڪرئي. چانهه ڪان سواءِ چرندو آهين ڀاهر؟" پينشر ٿب ۾ اچي ويو. جڏهين هو "صاحب" هئو. صبح سوير سندس اک چانهه جي سڳنڌ تي کلندي هئي، جا خانسامان پلنگ جي پرسان سائيڊ ٽيبل تي اچي رکندو هئو. چانهه ڪان اول "مارننگ ٽي" بسڪوٽ جو ڏندن هيٺ پُرڻ کهڙو نه مزو ڏيندو هئو کيس. ان بعد خوشبودار دارجلنگ ٽي (جا هڪ سمگلر کيس پهچائيندو رهندو هو) جون چسڪيون."

"هان پيءُ چانهه" جوٽس ساسر ۾ ڪوپ کڙڪائيندي اچي اڳيان

بيٺس.

اکيون کٽي مٽي ڏنائين. نه ٺري نه بسڪوٽ! ڇتڙين لٽل ڪوپ هٿ ۾ اچي مليس.

"سدوري! ڪڏهن ته چڱي ڪوپ ۾ چانهه پياريندي ڪر،" هن چيو، "ڪجهه چڱا ڪوپ نوان پيا آهن ڪٻٽ ۾."

"تنهن جو خيال آهي ته ڪراڪري- جيڪا وڃي به ڇا بچي آهي سا سڀ وڃائي ويهي رهان. مهمان اچن ته پڳل ٿانوَن ۾ ڪاڍو ڪائين!

ان ڏينهن بورچي ڪيڏو نه ڊنو هو، جڏهن سندس هٿ مان ڪافي سيٽ جي پيالي ڪري پچي پيئي هئي. هو ان وقت بازار ويو ۽ اتفاق سان ڪيس اهڙي ئي پيالي هٿ اچي وئي. صاحب کي جڏهن اهو پتو پيو ته هو ان پياليءَ کي ڏهه دفعا اٿلائي پٿلائي ڏٺو هئائين ته ڪونه ڪو نقص ان مان نڪري ته ڪيس بورچيءَ کي دڙڪن ڏيڻ جو موقعو مهيا ٿي سگهي.

"هيلو سارنگ سئنيما؟"

"ها سائين. ڪير ٿو ڳالهائي؟"

"مان رئوف آهيان.... صاحب جو پي- اي. صاحب اڄ رات پڪچر ڏسڻ ايندو. اپر ڪلاس ۾ ٻه سيٽون رزرو ٿيڻيون آهن. پئسا نائب قاصد هٿان موڪليان ٿو."

"پئسا رهڻ ڏيو. صاحب کي ٻڌائجو ته ان لاءِ ڇڻ سيٽن وارو باڪس نمبر 2 رزرو آهي. چاهي ته ٻه پيا دوست به آڻي."

"اهو ته ٺيڪ پر اوهان کي پتو آهي ته صاحب انٽرٽينمينٽ ٽئڪس پرڻ کان سواءِ ڪيل...."

رئوف جي ڳالهه ڪٽيندي سارنگ سئنيما جي مئنيجر چيو.

"مون کي معلوم آهي سائين. فري پاس سان گڏ انٽرٽينمينٽ ٽئڪس جون ٽڪيٽون پڻ نائب قاصد هٿان موڪلي ڏيندس. صاحب کي اهو به ٻڌائجو ته انٽرويل جي دوران باڪس ۾ ئي لائيٽ رفريشمينٽ

جو بندوبست ڪيو ويو آهي. اهو به پڌائجوس ته اينڊڙ چينج ۾ "منڪناز گولڊ" ڏيکاريو ويندو. پڪچر ڏسڻ وٽان آهي."

"چڱو، خدا حافظ،" رئوف ٽيليفون جو چونگو ڪريڊل تي رکيو ۽ ان ڏينهن سارنگ سئنيما تي ئي.... تازي ڳالهه ياد ڪندي پينشنر ٿڌو ساهه ڪنيو.

"اٿين به ٿو؟" سدوري بورچيخاني مان رڙ ڪئي.

"وڃان ٿو. گهمي نٿو سگهان، ٽيڪ ٿو ڳوليان."

"ٽيڪ!" پينشنر لڪڻ ڳوليندي چيو.

"ها صاحب! الله ۾ اوهان جي ٽيڪ آهي نه ته هن ظالم ته مون سان ظلم ڪيو هو. پتو پيو اٿس ته اوهان جو منهنجي سر تي هٿ آهي ته هاڻي هو به هتر ٿو ڪري،" نصيبان مڙس جي شڪايت ڪندي چيو، "سائين! مان جيڪو وقت ان نڪتوءَ سان گڏ گذاريو آهي سو الله جي ڪاغذ ۾ آهي. پاڻ ڪجهه ڪري ڪين ٿو، رهندو شام جو ٺولهي ڪئي اچي ٿو سر تي بيهي. نصيبان به ڇا ڪري صاحب، سارو ڏينهن پورهيو ڪري پنج پئسا ڪمائي ٿي ته مٿان ٿو اچي مڙس بيهيس. ڏي ته ويل نه ڏي ته به ويل."

"اٿين ٿو نڪتو،" سدوري دانهن ڪري چيو.

پنشنر جي دل هڪ ڌڪ گسايو.

"مان ۾ نڪتو،" پينشنر سوچڻ لڳو، "ان ۾ منهنجو ته ڏوهه نه آهي جو پينشن جي ڪاغذن منظور ٿيڻ ۾ ايتري دير ٿي آهي. هونءَ به گهر ۾ جو خرچ هلي ٿو سو به ته منهنجو آهي. زال جي دستوري پيسن جي تقاضا جي باوجود ڪجهه هزار مان بينڪ ۾ بچايا هئا. پر جي اهي پيسا به نه بچن ها ته...."

"هائو! اٿان ٿو. لڪڻ ٿو ڳولهيان،" ڏک ڀريل آواز ۾ پينشنر چيو.

"ڳولين به ڪٿ تي ويهي ٿو. اٿ ته سهين. ڪمري جي ڪنڊ ۾ پيو اٿئي جتي سبڻ جي مشين رکيل آهي."

"سبڙ جي مشين! پينشنر جي اکين اڳيان منظر ڦري ويو، جڏهن سيٺ اسماعيل ابراهيم کي ڇٺي ست سلائيءَ جون مشينون گهرايون هئائين. ڪيتري نه پبلسٽي ٿي هئي سندس. مقامي اخبارن کان علاوه قومي اخبارن ۾ ان خير جي ڪم جو ذڪر سندس تصوير سان گڏ شايع ٿيو هو. هو اٿيو ۽ ڪٻٽ مان وڃي آلبم ڪڍيائين، جن ۾ سندس نوڪريءَ جي عرصي جون تصويرون هيون. هڪڙي پنيان ويو آلبم اٿلائيندو. هن جي اکين ۾ چمڪ، چپن تي مرڪ ۽ ذهن ۾ حسرت جون لهرون پئي اڀريون. آلبم ڏسي، ڪٻٽ ۾ رکي، ٻئي خاني مان ڪڍيائين فائيل، جنهن ۾ سندس خدمتن جي اعتراف جو ذڪر اخباري تراشن جي صورت ۾ موجود هو. ڪيس پتوئي نه پيو ته ڪيترو وقت هو ان جي اٿلائڻ پٿلائڻ ۾ مشغول رهيو. جنهن وقت هو گوشت وٺي اچڻ جي خيال سان اٿيو ته سندس ڪن تي سدوريءَ جو آواز پيو. "ميان! جلدي اچجانءِ، متان مئو رشيد گڏجي دڳ تي."

نوڪريءَ تي هو ته رشيد جهڙا سئو سندس سلامي هئا. شام تي ته رشيد جي اچڻ جي سُڌ اچي نوڪر ڏيندو هيس. رشيد تيستائين وراڻدي ۾ وينو هوندو هو جيستائين صاحب وهنجي سهنجي لٽا تبديل نه ڪندو هو. ان بعد ٿيندو هو ڪيس بيٺڪ ۾ سڏ. صاحب اچا چانهه لاءِ صلاحيس تنهن کان اول ئي رشيد چوندو هو، "سائين! اڄ هوٽل ڪامران ۾ هلنداسين. اڳئين دفعي جا اسپيشل ڊش ڪاڏي هئيسين تنهن ڏاڍو مزو ڏنو هو. اڄ به هلون ٿا اتي." هڪ ڏينهن هو هوٽل ڪامران ۾ ماني کائيندا هئا ته ٻئي ڏينهن نويد ريسٽوران ۾. هفتي جا باقي ڏينهن سواءِ خميس، جمع جي (جن ڏينهن تي صاحب رشيد جي گاڏيءَ ۾ ئي اڪثر ڳوٺ ويندو هو)، ڪڏهن "شاهانه" ۾ ته ڪڏهن ٻيءَ هوٽل ۾ وڃي کاڌو کائيندا هئا. ظاهر هو بل رشيد ئي ڀريندو هو. ان جي باوجود رشيد ڪڏهن به صاحب کي جائز يا ناجائز ڪم لاءِ ڪونه چيو. اها ٻي ڳالهه هئي ته صاحب جي نالي ۾ (ڪيس پتي پوڻ کان سواءِ) سندس سوين ڪم

پيا ٽيندا هئا. گهاٽو يار هو نہ سندس.

"الائي منهنجو يار رشيد ڪهڙن حالن ۾ هوندو. اُهي گهڻ ڪميو، وقت ئي نہ مليو هوندس ملڻ جو." پينشنر سوچڻ لڳو.

مارڪيٽ مان موٽندي پينشنر محسوس ڪيو تہ هو ڏاڍو ٿڪجي پيو هو. هن چاهيو پئي تہ هو ڪنهن رڪشا ۾ چڙهي گهر پهچي. ان خيال ۾ هو رستي تي هڪ بجليءَ جي ٿنڀي ڀرسان بيهي ڪنهن رڪشا واري جو انتظار ڪري رهيو هو. هن جي ڪن تي ڪار جي هارن جو آواز پيو. هن ان طرف نظر ڪئي. ڪار ۾ رشيد هيو جو سندس ڌيان ڇڪائڻ لاءِ مسلسل هارن وڄائي رهيو هو. پاڻ ڏانهن ڪيس متوجہ ڏسي رشيد پينشنر کي ٻن آڱرين سان سلام ڪري پير سان اڪسيليٽر کي وڏيڪ دٻايو ۽ هڪ زناٽي سان پينشنر کي دونهين ۽ ڌڌڙ جي طوفان ۾ ڇڏي ڪار اُڏائيندو روانو ٿي ويو.

# اڌوري تصوير

هو جڏهن گرانٽ روڊ جي پينٽنگ مان نڪري اتي اچي ويٺا هئا. اهائي گنڀيرتا، اهوئي تقدس. اهي ئي وقت جي گاڏيءَ جي ڦيٿن جون بنايل سندس چهرن تي اڻ مٽ ليڪون. مان سڙڪ جي ڪناري بيهي ڪجهه وقت ڏسندو رهيس.

آفتاب مون کي آرٽ ڪائونسل ۾ جڏهن پاڻ اڌ ڪلاڪ ۾ موٽي اچڻ جو وعدو ڪري گاڏي ڪاهي هليو ويو. اڌ ڪلاڪ جي بدران مون نمائش ۾ سندس ڪلاڪ کن انتظار ڪيو، پر هو ڪونه آيو. ان ڪري مان اڪيلو پنڌ ئي پنڌ گوئٽي انسٽيٽيوٽ وارو رستو ڏني روانو ٿيس. انسٽيٽيوٽ کان ٿي چار عمارتون جڏهن مون هڪ پراڻي عمارت جي پورچ ۾ کين ويٺل ڏٺو. خاموش، پنهنجن خيالن ۾ گم، ٻه ستر سالن کن جي پيٽي ۾ انسان، عورت ۽ مرد.

گوئٽي انسٽيٽيوٽ ۾ هڪ ايرانڊڙ فنڪار قمرالزمان جي آرٽ جي نمائش هئي. هن دفعي نه ڪنهن دوست کي هلڻ چيم ۽ نه وري آفتاب کي ئي گاڏيءَ لاءِ چيم. جيڪب لائينس مان نڪري صدر لتاڙي رکيم رخ گوئٽي انسٽيٽيوٽ ڏانهن. دراصل آرٽ جي نمائش کان وڌيڪ مون کي ان قديم گوٿڪ طرز تعمير واري پٿر جي ٺهيل عمارت جي پورچ ۾ ان پوڙهي ۽ پوڙهيءَ کي ڏسڻ جي خواهش هئي، جن کي ڪجهه مهينا اڳ آرٽ ڪائونسل مان موٽندي اتي ويٺل ڏٺو هيم. اڄ ٻه هو ساڳئي فريم ۾ فٽ پئي نظر آيا، رڳو زوم لينس کي گهمائي کين فوڪس ۾ آڻي ڪلڪ ڪرڻي هئي. هو منهنجي ڪئميرا جي رنگين فلم ۾ هميشه لاءِ اتارجي ويا.

پوڙهن جا به آهن موڊ. ڪڏهن نظرانداز نه ڪرڻ جهڙين ڳالهين تي ڪلي ڏيندا آهن ڪڏهن ڪنهن معصوم حرڪت تي غضب ناڪ ٿي ويندا آهن. مون ڪين سندن قدرتي موڊ ۾ ڏسڻ پئي گهريو، پر هو هميشه گنڀيرتا جو ماسڪ منهن تي چاڙهي سامهون تڪيندا نظر ايندا هئا.

ميوزم ۾ اسلامي خطاطيءَ جي نمائش هئي. موٽندي آفتاب کي گوئٽي انسٽيٽيوٽ واري رستي تان هلڻ لاءِ چيم. انسٽيٽيوٽ وٽ پهچندي، آفتاب کي گاڏي ڍري ڪرڻ لاءِ چيم. پورچ ۾ به ڪرسيون پيل هيون. انهن مان هڪ تي پوڙهو وينٽل هو. پوڙهي ٻاهرين گيٽ وٽ ڪنهن اوسيئڙي ۾ بيٺل پئي نظر آئي. مون آفتاب کي گاڏي روڪڻ لاءِ چيو. لهي وٽس ويس ۽ انگريزيءَ ۾ ڪائنس پڇيم: "مان ڪا اوهان جي خدمت ڪري سگهان ٿو."

"ضرور" هن وراڻيو.

"منهنجي لاءِ خوشيءَ جو باعث ٿيندي."

"مارٿا اڄ ڪانه آئي آهي، ڊبل روٽي،بيضا ۽ مارجرين ختم ٿي ويا آهن. ڦيريءَ واري جي انتظار ۾ بيٺي هيس."

"هن وقت ته هو مشڪل ايندا هوندا."

"ايندا آهن، ڪڏهن ڪڏهن." هن وراڻيو.

مون سندس گهربل شيون آڻي ڏنيون.

وڏي ڏينهن تي مون انهن کي سوکڙي موڪلي. ائڊريس مون سندن گيٽ واري براس پليٽ تان نقل ڪئي هئي. جواب ۾ انهن منهنجو شڪريو مڃيو ۽ ڪنهن موڪل واري ڏينهن تي اچڻ لاءِ چيائون.

مسٽر ۽ مسز ڊسوزا، گوئن هئا، پر هندستان ۽ بعد ۾ پاڪستان ۾ هو ايترو ته رهيا هئا جو هو پنهنجي اصلي وطن کي وساري چڪا هئا. گوئا ۾ هاڻي سندن هئو به ڪير؟ هو پاڪستاني هئا ۽ پاڪستان ۾ پورجڻ پسند پئي ڪيائون. ڪين رڳو هڪ ڏيءَ هئي جا مس ڊسوزا مان بدلجي

مسز رچرڊسن ٿي آمريڪا جي ڪنهن رياست ۾ پنهنجي مڙس سان گڏ رهندي هئي. پنهنجي ڏيءَ جا ننڍپڻ، جوانيءَ، شادي ۽ بعد جا فوٽو هو مون کي چاهه مان ڏيکاريندا هئا. مسز رچرڊسن هاڻي ٻن ٻارن جي ماءُ هئي. هوءَ شاديءَ بعد رڳو هڪ دفعو پنهنجي والدين سان ملڻ پاڪستان آئي هئي. هن وقت هوءَ چاليهن جي پيٽي ۾ ته واهه جي هوندي.

مسٽر ڊسوزا نوڪريءَ جي سانگي انگريزن جي زماني ۾ ڪراچي پهتو هو، جتي ڪيس انتظاميه ۾ هڪ اعليٰ عهدي تي مقرر ڪيو ويو هو. نوڪريءَ جي دوران سندس واقفيت مس ماريا واٽسن سان ٿي هئي، جا بعد ۾ سندس زندگيءَ جي ساٿي بني. پينشن تي اچڻ بعد ڊسوزا فئمليءَ، موجوده بنگلو هڪ انگريز ميجر کان خريد ڪري ورتو، جو واپس انگلينڊ وڃي رهيو هو.

ڊسوزا هائوس انهن پٿر جي بنيل عمارتن مان هڪ آهي، جي ڪراچيءَ ۾ ڪنهن وقت ته ڪافي هونديون هيون، پر اڄ خال خال نظر اچن ٿيون. مسٽر ۽ مسز ڊسوزا پنهنجي گهر ۾ اڪيلا پنهنجين پراڻين يادگيرين جي سهاري جيئندا هئا. سندن گهر جي صفائي هڪ جمعدار ڪندو هو ۽ سندن روزمره جي ضرورت جي پورت مارٿا ڪندي هئي، جا صدر جي علائقي ۾ رهندي هئي.

ڊسوزا فئمليءَ پنهنجي جيئري ئي هڪ انڊرٽيڪر سان طئي ڪري ڇڏيو هو ته سندن مرڻ بعد کين ڪرسچن طريقي سان تدفين لاءِ ذمو قبول ڪري.

وقت ڏاڍي وٽي ٿو وجهي، نفرتن ۾ به ۽ محبتن ۾ به. منهنجي بدلي سنڌ جي اندوني حصن ۾ ٿيندي رهي. ڪم جي گهڻائي ۽ گهرو جهنجهٽن ۾ ڊسوزا فئملي جي ياد مون کي تڏهن ايندي هئي، جڏهن پنهنجا پراڻا آلبم ڪڍي ڪراچيءَ جون يادگيريون تازيون ڪندو هئس. ڊسوزا هائوس ۾ ٻن ڪرسين تي ويٺل جوڙي لاءِ ڪڏهن ڪڏهن سوچيندو هئس ته "جي ان جوڙي مان ڪو به هڪ....،" ان تڪليف ڏيندڙ خيال کي

ذهن مان تڙي پنهنجن خيالن جو رخ ٻئي طرف تبديل ڪري ڇڏيندو هيس.

آفتاب جي ياءُ نعيم جي شاديءَ جو سڏ هو. باوجود سرڪاري ڪم جي گهڻائيءَ ۽ ضروري هئڻ جي، ٽن ڏينهن جي موڪل وٺي ڪراچيءَ پهتس. ٻهريان ٻه ڏينهن ته آفتاب جي ٻلي هئا، البت ٽئين ڏينهن تي آفتاب جي نئي ڪار تي ڊسوزا هائوس جو رخ ڪيم. هائوس اڄ گرانٽ وڊ جي اڌوري تصوير جي ڏک ڏيئي رهيو هو، جنهن ۾ عورت ته موجود هئي، پر مرد غائب.

پورچ ۾ رکي هڪ ڪرسي پيل هئي.

# نانگ ڙي نانگ

هلڪي سرسراهٽ تي جا جمن جي سرلن ڪنن ٻڌي ورتي. هن پنهنجو ڪچيل پير پٺتي موٽايو. سندس اڳيان هڪ ڪارو واسينگ ويڙهيو سيڙهيو ڪر ڪنيو ڦوڪارا هڻي رهيو هو. چنڊ جي هلڪي روشنيءَ ۾ نانگ جون اکيون ٽانڊن جيان ٻري رهيون هيون. جمن پنهنجي لٺ هوا ۾ ڪنئي ۽ زور سان واسينگ تي وسائي ڏني. واسينگ وٽ ڪائڻ لڳو ۽ ڀڄڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو پر جمن جي ٻه هشياري لٺ سندس پويون حصو چٿي ڇڏيو. هاڻي هو ڪنڊل هڻي ڪر ڪڍي ڦوڪارا هڻي رهيو هو. سندس اکين ۾ وڌيڪ چمڪ پيدا ٿي چڪي هئي ۽ آواز ۾ وڌيڪ شدت . جمن ٻيهر لٺ سنڀرائي. سپ انچ مس چريو هوندو ته جمن وري وسڪارو لائي ڏنس. هن وري ڪر کنيو پر ڪاپائتي ڏک ڪيس ڪيري وڌو. جمن ائين محسوس ڪيو ته نانگ کيس ڪپ ڪوڙي ڏسي رهيو آهي. نانگ جو سنهيون ٽانڊن وانگر ٻرندڙ اکيون ڄڻ جمن مان ٻسٽ ٻاهر پئي نڪتيون.

جمن اڳي ٻڌو هو ۽ هاڻي محسوس ڪرڻ لڳو ته واسينگ سندس چهري جو عڪس پنهنجن اکين ۾ اتاري رهيو آهي. اعتبار اچي ويس ته نانگ مرڻ وقت جيڪي ڏسندو آهي ان جو عڪس انجي اکين جي پردي تي فوٽو وانگر نقش ٿي ويندو آهي جنهن ۾ جهاتي پائي جوڙو پنهنجي ساٿيءَ جي مارينڊڙ کان وير وٺندو آهي. اهو خيال اچڻ سان هن جي بدن مان ڏرڙي نڪري ويئي. هڪ سرد لهر سندس مٿي وٽان پيدا ٿي پٺيءَ جي ڪنڌي مان گذري پيرن وٽ وڃي پوري ٿي. هو وڌيو ۽ لڳو نانگ جو مٿو چٿڻ ۽ چچرڻ. هو مانجهي مڙس پر اجوڪي ڳالهه سندس وايون ٺي ٻتال

ڪري ڇڏيون هيون.

هڪ چپ چپات، پيو سرد ۽ سياٽيندڙ چاندوڪي، ٽيون نانگ جو ڏر ۽ چوٿون واسينگ جي ساٿيءَ جو وير، پنجون پراسرار ماحول، مڙس ڀڳهرجي پيو. وات ۾ بڙ بڙ ڪندو ’ستڻ‘ کي ڳالهائيندو شهر ڏانهن روانو ٿيو.

هونئن ته ستڻ مٺي متاري هئي. جهڙي تهڙي بيماريءَ کي ته ليکينيدي ئي ڪانه هئي پر ڪا وير ڪهڙي ڪا ڪهڙي. اڄوڪي پيٽ جي سور چڙهيون پئي هٽايس. ٽڪيءَ ڦوٽي ڪو فرق ڪونه ڪيو. سياڻيءَ ٻڌايس، ”جمن! ستڻ کي قول (قولنج) ٿي ويو آهي. جي پير منٽ پيئس ته واهه، نه ته زال جو ٿني واهي الله!“

شهر ۾ ڪوڙي پساريءَ جودڪان اٿين بجي بند ٿيندو هو، ان ڪري جمن ڪنٽي هئي ڪڙي. پر وات ٿي سرسراهٽ ٻڌندي ئي هن محسوس ڪيو هو ته دشمن دڳ تي آهي، سو ان کي ختم ڪري جمن اڇي شهر پيڙو ٿيو.

پير منٽ پهتس ته جڻ ستڻ منهن ڪيو هو. پتاشو وات ۾ وجهي مٿان پرپائين ته عرقيءَ جا ٻه ڍڪ، سور تو ڏنو نه مان ڏنو- گهڙي نه گذري ته ماني گهرپائين. ماني ته مليس پر همراه هٿن مان نڪري ويو. جمن اڇي مٿيو. چپائين ته تنهنجن ته نخرن مٿو آهي رن! سر وڃايو هوءِ. خدا ته ڪيو خير جي اهو نانگ ڏنگي ته گهر ٻه نه پهچان هان. صدقي وڃان مرشد قلندر تان! سر دان ڏنائين. هو اصل تليهر! ڪارو جهڙو ڪٽ. پٽ ٻه ڪاري ته پيٽ ۾ ڪارو. هيو ٻه ڇنگهه جهڙو ٿلهو ۽ ماٿوءَ جيڏو ڊگهو. ڪپڙي ۾ ڪٺا هنا جو موتي اڇي مليو آهيانءِ.“

ٻڌڻ سان ماٿو اڇي مڙيا. چوندا آهن، ”ڪک ٻه ان کي ڪاني، ته ڦٽ ڦٽ ٻه انکي.“ ڪو ڪاڏهون ڳالهائڻ لڳو ڪو ڪاڏهون، هڪ چيو: ”ڪم ته چڱو نه ڪيئه جمن!“ ٻئي ٻڌايس، ”واسينگ جو وير ڏاڍو برو آهي: سؤ ڪوهن تي ٻه نه ڇڏي“ خانوءَ چيو، ”واسينگ هوندا آهن پير

فقير: روپ مٽائي پيا جهنگ جهر ۾ گهمندا آهن. ٻڌ لڳن ته مال جي وٿاڻ ۾ وڃي ڪنهن ڪنڊيءَ کي ونگي ٽٽڻ مان ڪير پيئندس." جانوءَ چيو: "هرو ڀرو وڙهندا به ته نه آهن. ڪنٌوس سو ڪوڙي نه ڪرين. باقي جي پار لتاڙيندن ته به ڪين ڪيچندا. جمن نانگ ڏٺو هوءَ ته چوينس ها: "تنهنجو رستو هو منهنجو رستو هي! نه مان تنهنجو مندو ۽ نه تون منهنجو دشمن، واٽ ڏي ته هليو وڃان. واسينگ هٿي وڃي ها ۽ پوءِ ڏک ڏيئي شهر هليو وڃين ها."

جيڏا ماڻهو اوڏيون زبانون. جنهن تي پڌو تنهن تي جمن تي ڦنڪار وڌي. هن نانگ ته ماريو پر مصيبت ۾ اچي ويو ماڻهن ايتروته ڊيڄاريس جو پنهنجي پاڇي کان به ڊڄڻ لڳو. ڪٿان سرسراهٽ پڌندو هو ته سارو ڏڪي ويندو هو. رات جو خواب ۾ به نانگ ڏسندو هو.

هڪ اداس شام جو اتر کان اوتر پئي آيو. جمن شهر ويل هو. پڄندو ڊڪندو اچي گهر پيڙو ٿيو. به چڪ مانيءَ جا هٽي، حقي مان به ڦوڪون پري ويو ملان کي ماني ڏيڻ. موٽيو ته ويو واڙي ۾، ۽ لڳو مال جو ڪونر ملڻ. مينهن کي ڪتر ڏيئي آيو ڏاندن تي. "بگو زبان ڪڍي هٿ چٽڻ لڳس. جمن هنيس پوٺ وارو ڌڪ. هو پري ٿيو ته وڏائين ڪونر ۾ ڪتر. ڪٽي ۽ ڪڙ ملائي لڳو ملڻ. ڪتر مليندي هن محسوس ڪيو ته ڪا آلي ڊگهي شيءِ سندس ٻانهن ۾ ويڙهجي وئي آهي. ٻانهن ٻاهر ڪڍيائين ته هانءُ ڦٽي دانهن ڪيائين: "نانگ ڙي نانگ"! ڦهڪو ڪري اچي ڪريو. ساهه تو ڏٺو نه مون ڏٺو.

دانهن تي سنڌ پڄندي آئي. بتيءَ جي جهيٽي روشنيءَ ۾ ڏٺائين ته جمن جي ٻانهن ۾ ڪاري نوڙي ويڙهيل هئي.

اديب صرف نقيب ٿئي ٿو، سماجي مسئلن جو حل ڳولهڻ ته استادن، ڏاهن ۽ رهبرن جو ڪم آهي، يا وري سينٽي جو. اديب سڌي سڌي سينٽي جي توجه مسئلن طرف ڇڪائي دعوت فڪر ڏئي ٿو- پر هو وعظ کان پرهيز ٿو ڪري، هو سوچ لاءِ نئج طعام پيش ڪري ٿو، ڇباڙيل گره پڙهندڙ جي وات ۾ وجهڻ جي ناپسنديده ڪوشش هرگز نٿو ڪري.

***

انيس صاحب هڪ سڌو سماجي مبلغ ناهي جو هو ان ڪم ۾ لڳل رهي. حقيقت اها آهي ته هو زماني جي عيبن ۽ ثوابن تي گهري نظر رکي ٿو، پر هو عيب کي عيب نٿو ڪوٺي ۽ نه ئي وري ثواب لاءِ مولوي وانگر عصا هٿ ۾ ڪري وڪالت ڪندو وتي. هو ته انساني عمل جي اهڙي توضيح ڪري ٿو جو ڪوبه، باوصف نظرين جي مخالف هئڻ جي، ان جي مخالفت نٿو ڪري سگهي.

***

علم جي سفر ۾ گذريل صديءَ کي بي انتها اهميت حاصل آهي. تاريخ جو مادي مطالعو، ارتقا جو نظريو ۽ نفسيات کي باضابطه علم جو درجو ملڻ اهي ئي واقعا آهن جن انسان ذات لاءِ اڳتي وڌڻ جا سمورا رستا کولي ڇڏيا. اهڙي طرح جنس (Sex) هاڻي بندش مان نڪري ڳالهائڻ لائق شيءِ بنجي پئي. انيس صاحب پڻ ان موضوع کي ڳالهائڻ جي ناقابلTabo نٿو سمجهي. هو جنس ۽ جسم جي سائنسي مطالعي جو قائل آهي ۽ پنهنجي افسانن ۾ انساني مسئلن کي سمجهڻ لاءِ جديد نقطئه نظر رکي ٿو. سندس افسانن جون خوبيون پڙهندڙن کي ازخود قائل ڪيو ڇڏين. هيءُ اهو ميدان آهي جتي انيس صاحب علميت جي دعوا ڪرڻ کان سواءِ پنهنجي وسيع ۽ بالغ نظري ميچائي ٿو.

— ڪليم لاشاري



نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي
ادبي نالو : سورھ ميراڻي
جنم : 08.04.1975
جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقہ رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.
حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.
تعليم : M.A سنڌي
ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
سائر سهس ڳجھ (شاعري) 2021ع
برھ منجهارا بوند (شاعري) 2022ع
صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 3919786 – 0344
3404488 – 0300
اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com